# سارنگا

جلد: پهريون
شمارو: ٽيون (اونهارو)
سال: 2008
**جولاءِ- سيپٽمبر**
ٽائيٽل: سعيد منگي
اي ميل: info@sarangaa.com
ويب سائيٽ: www.sarangaa.com
ويب ڊيزائينر: علي حسن ملاح
ڏس پتو: پهرين منزل، گلزار ماڙي، شاهه لطيف ڪتاب گهر
حيدرچوڪ، حيدرآباد
موبائل: 0092 333 2746344
ڇپائيندڙ: اياز علي گائنچو
ڇپيندڙ: آڪاش پرنٽنگ پريس، حيدرچوڪ، حيدرآباد
ڪمپوزنگ: روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد
قيمت: 100 روپيا
ساليانو چندو: 400 روپيا (عام ٽپال)
500 روپيا (ڪوريئر ذريعي)

**SARANGAA**
Volume:1
Issue: Third (Summer)
Year: 2008
**July-September**
Editor: ***Ishaq Samejo (Hon.)***
e-mail: editor@sarangaa.com
website: www.sarangaa.com
Address: First Floor, Gulzar Marhi,
Shah Latif Kitab Ghar, Hyderchowk,
Hyderabad-71000, Sindh, Pakistan.
Mobile: +92 333 2746344
Publisher: Ayaz Ali Gaincho
Composing: Roshni composers,
Hyderchowk, Hyderabad, Sindh.
Price: Rs. 100-00

ايڊورٽائيزنگ اينڊ مارڪيٽنگ مئنيجر:
عبدالحميد سميجو
Mob: 0346_2785211

---

- سارنگا ۾ ڇپيل ڪنهن بہ تحرير جي متن ۽ نقطئہ نظر سان ايڊيٽر جو سهمت هجڻ ضروري نہ آهي.
- سارنگا راءِ جي آزادي ۽ اختلاف جي حق کي احترام جي نگاهہ سان ڏسي ٿو.
- سارنگا ۾ شايع ٿيل ڪابہ تحرير ڪنهن بہ رسالي، اخبار ڪتاب يا ويب سائيٽ لاءِ فقط حوالو ڏيڻ جي صورت ۾ ڪٽي سگهجي ٿي.

# اَول اَول



ملڪ جي نامور مصور آذر زوبي جو هڪ يادگار اسڪيچ

سارنگا سنڌ ۾ روشن خيال، جدت پسند ۽ صحتمند ادبي قدرن جي وارثي ۽ نون فڪري ۽ تخليقي لاڙن ۽ رجحانن جي همت افزائي ڪرڻ جو مقصد رکي ٿو. هڪ بيٺل، جامد ۽ سينواريل ماحول ۾ تحرڪ، زندگي ۽ حرارت لاءِ راهه هموار ڪندڙ قوتن جو ساٿ ڏيڻ چاهي ٿو. اسان زندگي دوست روين جي چونڊ ڪئي آهي ۽ اونداهه جي سمنڊ ۾ روشنيءَ جي لهر اڀارڻ جا خواهشمند آهيون. اها به هڪ فطري ڳالهه آهي ته ڪو به سماج ۽ سماج جو ڪو به شعبو ڪنهن محدود عمل يا دائري اندر ونجندڙ ڪوشش جي نتيجي ۾ ڪڏهن به وڏا ۽ گهڻ طرفا نتيجا حاصل ڪري نٿو سگهي. ان لاءِ نئين کان نئين جستجو نئين کان نئين پيش رفت ۽ رياضت ۽ تپسيا جي لاڳيتائي به گهربل ٿيندي آهي. اسان کي ان ڳالهه جو به احساس آهي ته سارنگا سنڌ جي مخصوص سياسي، سماجي، معاشي ۽ فڪري حالتن ۾ ڪو تمام وڏو ڪم ڪرڻ يا ڪنهن اهم تبديليءَ جي ڏس ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نه آهي. پر جيئن اسان اڳ ۾ ئي چئي چڪا آهيون ته سارنگا هڪ سپنو آهي، جنهن جي پسمنظر ۾ سنڌ جي آرٽ، ڪلچر، ادب ۽ ٻوليءَ لاءِ ڪجهه ڪرڻ جي تمنا ساهه پئي کڻي - ان ڪري اسين چاهيون ٿا ته سنڌ جي ادب، فن، ڪلچر جي نمائنده اهڃاڻن ۽ سنڌ جي شاندار فڪري توڙي اعليٰ قدرن واري ورثي جي تحفظ توڙي مناسب مڃتا لاءِ وس آهر ڪجهه ڪريون. سارنگا هڪ پرچو ئي نه بلڪ هڪ سنجيده، ذميوار ۽ متحرڪ ادبي ۽ ثقافتي تحريڪ جي صورت اختيار ڪري، جيڪا ادب، ڪلچر، آرٽ، ميڊيا، تعليم ۽ بين علمي ۽ تخليقي موضوعن تي غير رواجي مباحثا ڪرائي، اديبن، فنڪارن ۽ عالمن سان لاڳاپيل شعبي جي ماڻهن جون غير رواجي ملاقاتون ارينج ڪري، انهن جي ڊاڪيومينٽيشن ڪري، ڪا ٽرسٽ جوڙي، ساليانو چيچندڙ معياري تخليقي ۽ تحقيقي ڪتابن تي ايوارڊ ڏئي ۽ پنهنجن اديبن ۽ فنڪارن کي عزت، محبت، مڃتا جو مڪمل احساس ڏياري، جيئن هو ان محروميءَ مان نڪري اچن ته "تڙياسين دامنِ صحرا ۾، خوشبو ئي اجائي وئي."

اسان کي خبر آهي، سنڌ گهڻو ڪجهه طلبي ٿي، جيڪو شايد اسان اجا ڪرڻ جي اهل نه آهيون جيتوڻيڪ اسان کي پنهنجي ذميوارين جو مڪمل احساس آهي، پر شايد ڪجهه وقت لڳندو. ان لاءِ اسان کي اوهان جو ڪجهه پيار ۽ ڪجهه سهڪار به درڪار آهي. باقي اهو اسان جو پختو يقين آهي ته ڪجهه به ناممڪن نه آهي.

*- اسحاق سميجو*

# ڪجلا سر

(اداريو)

هر دور جي نصيب ۾، ڪن مخصوص ۽ اڳ وارن دورن کان مختلف حالتن سان منهن مقابل ٿيڻ لکيل هوندو آهي. اهي مخصوص حالتون ڪجهه ورثي جو نتيجو هونديون آهن ته ڪجهه پنهنجي دور جي ماڻهن جي روين، اعمالن ۽ ڪارگذارين جو نتيجو. موجوده سنڌي سماج به جن گهڻ طرفين ناڪاري، مايوس ڪندڙ ۽ بحراني حالتن جو شڪار آهي، سي نه ته مڪمل طور وڏڙن جو ورثو آهن ۽ نه ئي فقط موجوده نسل جي اعمالن جو نتيجو پر تڏهن به اها ڳالهه سمجهڻ ۾ ڪا به "فارسي" رڪاوٽ نٿي بڻجي ته انهن حالتن جي سموري اذيت ۽ پيڙا اسان جي دور ۽ نسل جو ئي مقدر بڻيل آهي. وڏڙا ته ويندا رهيا. هاڻ انهن سان ڪنهن شڪايت ۽ ناراضگيءَ جو ڪو نتيجو به نڪرندو ته ڪهڙو؟ غلط يا صحيح، شايد هو اهو ئي ڪري پئي سگهيا. جيڪو هنن ورثي ۾ ڇڏيو آهي. ان ڪري سوچڻ جو سوال اهو آهي ته اڄ اسان ڪي ڇا ڪرڻو آهي- ۽ ڇا اهو سوال اسان مان ڪنهن جي ٽيبل تي به آهي يا نه؟ ڇا ان تي سوچڻ اجايو ٿيندو ته ڪٿي اسين به پنهنجي پونئيرن لاءِ اها ئي سنڌ ته نه ڇڏي ويندا سين جيڪا مايوسيءَ، غربت، قدرن جي زوال، احساس محرومي، قابليت جي دربدري، بي راهه رويءَ، بي سمتي ۽ منزل کان بي خبريءَ جي ڪاري طوفان جي مڪمل گهيري ۾ آهي؟ ڇا اسين انهن غلطين، لاپرواهين، غير ذميوارين ۽ لاتعلقين جي ورجاءَ ۾ ئي زندگي گذاري ڇڏيندا سين. جن جي نتيجي ۾ هڪ بهشت جهڙو سماج ڏسندي ئي ڏسندي دوزخ ۾ تبديل ٿي ويو؟ ڇا اسان جو ڇڏيل ورثو به اهو ڪجهه ئي هوندو جيڪو اسان ڪي ورثي ۾ مليو آهي؟ ڇا اسين ان ۾ ڪن بهتر، مثبت، چڱين ۽ زندگي بخش ڳالهين، عملن ۽ روايتن جو اضافو ڪري، هڪ نئين روايت جي ابتدا نه ڪرڻ چاهيندا سين؟ ۽ جيڪڏهن واقعي ايئن آهي، ته ڇا اسان مان ڪنهن سوچيو به آهي ته ايندڙ وقتن جي سنڌ جي سماجي ۽ جاگرافيائي صورت ڇا بيهندي؟ اسين بحران در بحران ۽ زوال در زوال جي رستي تي آهيون ۽ اهو عمل ادب، ڪلچر، ٻوليءَ ۽ فن جي به سيني مظهرن ۾ ڏسي سگهجي ٿو. موجوده سنڌ جي مايوسي، سانٽائي، بي رونقي ۽ ٽڪل فضا جو هڪ مُک ڪارڻ اهو ئي آهي. جيڪڏهن اسان مان هر شخص فقط پنهنجي اداري، پنهنجي شعبي ۽ پنهنجي حلقي توڙي دائري ۾ به "چڱي اڳيرائي" ڪرڻ جي ابتدا ڪري، ته هوريان هوريان مايوسيءَ جو ڪوهيڙو گهٽجڻ جي اميد ئي نه پوري خاطري به ڪري سگهجي ٿي.

اعتراف ڪريان ٿو تہ

# شاعريءَ ۾ ناڪام ٿيڻ سبب نثر ۾ پناهہ ورتم



[ليڇمڻ ڪومل سان ٽيبل ٽاڪ]

نصير مرزا، طارق عالم، اسحاق سميجو

## وهي كاتي جي، وڪريل پنن وارو، لڇمڻ ڪومل!

پنهنجي آتم ڪٿا، وهي ڪاتي جا پنا باعث هند، سنڌ ۾ حيرت انگيز شهرت ماڻيندڙ لڇمڻ ڪومل سان، اسان ٽن همعصر لکارين جي، هيءَ ڪائي ارينجڊ نہ پر بلڪل هڪڙي غير رسمي ٽئبل ٽاڪ آهي. ۽ بس اُن ڏينهن سارنگا جي سمپادڪ، اسحاق سميجي هڪ فون ڪال ڏني ۽ اسين ٻيئي هن جا پڪين جهڙا دوست اڏامندا، هُن جي آس پاس پهچي وياسين، جي ها... آئون پنهنجي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۽ طارق، پنهنجي سنڌي ادبي بورڊ ڄامر شوري واري آفيس مان... ۽ اِهو يارهين جولاءِ 2008ع جو صبح هيو. لڇمڻ، سنڌ ياترا جي مرحلي ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامر شوري جي فارين فيڪلٽي هاسٽل جي اينيڪسيءَ ۾ گيسٽ آف آنر هئو. ۽ صبح جو جنهن وقت اسين اُتي پهتاسين، لڇمڻ... غالباً نيرن مان واندو ٿي، سموڪنگ ڪندي، صبح جي هيرَ وانگر ترو تازه ۽ بلڪل فريش فريش ڏيکائي ڏئي رهيو هو.

اڇا! لڇمڻ سان هِن ٽئبل ٽاڪ کي رڪارڊ ڪرڻ لاءِ 'رڪارڊر' برابر تہ مون ئي ارينج ڪيو هو پر هن ڪان ڪرڻ لاءِ سوال، اسان سڀني جي ذهنن ۾ ارينجڊ نہ پر Random ئي هئا. ۽ لڇمڻ سان جڏهن گفتگو شروع ٿي تہ ڀانيم، هو ٿورو نروس آهي، پر پوءِ نهايت جلد ۽ ڏسندي ئي ڏسندي، هو ان نروس نيس تي قابو پائيندو ويو ۽ پنهنجي گفتار جي دل ڇڪيندڙ ڊڪشن سان نہ فقط اسان جي سوالن، پر سماعتن تي بہ فتح پائيندو ويو... ۽ صبح کان ڪچڙي منجهند تائين، لڇمڻ سان رڪارڊ ٿيندڙ هن گفتگوءَ دوران سچ پڇو تہ مون تہ هن جي ڪيترن ئي جوابن تي، ڪيئي دفعا دل ۾ بي اختيار چيو ٻئي.... واهہ لڇمڻ دا۔ واهہ! ۽ طارق ۽ اسحاق بہ من ئي من ۾ هن کي ايئن ئي ڀئي داد ڏنو هوندو'گاڊ نوز بيٽر ! ۽ لڇمڻ جو اتاولو سياءُ ۽ سندس ڪيچلو نثر، ٻين پڙهندڙن کي ڪيئن لڳندو آهي ۽ ڪيترو پسند؟ اِهو آئون ڪيئن چوان! مون کي تہ البت سياءُ اُهو ائين پسند آهي جيئن چُمي کي پريل ڳل يا جيئن پوپٽ کي گلاب جو ڪڙيل گل وڻندو آهي. ياد اٿم.

دهليءَ مان هڪ پيري خط ۾ مون کي لکيو هئائين ”هِن عمر ۾ شوق منهنجا بہ ئي آهن نصير! پيئڻ ۽ پي لکڻ!“ تڏهن تنڊي نوڙهي حيدرآباد سنڌ مان مون وري جوابن لکيو هيو مانس: اڙي هان، هي ڇا؟ ...... پي لکو توهان، ۽ پڙهي اُن کي نشي ۾ ڇُور هتي مان!؟ هان!؟.....اِهو الائي ڇا!؟“

اڇا! لڇمڻ ڪومل سان، هيءَ ’ٽئبل ٽاڪ‘ برابر تہ اسان ٽن دوستن گڏجي سڏجي ڪئي آهي، پر ٽيپ رڪارڊر تان، اُن کي پنن تي اُتاريو اڪيلي اسحاق ئي آهي. ۽ جي هند سنڌ ۾ پڙهندڙن کي، لڇمڻ ڪومل سان اسان جي ٽيل هيءَ ڳالهہ ٻولهہ واقعي ٺچ ٽي ڪري، تہ سچ پڇو اُن جو: ”آل ڪريڊٽ گوز ٽو اسحاق“.

ـ نصير مرزا

**نصير: اسين توهان جا پراڻا پڙهندڙ آهيون، پر ”وهي کاتي جا پنا“ ۾ جيڪو اوهان ڊڪشن اختيار ڪيو آهي، اهو اوچتو ظاهر ٿيو آهي. اهو اوهان جو اڳ وارو ڊڪشن ڪونهي. هي اوچتو اوهان کي ائين لکڻ جو خيال ڪيئن آيو؟ انسپائريشن ڪٿان ورتي اوهان، تہ پورنو گرافي بہ وجهجي ان ۾؟**

لڇمڻ: اهو مون ڪڏهن Plan نہ ڪيو تہ ان ۾ پورنو گرافي بہ وجهجي. اهو سڀ لکڻ وقت اچي ٿو وڃي. اهو سوال اوهان جو صحيح آهي تہ اهو سڀ اوچتو ڪيئن سامهون آيو. تہ ان جو مان اوهان کي ٿورو Brief ٻڌايان ٿو. اصل ۾ ڪڏهن ڪڏهن جيڪا Force writing آهي يعني جبراً لکڻ، جيئن ريڊيو جو اوهان کي آزمودو آهي، تہ لکڻو آهي ڪيئن بہ ڪري، ڇاڪاڻ تہ سياڻي براڊ ڪاسٽ ٿيڻو آهي تہ ان مان بہ ڪڏهن ڪڏهن ڪوالٽي پيدا ٿيو ٿي وڃي. دنيا جون جيڪي بهترين تخليقون ٿيون آهن، انهن ۾ جبرًا لکڻ جو بہ وڏو رول رهيو آهي.مثال طور مرزا غالب هو. هن پنهنجي شاعريءَ کي ڪڏهن سنجيدگيءَ سان ورتو ئي ڪونہ. شعر اچي ويو تہ لکي ڇڏيو پر جڏهن لال قلعي ۾ مشاعرو هوندو هو سڏ ٿيندو هوس تہ جوٽس ڏنڊو ڪٽندي هيس تہ هاڻي بک ٽا مرون. وڃ وڃي مشاعري مان بہ ٽي پئسا ڪمائي اچ. تہ چوندو هو: ”ڇگو اڳٽ آٽي ڏي“ ائين هڪ هڪ بند چوندو اڳٽ کي ڳنڍي ڏيندو ويندو هو ۽ ائن ڏهن بندن جو غزل لکي، پئي ڏينهن لال قلعي جي مشاعري ۾ پڙهي، پئسا ڪمائي ايندو هو. ائين اها بہ جبرًا رائيٽنگ هئي. غالب جنهن دور ۾ هو يعني 1797ع کان 1869ع تائين، ان وقت ان جي ڪئليبر جو شاعر سڄيءَ دنيا ۾ ڪونہ هو. اها هڪڙي طئي ٿيل ڳالهہ آهي. معنيٰ تہ جبرًا رائيٽنگ بہ ٿيندي آهي ۽ ان مان معياري ادب بہ پيدا ٿي سگهندو آهي.

**نصير: چڱو ڀلا ٻڌايو تہ "وهي ڪاتي جا پنا" لکڻ جي اصل ڪمائي ڇا آهي؟**

لڇمڻ: دراصل اسان جي هڪ اديبا آهي، ريٽا شهاڻي. هن پونا مان سنڌ جي ساروڻين بابت هڪڙو اسپيشل نمبر پئي ڪڍيو. مون کي فون ڪيائين تہ سنڌ جي ساروڻين تي هڪ اسپيشل نمبر پئي ڪڍان. تون بہ آرٽيڪل لکي ڏي. تنهنجي ٻارنهن ٻارنهن سال عمر هوندي تڏهن، ۽ توکي بہ سنڌ جون يادگيريون هونديون. سو لکي ڏي. مون چيو نيڪ آهي، لکون ٿا. پر پوءِ ڇا ٿيندو آهي تہ زندگيءَ جا گهڻا ئي ڪم آڏو ايندا آهن تہ جيڪو ڪم سياڻي تي ٽاري سگهجي، سو هرويرو اڄ ئي ڇو ڪجي؟ ائين مان بہ ٽاريندو رهيس. ريٽا گهڻا ئي نياپا ڪيا. آخر دهليءَ ۾ هڪڙو مشاعرو هو جنهن ۾ اسان جو پوني جو هڪ شاعر آهي گوورڌن شرما گهايل، سو بہ آيو پئي. ريٽا انهيءَ کي چيو تہ وڃين پيو مشاعري ۾، تہ لڇمڻ کان آرٽيڪل ضرور وٺي اچجانءِ، نہ تہ پوني اچڻ نہ ڏيندي سانءِ. هو اچي ڌرڙو ماري ويهي رهيو. چيائين تہ يار هُوءَ گُهري پئي آرٽيڪل، تون ڏين ڇو نہ ٿو؟ مون چيو، چڱو ڀلا سياڻي مان توکي پهچائيندس. سو رات جو ويهي مون لکي ورتو ۽ ٻئي ڏينهن هن کي ڏئي ڇڏيم. ائين آرٽيڪل ڇپجي ويو. ان مسودي جي هڪ ڪاپي بہ رکي ڇڏي هيم. ڇپجي ويو تہ ماڻهن کي پسند آيو ڏاڍو. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ اسان وٽ جُهونا ڳڙھ ۾ هڪ سيمينار هيو. چيڱن: يار! تو تہ هي ماسٽر پيس لکيو آهي. ارجن حاسد چيو تہ ڏاڍي سهڻي شيءِ لکي اٿئي، سو اڳتي بہ لک ـ ۽ مون بلڪل ائين ريٽا جي چوڻ تي زبردستي اهو چيپٽر لکيو هو جيئن اوهان کي ٻڌايم. تن ڏينهن ۾ اُتي (ڀارت ۾) ڪو پيو سيمينار بہ ٿيو هو جنهن ۾ هتان سنڌ مان تاجل بيوس ۽ رکيل مورائي وغيره آيا هئا. رکيل کي مون چيو تہ مون سنڌ جون ساروڻيون لکيون آهن. ان جي هڪ ڪاپي ڏيانءِ ٿو اها تون وڃي منهنجي دلبر، منهنجي پياري، پريتوان نصير مرزا کي ڏجانءِ. مون نصير کي ڇپجڻ لاءِ نہ موڪليو هو پر ان خيال کان تہ هيءَ بہ ان کي نظر مان ڪڍي، مون کي اها بلڪل خبر ڪانهي تہ ان جي ڪاپي نصير مرزا وٽان "سوجهرو" تائين ڪيئن پهتي؟ ها! هڪ ڏينهن مان پنهنجي گهر ۾ وينو هوس تہ ٻارهين، هڪ وڳي ڌاري تاج بلوچ جو ڪراچيءَ مان فون آيو. اسين ان کان اڳ نہ ڪڏهن گڏيا هئاسين، نہ مليا هئاسين مون نالو هن جو ٻڌو ضرور هو تہ هي تاج بلوچ آهي، سوجهرو بہ ڪيندو آهي. جيڪو تاج جو اسٽائيل آهي، تيئن ڳالهائڻ لڳو: "اڙي يار لڇمڻ ڪومل! هتي ڌماڪا ٿي ويا آهن. هيئن ٿي ويو هو ٿي ويو." زمين آسمان جا ڪلاوا ٻڌائين. مون چيو تہ ٿيو ڇا آهي؟ چيائين تہ تنهنجي ساروڻين واري آرٽيڪل ڌماڪا ڪري ڇڏيا آهن. ۽ مون ان کي ٻن حصن ۾ ڇپيو آهي، ڇو تہ آرٽيڪل وڏو هو. بهرحال، چيائين تہ هاڻي تون مون کي هر مهيني ان جي قسط ڏي. مون چيو اهو تہ پورو ٿي ويو. چيائين نہ. جتي تو ختم ڪيو آهي، جتان توهان پاڻيءَ جي جهاز ۾ چڙهي وڃو ٿا، اتان کان اڳتي هلاءِ. سو ائين اهو سلسلو شروع ٿيو. هر مهيني جي ستين ائين تاريخ



کان هن جو فون اچڻ شروع ٿيندو هو تہ "موڪل..... موڪل..... موڪل....." ۽ مان چوندو هوس تہ لکان ٿو لکان ٿو. ڏهين، ٻارهين پندرهينءَ تائين مان هن کي هر مهيني قسط اي ميل ڪري موڪليندو هوس. باقي لکڻ جو اسٽائيل منهنجو سچ پچ تہ ائين ئي آهي، جيئن مون پاڻ هن ۾ لکيو آهي تہ ڪي قسطون پاٽي پي لکندو هوس تہ ڪي پيگ پي لکندو هوس. هاڻي جيڪي پاٽي پي لکندو هوس، انهن جي نوعيت ئي ٻي هئي، اسٽائيل ئي ٻيو هو عبارت ئي ٻي هئي ۽ پيگ پي لکيل قسط جي عبارت ٻي ٿي پوندي هئي. سو ائين اهو سلسلو هلندو رهيو.

**نصير: مون چيو پئي تہ اوهان پنهنجيءَ تحرير ۾ جيڪا پورنوگرافي ڪريو ٿا، اسان ان کي اگهاڙپ ڪٿي نہ بہ چئون. اوهان جو پنهنجو هڪڙو لذيذ انداز آهي، اهو انسپائرڊ آهي ڇا؟**

لڇمڻ: اهو قطعي بہ انسپائرڊ ناهي نصير. تون منهنجو ياءُ ويٺو آهين. تہ مون ڪڏهن بہ هتان (دماغ ڏانهن اشارو ڪندي) نہ لکيو آهي. مان هتان (دل تي هٿ رکي) لکندو آهيان. مان تمام نيچرل نموني لکندو آهيان، ليٽي، گوڏا مٿي ڪري، تختو رکي، آرام سان لکندو آهيان. ٻرنڪ وٺندي يا سگريٽ پيئندي. ٻن ويهڪن ۾ قسط لکي پوري ڪندو آهيان. لکندو پينسل سان آهيان. پر لکڻ کان پوءِ هفتو ٻيو لڳندو آهي مون کي آهستي آهستي ويهي فيئر ڪرڻ ۾. اهو فيئر ڪرڻ وارو مرحلو منهنجي لاءِ وڏو عذاب هوندو آهي.

**اسحاق: مطلب تہ توهان ري رائيٽ ڪريو ٿا؟**

لڇمڻ: نہ پر فيئر ڪندو آهيان. لکڻ کان پوءِ لفظ متائڻ، سٽون ري رائيٽ ڪرڻ، ٽڪ ٽڪ، ٽڪ ٽڪ مان ڪڏهن بہ نہ ڪندو آهيان. لکجي ويو سو لکجي ويو.

**نصير: سوال اهو آهي تہ ان ۾ جيڪا نرگسيت آهي.....**

لڇمڻ: ها، ٻڌو...... جڏهن ويهہ پنجويهہ قسطون ٿي ويون ۽ ڪتاب پئي ڇپيو تہ ڪتاب ۾ مون جيڪا Dedication ڪئي، اها هئي تہ "ريتا شهاڻيءَ جي نالي، جنهن مون کان هي وهي کاتي جا پنا لکرايا ۽ نصير مرزا جي نالي، جنهن منهنجو پهريون پنو شايع ڪرايو." پر جڏهن ڪتاب مون وٽ آيو تہ پبلشر ان ۾ پهريون حصو رکيو نصير

مرزا وارو حصو ڪاٽي ڇڏيو. اهو اوريجنل مون وٽ اچا آهي، جنهن مان نصير مرزا واري Dedication هن ڪٽي ڇڏي آهي.

**اسحاق: توهان پبلشر کان پڇو، تہ هن اوهان جي Dedication ۾ اهڙي ردوبدل ڇو ڪئي؟**

لڇمڻ: ها، پڇيومانس، تہ چيائين: "نصير مرزا جو ان ۾ ڪهڙو ڪردار آهي؟ هن ڇا ڪيو؟ لکرايو توکان ريتا، ڇپيو مون ، نصير مرزا وچ ۾ ڪٿان آيو؟ ان جو ڪهڙو رول؟" ظاهر آهي وڏيڪ ڳالهائڻ اجايو هو جو توکي خبر آهي تہ هو ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي.

**نصير: اڇا، مون ڇيو پڇي تہ جيڪو سبجيڪٽ آهي اوهان جي آٽوبايوگرافيءَ جو، ان ۾ ٻيون تہ برابر سنڌ جون يادگيريون گهٽيون آهن، پر جيڪا Main ڳالهہ آهي، سا اوهان جي نرگسيت آهي. Self Projection آهي ۽ توهان جي زندگيءَ جو جيڪو جنسي پهلو آهي، اهو وڏيڪ Portray ٿو ٿئي. اهو توهان ڄاڻي واڻي ٽاڪريو يا Spontaneously اچي ٿو وڃي؟**

لڇمڻ: نہ ان ۾ منهنجي ڪابہ شعوري ڪوشش ڪونهي. ۽ بلڪل Spontaneous آهي اِهو منهنجو اسلوب... لکڻ جو طريقو هي آهي تہ جڏهن مون کي قسط لکڻي هوندي آهي تہ پنهنجي گهرواري گوپيءَ کي چئي ڇڏيندو آهيان، ليند لائين فون جي تار ڪڍي ڇڏ ۽ No body disturb me. نوڪرياڻيءَ کي چوندو آهيان تہ پيگ ٺاهي ڏي، انهيءَ کان پوءِ اڌ ڪلاڪ هن کان مساج ڪرائيندو آهيان. ۽ تازو توانو ٿي، پوءِ دروازو بند ڪري، ٻن ڪلاڪن ۾ قسط لکي وٺندو آهيان.... ها! تنهنجو سوال الائي ڪهڙو هو....

**نصير: مون پڇيو پئي تہ اوهان جي نرگسيت جو تذڪرو ۽ ذاتي جنسي ڳالهيون وڏيڪ ڇو آهن، اوهان جي آتم ڪٿا ۾؟**

لڇمڻ: سچي ڳالهہ ٻڌايانءِ تہ جڏهن مان پهرين سٽ لکندو آهيان تہ مون کي خواب خيال ۾ نہ هوندو آهي تہ اڳتي مان ڇا لکڻ وارو آهيان. بس رڳو اها خبر هوندي آهي تہ لکڻو آهي. لکڻ کان اڳ ڪڏهن مون ڪي پوائنٽون سوچيون هجن، نہ قطعي بہ نہ. بلڪل فطري نموني، ان جي جيڪا رواني جُڙندي آهي، جيئن ڳالهہ هلندي ويندي آهي، تيئن لکندو ويندو آهيان. ڇوتہ Things come from here (دل ڏانهن اشارو ڪندي)

**اسحاق: توهان زندگيءَ جو وڏو عرصو صحافيءَ طور گذاريو آهي. جيڪو بہ صحافي ٿيندو آهي، اهو ڏاڍو سوچي سمجهي لکندو آهي ۽ ان جي تحرير ۾ ايتري رواني يا Flow گهٽ ٿيندو آهي، جيڪا رواني توهان جي آتم ڪٿا ۾ نظر اچي ٿي. هڪ صحافيءَ هجڻ جي باوجود اوهان پنهنجي لکڻ جو اهو روايتي هُنر يا انداز ترڪ ڪري، هي بلڪل اُبتو انداز ڪيئن اختيار ڪري سگهيا آهيو؟**

لڇمڻ: جنهن اخباري ڪالم جي تون ڳالهہ ڪرين ٿو سو مان Times of India ۾ لکندو هوس. البتہ اهو روزاني نہ هوندو هيو پر ڇنڇر ۽ آچر ڇڏي، هفتي جا باقي پنج ڏينهن هوندو هيو. سومر کان جمع تائين، جيڪي مان City Notes جي

عنوان سان لکندو هيس. اهو نج ڪمرشل ڪالم هوندو هيو. انهيءَ ۾ پنهنجي قابليت ڏيکارڻ جي ڪا ضرورت ئي ڪونه هئي. اهو منهنجو ڌنڌو هو. پروفيشنُ هو جيڪو مون کي روزي روٽي ڏيندو هو. دهليءَ مان، هن وقت به روزانو 9 انگريزي اخبارون نڪرنديون آهن. دنيا جي ٻئي ڪنهن به شهر مان ايتريون اخبارون ڊيلي ناهن نڪرنديون. نيويارڪ مان به نه. لنڊن مان به نه.... سو اهي نَوَ ئي اخبارون زبردستي مون کي پڙهڻيون پونديون هيون، جو اها منهنجي جاب هئي. صبح جو هڪ ٻين بجي تائين اهي اخبارون مان ڏسي وٺندو هوس. مون پنهنجي ڊرائيور کي چئي ڇڏيو هو ته ڪڏهن به ٻارهين کان اڳ ۾ نه ايندو ڪري، جيئن مان تفصيل سان اهي اخبارون پڙهي وٺان. پوءِ مان اخبارون پڙهي، ڏسي وٺندو هوس ته ڪهڙيون خبرون اسان مِس ڪيون آهن ۽ ڪهڙيون ٻين. ان کان پوءِ مان پريس ڪلب ويندو هوس، جتي لنچ ڪري، بيئر بيئر پي، ٽين بجي کان پوءِ آفيس ويندو هوس. ٽين ۽ ڇئين جي وچ ۾ مون کي سوچڻو پوندو هو ته اڄ لکڻو ڇا تي آهي. بس رڳو ڪو موضوع مون کي هٿ لڳي وڃي، باقي منهنجي پريڪٽس اهڙي ٿي ويئي هئي، جو ڇئين کان پنجين جي وچ ۾ ڪلاڪ اندر ڪالم لکي مان هليو ايندو هوس. اهو سڀ پروفيشنل هو ڪا وڏي ڳالهه ڪانه هئي. آتم ڪٿا ۾ اِئين ناهي، ان ۾ مون کي پنهنجو پاڻ کي اندر آڻڻو پوندو آهي. پر اخباري ڪالم ۾ منهنجي ڪا دل جي ڳالهه شامل نه هوندي هئي، روزي روٽي جو معاملو هو.

**نصير: هندستان ۾ جيڪي سنڌي لکي پيا يا لکندا رهيا آهن، ويندي گَني سامتاڻيءَ ۽ موهن ڪلپنا تائين، ته اهي هندينائيزڊ الاهي آهن. انهن جي پيٽ ۾ اوهان جي ٻولي گهٽي نج آهي. اوهان ڪئين سر لکڻ وقت ان مان هندي لفظ ڪڍندا ويندا آهيو يا اوهان لکو ئي ائين ٿا؟**

لڇمڻ: منهنجي لکيل ٻولي به اها اٿئي، ڳالهايل به اها اٿئي، ته ڪميونيڪيشن جي ٻولي به اها اٿئي. لکندي ڪڏهن به هندي لفظ منهنجي ذهن ۾ ڪو ايندو ئي ڪونهي. مان چئي به نه سگهندو آهيان. اصل ۾ منهنجي تربيت به اهڙي ٿي آهي. ننڍي هوندي نوابشاهه ۾ مدرسن ۾ پڙهيو آهيان. مان نون ڏهن سالن جي عمر ۾ فارسي روانيءَ سان لکندو هيس، ته معنيٰ فارسي به مون کي گهٽي ايندي هئي. هنديءَ سان منهنجو پالو ئي نه پيو. پيو ته هندي مون کي هڪڙي زناني ٻولي لڳندي آهي. مون کي ان ۾ مردانگي نظر ناهي ايندي برابر حُسن به ان ۾ آهي ۽ ٿورو گهڻو مٺاس به. پر ڇاهي ته ان طرف منهنجو گهڻو لاڙو ئي نه ويو آهي. ان ڪري منهنجيءَ سوچ ۾ به ڪڏهن ان جو ڪو لفظ ناهي ايندو نه ڇوڙ ئي ايندو اٿم. جڏهن ڪي هندي ڳالهائيندا آهن، ته چوندو آهيان، هي ڇا پيا چئو؟ مان ته مري ويندو آهيان، جي ڪو هندي لفظ ڳالهائيندو آهي. ٻين کان پيو پڇندو آهيان ته هي چوي ڇا پيو؟ ته مون ڪڏهن سوچيو به ڪونهي اهڙو ڪو لفظ جنهن کي پوءِ ڪٽي ۽ Replace ڪيان. نيوَر.... هندي لفظ مون کي ايندا ئي ناهن.

**اسحاق: اوهان "وهي ڪاتي جا پنا" جي ڪنهن پني ۾ پنهنجي والده جو ذڪر ڪيو هو ته هن اوهان کي ڪلب ويندي ڏسي چيو، ته "مون کي به وٺي هلو." ۽ پوءِ اوهان هن کي پاڻ سان گڏ وٺي به ويا. اتي پيش آيل ڪن دلچسپ ڳالهين جو به اوهان ذڪر ڪيو آهي. ان حوالي سان ڪجهه وڌيڪ ڳالهيون شيئر ڪرڻ پسند ڪندؤ؟**

لڇمڻ: اها شڪاگو جي ڳالهه آهي. گرين ڪارڊ هوندو هو تنهن ڪري هر سال پيا آمريڪا ويندا هئاسين. ٻه مهينا ڪن مان اتي گذاريندو هوس. منهنجي ماءُ به پورو سال آمريڪا ۾ رهي. هاسو منهنجو پاءُ ۽ مان پاڻ ۾ ڏاڍو ويجها آهيون. هو چار سال مون کان ننڍو آهي، پر اسان پاڻ ۾ دوست آهيون. ۽ ڏاڍا antimate. ويندي ٻئي، هڪ ئي وقت ساڳي ڇوڪريءَ سان عشق ڪري سگهندا آهيون. سڀا پائر هوندي به اسان ۾ ايڏي ويجهڙائپ آهي. اسان کي پاڻ ۾ ڪا ڳجهي ڳالهه ڪرڻي هوندي هئي ته انگريزيءَ ۾ ڪندا هئاسين، جيئن امان نه سمجهي. هڪ ڏينهن اسان پاڻ ۾ سوچيو پئي ته نائيٽ ڪلب هلجي. اسان انگريزيءَ ۾ اهو ڳالهايو پئي ته امان پاڇائيءَ کان پڇيو ته هي ڇورا ڇا ٿا ڳالهائين؟ چيئين ته هڪڙي پلي بواءِ ڪلب ٿيندي آهي، هي اتي پيا وڃن. تڏهن هن پڇيو ته اها ڇا ٿيندي آهي؟



ته ٻڌايائينس ته اتي ڇوڪريون بنا ڪپڙن جي نچنديون آهن. منهنجي ماءُ چيو ته مان به هلنديس. مون چيو ته امان، تون پنجهتر سالن جي پوڙهي، تون هلي ڇا ڪندينءَ؟ چيائين ته مان ڏسڻ ٿي چاهيان ته اهو آهي ڇا؟ منهنجو پاءُ جيڪو ڪجهه مذاقي آهي، سو چيائين ته يارا وٺي هليس ڪٿي. پوڙهي خوش ٿي ويندي مون چيو ته، پر هن حالت ۽ عمر ۾ نائيٽ ڪلب ۾ جتي ڪئبريز ۽ ييو جهان آهي، اتي هن کي ڪيئن وٺي هلون؟ پر هن چيو ته ڇا ٿي پيو پلي هلي ڏسي. آخر اسان وٺي رياسينس. ايڏي بزرگ ۽ هندستاني ساڙهي پاتل ليڊيءَ جو ائين اچڻ عجيب هو سو ماڻهن نهاريو پئي ته هي ڪير آهن؟ اسين وڃي ويهي رهياسين ڇُپ چاپ. ڪئبري پئبري شروع ٿيو. ڪئبري جي Mannerism جي ته توهان کي خبر آهي. هن ويچاريءَ کي خبر ڪونه هئي. ڇوڪريون نچندي نچندي هڪ هڪ ڪري ڪپڙا

لاهينديون پئي ويون. آخر بلڪل بي لباس ٿي ويون. وري پوءِ مختلف ماڻهن وٽ وڃي پئي وينيون. مون سان بہ. ٻين سان بہ. امان وٽي ڏسي. هنن کي. ڪلاڪ کن تائين ڏسندي رهي. مون ڇيومانس تہ: "امان! ڏٺئي نہ. هاڻي هلون؟" چوي: "ها. هلون ٿا. ڏسان تہ سهي." بہ ڪلاڪ اهو ڏسڻ کان پوءِ اسان اٿياسين. ٻاهر اچي مون کي ٿي چوي: "مَنُو! هنن ڇورين کي ڪو شرم حياءُ آهي، ڪو ڇوڙن آڪڻ وارو بہ اٿن. ڪو مٽ مائٽ ڪونہ اٿن ڇا. جو هنن کي ائين ڇيڪ چڙي ڏنو اٿن." مون ڇيو تہ "امان! هتي ائين ٿيندو آهي." چيائين: "پٽسان منهنجي اشراف پٽن کي هينئن وينيون خراب ڪن." مون چيو تہ "امان! توکي برابر تہ خبر آهي. پر هنن کي ڪهڙي خبر تہ تنهنجا پٽ ڪيترا اشراف آهن ۽ هن وقت تائين گهٽين حورن کي هنجن ۾ ويهاري چڪا آهن. تون بس ان ڳالهہ کي ڇڏي ڏي."

**طارق: هتي ذڪر نڪتو، تہ توهان جي تحرير ۾ پورنوگرافي آهي. ڇا توهان پاڻ اها ڳالهہ تسليم ڪريو ٿا تہ توهان جي لکڻيءَ ۾ پورنوگرافي آهي؟**

لڇمڻ: Absolutely no, its not pornography. انهيءَ لاءِ نہ فحاشيءَ جو لفظ درست آهي، نہ پورنوگرافي جو. پورنوگرافيءَ جي جيڪا ڊڪشنريءَ ۾ معنيٰ آهي، اها آهي عرياني. عورت جي جسم کي هر زاويي کان عريان نمونې پيش ڪرڻ کي پورنوگرافي چوندا آهن. ۽ مان نٿو ڀانيان تہ مون ڪٿي عورت جي جسم ۽ انگن کي Physicaly ائين پيش ڪيو هجي، جنهن کي پورنوگرافي سڏي سگهجي. اصل ۾ اوهان جيڪي مختلف سائيزن ۾ عورت جي سيني جون، ٻين عضون جون بنا لباس جي تصويرون ڏسندا آهيو اها سڏبي آهي پورنوگرافي. توهان ڏسندؤ تہ مون عورت جي انگن جي اهڙي Depiction ڪٿي بہ ناهي ڪئي.

**طارق: مان پاڻ بہ ان ئي خيال جو آهيان. مثال طور مائيڪل اينجلو جون پينٽنگس آهن. يا وينس جو مجسمو Semi Nude بلڪ Nude ئي آهي. پر اسان ان کي پورنوگرافي ان ڪري نٿا چئي سگهون، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ عورت جي خوبصورتيءَ کي ڊيڪاريو ويو آهي. بلڪل ائين عورت جي سمورين ان قسم جي پينٽنگس کي عام ماڻهو اگهاڙوئي سڏيندو، پر ائين ناهي... ريمبرانٽ جون پينٽنگس آهن، جنهن پنهنجي زالن جا Nude portraits ٺاهيا آهن. پر اهي عورت جي جسم کي بيوٽيفاءِ ڪن ٿا ـ تہ توهان جي آتم ڪٿا ۾ جيڪي اهڙا حصا آهن، اهي آرٽ پيس آهن يا پورنوگرافي، اهو پئي پڇڻ چاهيم.**

لڇمڻ: نہ. پورنوگرافي تڏهن هجي، جڏهن مان عورت جي جسم جي خدوخالن کي، يا ان جي مختلف Components کي اگهاڙي نمونې پيش ڪريان. پر مون ڪابہ چترڪاري نہ ڪئي آهي. مون فقط پنهنجا تعلقات، جتي بہ ماڻهو Involve آهن، انهن کي بيان ڪيو آهي. توهان کي خبر آهي تہ مون ڪنهن بہ عورت جي ذڪر دوران فقط پنهنجي ۽ هن جي وچ ۾ موجود تعلقاتن کي بيان ڪيو آهي. مثال طور هڪ "پني" جي آخر ۾ مون اهڙو ذڪر ڪيو آهي، جيڪا ممڪن آهي تہ اوهان کي

پورنوگرافي لڳي، پر اها پورنوگرافي ناهي. تہ: "ان رات جڏهن مان ۽ سروري هڪ ٻئي کي ياڪر ۾ قينچي هٽي وينا هئاسين. ان وقت ائين لڳو تہ مان سڄي جو سڄو .... ۾ تحليل ٿي ويو آهيان." مون ڪٿي بہ ان ڇوڪريءَ جي جسم يا ان جي بناوت کي پيش ئي ناهي ڪيو. ان ڪري ان کي پورنوگرافي نٿو سڏي سگهجي. اها Intimation of relation ship آهي.

**اسحاق: اصل ۾ اهو هڪ قديم روڳ آهي، جيڪو آرٽ سان گڏ هلندو اچي ٿو. هاڻ جڏهن ادب ۾ جنسيات جو موضوع ڇڙيو ئي آهي، تہ.....**

لڇمڻ: توهان ڪاما سُوترا ۽ ڪوڪ شاستر پڙهي ڏسو تہ توهان کي خبر پوندي تہ هي تہ انهن جي اڳيان ڪجھ ڪونهي. توهان ودیا پتيءَ جي شاعري پڙهندؤ تہ توهان کي حيرت وٺي ويندي. ودیا پتي هيڏو وڏو شاعر آهي ۽ هن کي پوڄين ٿا. اهو هڪڙي نظم ۾ ڪرشن ۽ رادا جو ذڪر ٿو ڪري، جيڪي اسان جا ديوتا ۽ ديوي آهن. ڪرشن کي تہ هندو مت ۾ God ڪري پوڄيو وڃي ٿو. هو لکي ٿو: "ڪرشن. سڄي رات رادا جي پستانن کي مهٽي مهٽي، آخر ٿڪجي، ساڻو ٿي، سمهي پيو ۽ رادا اجا پوريءَ طرح ترپت (تِرپت يعني سيٽسفاءِ) بہ نہ ٿي آهي، تہ هُو سمهي پيو آهي. ۽ رادا ڪيس پنهنجي ساڙهيءَ جي پلوَ سان هوا هٽي، ننڊون ڪرائي رهي آهي." هاڻي اها ودیا پتيءَ جي شاعري آهي.

**اسحاق: هلو، ٺيڪ آهي مڃون ٿا تہ اها پورنوگرافي نہ آهي، پر هڪ ليکڪ جي بولڊنيس تہ آهي......**

لڇمڻ: نہ نہ اها، نہ پورنوگرافي آهي، نہ بولڊنيس آهي، بلڪ Expression of my relationship آهي.

**اسحاق: توهان ان کي ڪهڙو بہ نالو ڏيو، پر اصل معاملو ان ڪليل پڻي جو آهي، جيڪو اوهان جي لکڻيءَ تي حاوي آهي. مثال طور اوهان ڪجھ دير پهرين هڪ "مخصوص لفظ" استعمال ڪيو. هاڻي عام طور هڪ لکڻ وارو لکت ۾ ان قسم جي ڪنهن بہ لفظ استعمال ڪرڻ کان خوف کائيندو آهي، ڇو تہ اسان جي مخصوص سماجي ڍانچي ۾ ان قسم جي لفظ استعمال ڪرڻ سان تحرير تي فحاشيءَ جو الزام لڳي سگهي ٿو، ناپسنديده روين ۽ ردعمل کي برداشت ڪرڻو پئجي سگهي ٿو، پر پوءِ بہ اوهان اهو سڀ ايتري اعتماد سان ڪريو ٿا، تہ ڇا ان جي پٺيان ان خاص ماحول ۽ سماج جو هٿ نہ آهي، جتي توهان رهو ٿا، اُٿو ويهو ٿا، جتي ڪافي آزاديون آهن؟**

لڇمڻ: اهڙي سوسائٽي ۾ مان اڪيلو نٿو رهان. مون سان گڏ منهنجا ٻيا همعصر ليکڪ بہ رهن ٿا. اسين سڀ رهون ٿا، پر سڀ ائين نٿا لکن. سچي ڳالھ آهي تہ مان جنهن وقت لکڻ ويهندو آهيان، ان وقت انهن ساڳين گهڙين کي نئين سر جيئندو آهيان. ائين نہ آهي تہ پهرين ياد ڪريان تہ هِتي ڇا ٿيو هُتي ڇا ٿيو؟ مان پل پل انهن گهڙين مان گذرندو آهيان. لڳندو آهي تہ مان پنهنجي ماضيءَ ۾ موٽي ويو آهيان. انهن

حالتن ۾ موتي ويو آهيان ۽ انهن کي ٻيهر پيو جيئان. انهيءَ ڪري توهان کي منهنجي لکڻين ۾ Intensity نظر ايندي. اهي يادگيريون ناهن. انهن پلن ۾ گهڙين مان، خوشين مان، وارداتن مان ٻيهر گذرڻ آهي. جڏهن مان لکان ٿو ته مان سنڌ مان وڃڻ وقت جهاز ۾ وينو آهيان ۽ ٻن ڏينهن کان ڪاڏو نه ڪاڏو اٿم. ته اهو سڀ جڻ اکين اڳيان گذرندو آهي. ته مان اتي ڪيئن وينو هوس. ڪهڙيءَ جاءِ تي وينو هوس. ڪيئن اسان پاڻيءَ جي ڦڙي لاءِ به ترٻياسين پئي. منهنجي خيال ۾ اهڙي ئي پيڙا مان گذري لکندو آهيان ۽ ايئن مان فقط حافظي جي آڌار تي ناهيان لکندو.

**اسحاق: اوهان آتم ڪٿا جي ڪنهن تازي "پني" ۾ لکيو آهي، ته "آتم ڪٿا لکڻ وڏو عذاب آهي. هر ست لکڻ لاءِ ان لمحي، پل ۽ گهڙيءَ مان' نه رڳو گذرڻو ٿو پوي، پر ان کي نئين سر جيئڻو، ماڻڻو ۽ ڀوڳڻو ٿو پوي. اها ئي ڳالهه توهان هاڻ هتي به ڪئي. ڇا آتم ڪٿا لکڻ کي عذاب سان ڀيٽڻ جو ڪو خاص پس منظر آهي؟**

لڇمڻ: نه. پسمنظر ڪوبه ڪونهي. پر ٽارچر ته آهي نه. جيڪڏهن مان هڪڙو منظر Create ڪريان ٿو ته سمجهو ٿا ان سان خود مون کي ڇا سهڻو پوندو. هن وقت مان فرسٽ ڪلاس موڊ ۾ وينو آهيان. ته ٽي پيگ پي به وينو آهيان. هڪڙي سٺي فلم به ڏسي آيو آهيان. هڪڙو سٺو ماحول جڙيل آهي. ان صورتحال ۾ جيڪڏهن ماضيءَ جي ڪنهن تلخ تجربي مان نئين سر گذرڻو پوي، ته اهو لکڻ عذاب نه چئبو ته ڇيو ڇا؟

**طارق: لڇمڻ صحافي وڏو آهي، شاعر وڏو آهي يا نثر نويس؟ اوهان پاڻ کي وڌيڪ بهتر ڇا ٿا لڳو؟**

لڇمڻ: اهو ڏاڍو ڏکيو سوال پڇيو اٿئي. وڏو مان ڪوئي ناهيان. صحافت منهنجو ڌنڌو هو جيئن ڪنهن به ماڻهوءَ جو ڪو پروفيشن ٿي سگهي ٿو. ڪو ڊاڪٽر، ڪو انجنيئر يا ڪو ڪاٺي ڪٽيندڙ به ٿي سگهي ٿو. روزي روٽيءَ لاءِ ڪوبه ڌنڌو اختيار ڪري سگهجي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو منهنجي لکڻ ۾ پروفيشنل ٽچ ناهي، ها! پروفيشنل ٽچ منهنجي جنرلزم واري ڪم ۾ ضرور هو.

**طارق: هڪ ليکڪ طور توهان کي لکڻ ۾، هڪ صحافي لڇمڻ ڪومل ڪيتري مدد ڪئي؟**

لڇمڻ: ڇا آهي ته صحافت ۾ هڪ ٽارگيٽ ايريا ٿيندي آهي. مثال طور ٻارهين وڳي ايڊيشن ويڃڻو آهي. ٻارنهن ٿي ويا آهن. ته اوهان کي ڳڻتي شروع ٿيندي ته يار! اڃا ڪالم نه آيو آهي. هڪڙي ڊيڊ لائين آهي. انهيءَ ٽريننگ يا تربيت مون کي لکڻ ۾ ڏاڍي مدد ڪئي. هاڻ جڏهن ايڊيٽر چوي ٿو ته قسط کپي، ته مان لکي ٿو وٺان. پر اُها پروفيشنل رائيٽنگ هئي، هيءَ فورس رائيٽنگ آهي. صحافت جي ڪري مون کي لکڻ جي تربيت ملي. ڪيترا ئي پيرا سيمينارن ۾ ائين ٿيو آهي ته ڪنهن ماڻهوءَ کي پيپر پڙهڻو آهي ۽ هو نه پهچي سگهيو جيئن نارائڻ شيام تي سيمينار ۾ گوورڌن محبوباڻي نه پهچي سگهيو. هن جو ڏاڍو اهم پيپر هو. هريش واسواڻيءَ مون کي چيو ته يار هي ته ڏاڍو مسئلو ٿي پيو. مون رات وچ ۾ پيپر لکيو ۽ صبح جو پڙهيم. سڀني چيو ته بيسٽ پيپر لڇمڻ جو آهي، جڏهن ته رات جو ويهي ٽڙ ٽڪڙ ۾ لکيو هوم. پونا جي سيمينار ۾

احمد آباد جي سيمينار ۾، اهڙا پنج ست سيمينار آهن، جن ۾ مون ائين ڪيو آهي ۽ اهي انهن پيپرن جي بنسبت گهڻا بهتر نڪتا آهن. جيڪي مان ڪلاڪن جا ڪلاڪ دماغ هڻي، لکيا هوندا. اهو منهنجو آزمودو اٿئي. تون مون کي چؤ ته مهيني اندر آرٽيڪل موڪلڻو اٿئي ته مان لکي نه سگهندس. اڄ لکيم، اڄ سياڻي لکيم. ائين چئن پنجن قسطن ۾ لکڻ سان اها چيز نه بيهندي آهي. پر جڏهن تون مون کي چوندين ته دروازو بند ڪري تو وجهان ۽ ٻن ڪلاڪن کان پوءِ ايندو سانءِ ۽... I want this ته ٻن ڪلاڪن کان پوءِ جڏهن تون ايندين ته ان وچ ۾ لکيل گهڻو بهتر هوندو. قسطن ۾ لکيل شيءِ جي پيٽ ۾. منهنجي لاءِ جبرًا لکڻ ڏاڍو ڪامياب رهيو آهي ۽ ان مقدار توڙي معيار ٻنهي کي قائم رکيو آهي. هڪڙي ٻي ڳالهه به آهي. جيڪڏهن نصير جي دماغ ۾، مرسڊيز جي ڊائي يا ڍانچو آهي ته مرسڊيز ئي نڪرندي ۽ جيڪڏهن منهنجي مٽي ۾ سوزوڪي جي ڊائي آهي ته سوزوڪي ئي نڪرندي. سو اصل معاملو اهو به آهي، ته اندر ڍانچو يا ڊائي ڪهڙي فٽ ٿيل آهي؟

**اسحاق: موجوده زماني ۾ لکڻ پڙهڻ وارن ۾ جيڪو لاڙو نظر ٿو اچي، تنهن موجب تخليقي ليکڪ به صحافتي لکڻين کي ترجيح پيا ڏين. ڪيترا ئي مقبول ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار، ڪالم نگار ۽ اخباري مضمون نگار بڻجي ويا آهن. اوهان اهڙي زماني ۾ صحافت کان ادب ڏانهن واپسي اختيار ڪئي آهي، ان جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟**

لڇمڻ: واپسي نه ڪئي اٿم. مون اوهان کي ٻڌايو ته اخبار مان مون جيئن ئي ريٽائر ڪيو ته ڪڏهن ڪڏهن ڪو شعر وغيره پيو لکندو هوس. البت سيمينارن جا مون پنجاهه سٺ مضمون ضرور پين جي چوڻ تي لکيا. باقي ٻيو ڪو سنجيده ڪم مون ڪڏهن نه ڪيو جيئن مون ذڪر ڪيو ته آتم ڪٿا به مون پاڻ نه لکي. منهنجي ملاڪن کي به خبر نه هئي ته آئون پنهنجي آتم ڪٿا به لکندس، پر جيئن مون پسمنظر ٻڌايو ته...... Thanks to Naseer Mirza and

**نصير: (وچ ۾ لقمو ڏيندي)... رکيل ۽ ريتا شهاڻي به....**

**لڇمڻ:** رکيل ته صرف پوسٽ مئن جو ڪم ڪيو. باقي ريتا، جنهن مون کان پهريون "پنو" لکرايو ۽ نصير، جنهن پهريون "پنو" ڇپرايو انهن ٻن جي ڪري مان لکي سگهيس. نه ته مون کي تصور ۾ به ڪونه هو ته مان ڪو ائين پنهنجي آتم ڪٿا به ويهي ڪڏهن لکندس.

**نصير: منهنجي ڪيڏي لئي ٿي وئي.....**

لڇمڻ: نہ. اها حقيقت آهي ۽ جڏهن مون اهو سچو پسمنظر آتم ڪٿا جي هن ٻئين ڀاڱي لاءِ لکيو تہ هن (پبلشر) ڦاڙي ڦتي ڪري ڇڏيو ۽ وڙهي پيو. چيائين تہ نصير مرزا ڇا ڪيو آهي.

**طارق: توهان جي نسل کان پوءِ هند ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جو مستقبل ڇا آهي؟**

لڇمڻ: ڏاڍو اونداهو..... ڏاڍو اونداهو. اسان هڪڙو ايڏو وڏو خال ڇڏي ويندا سين، جيڪو پرجڻ ڏکيو هوندو. اسان جو هتي نوجوان ترين بہ جيڪو شاعر آهي، سو چاليهن سالن جو آهي. انهيءَ کان هيٺ تہ هاڻي هند ۾ سنڌيءَ جو ڪو ليکڪ ئي ڪونهي.

**نصير: توهان جي بنيادي حيثيت هڪڙي شاعر واري آهي. اسان توهان جا غزل ۽ نظم پڙهيا آهن. هي اوچتو اوهان جو جيڪو نثر سامهون آيو آهي، ڇا شاعري ان نثر جي ملبيءَ هيٺان دٻجي وئي آهي يا اڃا جيئري آهي؟**

لڇمڻ: دٻجي وئي آهي. مان اڄ محسوس ڪريان ٿو تہ مان شاعر کان بهتر، نثر نگار آهيان. اصل ۾ گلوبل سطح تي بہ شاعري اڄڪلهہ پوئين سيٽ تي وڃي ويٺي آهي. توهان ڏٺو هوندو تہ گذريل ويهن سالن ۾ ڪنهن شاعريءَ جي ڪتاب کي نوبل پرائيز ناهي مليو. اوڪتاويو پاز آخري شاعر هو جنهن کي نوبل پرائيز مليو. انهيءَ کان پوءِ هر نوبل پرائيز نثر تي مليو آهي. نوبل پرائيز تہ شاعريءَ تي ڏنو ئي ناهي ويندو تہ ائين شاعري هن وقت بيڪ سيٽ تي هلي وئي آهي. پبلشر چون ٿا تہ يار شاعريءَ جا ڪتاب بہ نٿا هلن. اڄڪلهہ دنيا ۾ گهڻي ۾ گهڻو وڪرو آتم ڪٿائي ڪتابن جو آهي. آتم ڪٿا، جيون ڪٿا، ان کان پوءِ ناول، پوءِ ڪهاڻي، باقي شاعريءَ ۾ دم ڪونهي. شاعري اڄڪلهہ پڙهي بہ ڪير نٿو. ماڻهن جي شاعريءَ سان اها دلچسپي نہ رهي آهي. ائين شاعريءَ جي جيڪا ادب ۾ حيثيت هئي، سا بہ ناهي رهي. باقي مون محسوس ڪيو تہ: I feel more comfortable with prose, then poetry پسند جي خيال کان بہ ۽ لکڻ جي خيال کان بہ.

**اسحاق: چوندا آهن تہ جيڪو ناڪام شاعر هوندو آهي، سو اڳتي هلي نثر ۾ پناهہ وٺندو آهي. توهان سان ڪٿي ائين تہ نہ ٿيو؟**

لڇمڻ: ها، بلڪل اهو مون سان لاڳو آهي. مان ناڪام شاعر آهيان. ان ڪري مون نثر ۾ پناهہ ورتي آهي ۽ جڏهن نثر ۾ ناڪام ٿيندس تہ تنقيد ۾ پناهہ وٺندس.

**طارق: توهان اها ڳالهہ سنجيدگيءَ سان ٿا چئو تہ توهان هڪڙا ناڪام شاعر آهيو؟**

لڇمڻ: ها، سچ پچ. مون کي پنهنجي شاعريءَ ڪڏهن متاثر نہ ڪيو. مان نٿو ڀانيان تہ مان ڪو سٺو شاعر رهيو آهيان. غزل ٻزل ڪيترا ئي لکيا اٿم ۽ غزل لکڻ ۾ مان ڏاڍو Easy هوندو هيس، پر مون ڇڏي ڏنو غزل لکڻ، ڇاڪاڻ تہ غزل کي ڪا معنيٰ ئي ڪونهي. پنهنجي شاعريءَ مون کي پاڻ سيٽسفاءِ نہ ڪيو. ان ڪري ئي مان چوان ٿو تہ مان ناڪام شاعر کان پوءِ ئي ڪامياب نثر نگار بنيو آهيان.

**طارق: توهان جي شاعريءَ تي سخت قسم جي تنقيد بہ ٿي آهي. ويندي اهو بہ چيو ويو آهي تہ توهان ڪجهہ شاعري ڪتان ڪنئي بہ آهي.**

**اسحاق: بلراج ڪومل جي حوالي سان هڪڙي زماني ۾ اهو الزام اوهان مٿان لڳايو ويو هو.**

لڇمڻ: منهنجي جيڪا اها شاعري آهي، اها لڳ ڀڳ چاليهہ سال اڳ جي لکيل آهي. ٿي سگهي ٿو تہ شروعات ۾ انسپائريشن ورتي هجيم، پر ڪنيو ڪجهہ ناهي. باقي پڙهجي ٿو تہ گهڻيون ئي ڳالهيون ذهن ۾ رهجي وڃن ٿيون. مون بہ چاڪاڻ تہ ڪيتري ئي شاعري پڙهي آهي، تنهن ڪري ان تي اثر بہ برابر ٿيو آهي. ڪو Thought ڪنهن ليول تي اچي ويو آهي. مان بلڪل سهمت آهيان ۽ Conface ڪيان ٿو.

**طارق: اوهان شايد ساهتيہ اڪيڊميءَ جي ايوارڊ وٺڻ وقت اها ڳالهہ Conface بہ ڪئي هئي ۽ Excuse بہ ڪيو هو....**

لڇمڻ: نہ بلڪل نہ. اهڙو ڪجهہ ڪونہ هو. مون چيو هو تہ لاشعوري طور تي ڪا ڳالهہ اچي وئي هوندي، پر هاسيڪار مون ڪجهہ ناهي ڪنيو. باقي مان اردو شاعري تہ تمام گهڻي پڙهندو هيس ۽ ڪئين منهنجا دوست بہ هوندا هئا. اردو مئگزين بہ مون وٽ سڀ ايندا هئا. ان ڪري ٿي سگهي ٿو تہ ڪا ڳالهہ اچي وئي هجي، پر ان کان پوءِ مان اهڙو Concious ٿي ويس. جو مون شاعري صفا پڙهڻ ڇڏي ڏني تہ متان ڪنهن جو Reflection نہ پئجي وڃي.

**اسحاق: پلا توهان آتم ڪٿا لکڻ ۾ ڪنهن جي اسلوب کان متاثر ٿيا آهيو؟ اختر حسين راءِ پوريءَ جي 'گرد راهہ' جو تہ اوهان پاڻ ذڪر ڪيو آهي، تہ اهو هڪ شاهڪار آهي، پيو ڪير...**

لڇمڻ: بلڪل ڪيو اٿم پر Content (مواد) جي خيال کان. ڊڪشن يا ٻوليءَ جي خيال کان نہ.

**نصير: اسان کي ڪڏهن ڪڏهن توهان خوشونت سنگهہ جي ويجهو لڳو ٿا.**

لڇمڻ: خوشونت کي تہ مان هر هفتي ڪالم ۾ پڙهان ٿو. هن جا ڪتاب بہ پڙهندو رهان ٿو پر توهان کي ڪٿي Reflection نظر اچي ٿو ڇا؟ باقي اسٽائيل تہ ٿي سگهي ٿو.

**طارق: خوشونت سنگهہ جي جيڪا آتم ڪهاڻي آهي، ان ۾ بہ ان قسم جون ڳالهيون آهن، جيڪي هن ساڳئي اوهان واري انداز ۾ ڪيون آهن.**

لڇمڻ: ها، انداز تہ ٿي سگهي ٿو پر Content (مواد) جي لحاظ کان توهان کي ڪابہ هڪجهڙائي نظر نہ ايندي، اسٽائيل جدا ڳالهہ آهي.

**نصير: توهان هڪڙا گهڻ پڙهيا ليکڪ آهيو، جنهن کي برصغير جي فڪشن جو مطالعو يا تلهي ليکي Know how آهي ضرور. شاعريءَ جي بہ، فڪشن جي بہ ۽ تنقيد جي بہ... ائين آهي نہ؟**

لڇمڻ: شاعري تہ هاڻي مان پڙهندو ئي ڪونہ آهيان. باقي تنقيد، ناول، آٽو بايو گرافيز... جيئن دنيا ۾ هن وقت بہ مشهور آتم ڪٿا آئي آهي گارشيا مارڪيز جي "لونگ ٽو ٽيل" (Living to Tale) يا ٻين جون بہ جيڪي آيون آهن، سي پڙهيون اٿم.

عالمي ادب جي حوالي سان مان تمام گهڻو اپ ڊيٽ آهيان. ڪتاب مان وٺندو به آهيان ۽ پڙهندو به آهيان. ان ڪري سياويڪ آهي ته انهيءَ مطالعي جو Reflection اچي ويندو هوندو منهنجي تحريرن ۾....

**نصير: ان پس منظر ۾ منهنجو هڪ سوال سنڌي ادب جي حوالي سان به آهي، پوءِ پلي اهو سنڌ جو هجي يا هند جو، ته هن وقت جيڪو ڪجھ لکجي پيو ۽ ظاهر آهي ته ان مان ڪجھ نه ڪجھ توهان جي مطالعي هيٺ رهيو به هوندو، توهين سمجهو پيا ته برصغير جي ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ اهو بهتر آهي يا ان کي اڃا وڌيڪ بهتر هجڻ گهرجي؟**

اصل: اصل ۾ هندستان جي سنڌي ادب ۾ شاعري ته اها ٻيئي ڪانه. ڇاڪاڻ ته شاعري بنيادي طور دل جي چيز آهي. اها پنهنجي ڌرتيءَ مان ٿي ڦٽي. ڌرتي اسان وٽ اتي آهي ڪونه. ته اسان وٽ شاعري ايندي ڪٿان؟ مثال طور:

پَلي آس ٿر مان نه آ ٿوهرن،
پِٽائي ڏسين ٿو وڃون ٿيون ورن.

اهڙيون سٽون هندستان جو ڪو شاعر لکي ئي نه سگهندو ڇو ته اتي نه ٿر آهي ۽ نه ئي ٿوهر.

**طارق: ته پوءِ توهان نارائڻ شيام کي ڪٿي رکندؤ؟**

لڇمڻ: نارائڻ شيام جي شاعري گلوبل آهي ۽ جتي هن جي شاعريءَ ۾ سنڌ اچي ٿي ته اها اصل ۾ سنڌ جي يادگيري آهي. هن وٽ پِٽائي ۽ ٿر جو اهو احساس ڪونهي. هن وٽ جيڪو درد جو احساس آهي، اهو سنڌ ڇڏڻ کان پوءِ جو آهي.

الائي ڪهڙيءَ گهڙيءَ شيام ان مان نڪتاسين،
وطن ورڻ ته ڇا، سرحد ڏسڻ نصيب نه ٿي.

يا

الا ائين مَ ٿئي: جو ڪتابن ۾ پڙهجي،
ته هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ٻولي.

اهو هن Displace ٿيڻ کان پوءِ لکيو آهي. اسان هند وارن وٽ Displace ٿيڻ جو درد ڏاڍو آهي، جيڪو توهان وٽ نه آهي، ڇاڪاڻ ته توهان Displace ڪونه ٿيئو. اسين ٿياسين.

**طارق: ليکڪن ۾، خاص طور سنڌ جي ليکڪن ۾ چندا پت، جيليسي ۽ اسهپ گهڻي آهي. ڇا هندستان ۾ به آهي؟**

لڇمڻ: هندستان ۾ اڃا گهڻي آهي. سنڌ جي ڀيٽ ۾ اتي جيليسي وڌيڪ آهي.

**طارق: تنقيد جي باري ۾ اوهان جو ڇا خيال آهي، ته اها سنڌ ۾ وڌيڪ بهتر پئي ٿئي يا هند ۾؟**

لڇمڻ: تنقيد ٻن قسمن جي آهي: هڪڙي ذاتي، ڪنهن شيءِ يا ڳالھ کي ڪٽي تنقيد ڪرڻ ٻي: تخليقي تنقيد آهي. اها Creative criticism مان سمجهان ٿو ته هندستان جي نقادن وٽ وڌيڪ آهي. هريش واسواڻي، ستيش روهڙا ۽ ٻين وٽ وڌيڪ گهرائيءَ سان

آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ تعليم جو معيار وڏيڪ آهي. هتي تعليم جو معيار ڪونهي.
اتي اسان سنڌين ۾ هن وقت اسي سيڪڙو خواندگي آهي. توهان وٽ گهٽي هوندي؟
**نصير: اسان وٽ نيهہ سيڪڙو هوندي، جو ستر سيڪڙو ماڻهو تہ پڙهيل ئي ناهن.**

لڇمڻ: اهو فرق آهي. جيڪو بہ پڙهيل طبقو آهي، جيڪو سڄيءَ دنيا جو ادب پڙهي ٿو تہ ان وٽ اهو معيار بہ اچي ٿو وڃي.
**اسحاق: توهان هڪ ئي وقت هند توڙي سنڌ جو ادب پڙهندا رهو ٿا. ٿلهي ليکي ٻنهي پاسي لکجندڙ ادب ۾ توهان کي ڪهڙا فرق، اختلاف يا هڪ جهڙايون نظر اچن ٿيون؟**

لڇمڻ: ٻئي اسين هڪ ٻئي کان متاثر ٿيون ٿا. جڏهن هتي ترقي پسند دؤر هو تہ ان دور جي شاعري اتان جي شاعرن تي بہ وڏا اثر وڌا. موتي پرڪاش، ارجن شاد ۽ ٻيا هتان جي ترقي پسند شاعرن جي شاعري پڙهندا هئا ۽ انهن کان متاثر ٿيندا هئا. اسان اتي ويهي تنوير کي پڙهندا هئاسين. ائين خيال ايڪسچينج ٿيندا هئا. توهان سان مسئلو اهو آهي تہ پنهنجي ڌرتيءَ تي رهندي مسئلن جو شڪار آهيو اسان لاءِ ڌرتي ئي مسئلو آهي. سڄي هندستان ۾ آخر ڪٿي ڪٿي پٽڪون. اسان وٽ ٻي ڳالهہ اها ٿي آهي تہ علائقائي ٻولين جا ڏاڍا اثر پيا آهن. گجرات ۾ جيڪو سنڌي رهي ٿو ان تي گجراتي ادب جو اثر رهي ٿو. مهاراشٽر ۾ رهندڙ تي مرهٽيءَ جو اثر پوي ٿو. بمبئيءَ ۾ رهندڙ سنڌي اديب مرهٽي بہ ايتري رواني‌ءَ سان ٿو ڳالهائي، جيتري سنڌي
**نصير: برصغير جي انهن جن ٻولين جو اوهان ذڪر ڪيو، جن کي ترجمي جي وسيلي يا سڌيءَ ريت اوهان اپياس ڪيو آهي، تہ انهن جي مقابلي ۾ هي اسان جو جديد سنڌي ادب ڪٿي بيٺو آهي؟**

لڇمڻ: توهان وٽ جديد ادب ترجمن جي وسيلي آيو آهي. اسان وٽ اصلوڪين لکڻين ۾ بہ جدت موجود آهي. اسان وٽ جديد ادب جا سمورا اولڙا ڪهاڻيءَ ۾ شاعريءَ ۾ تنقيد ۾ بلڪل سڌيءَ ريت ٿا اچن. توهان هڪ سٺي فرينچ ڪهاڻي پڙهي اسپينش ڪهاڻي پڙهي، ان جو خوبصورتيءَ سان ترجمو ڪري پيش ڪريو ٿا. اسان وٽ ترجما گهٽ ٿا ڇپجن. سڌيءَ ريت لکجي ٿو. مثال: جنهن پورنوگرافيءَ جو توهان سوير ذڪر ڪيو اها اسان وٽ انند کيماڻيءَ وٽ حد کان وڌيڪ آهي. هن جي ناولن ۾ خطرناڪ حد تائين پورنوگرافي موجود آهي. هينئر هيري شيوڪاڻيءَ تي ڪيس ٿيو آهي. هن جي هڪ ڪهاڻي آهي "ديو ڌرم" ان ۾ هن جنسيات تي ڪلئي نموني لکيو آهي. هڪ ننڍي ڇوڪري آهي، جيڪا ڪردار جي گهرواريءَ جي غير موجودگيءَ ۾ گهر ۾ آئي آهي. تہ ان ڪردار سان ان ڪهڙي نموني جسماني ويجهڙائپ ڪئي آهي. ڪهڙي نموني هن کي ڪم آندو اٿس. ان تي هن زبردست ڪهاڻي لکي آهي. پر اها پورنوگرافيءَ کان وڌيڪ ولگر ڪهاڻي چئي سگهجي ٿي. ان ڪري مٿس ڪيس ٿيو آهي ۽ هينئر هو ضمانت تي آهي.
**طارق: جديد ڪهاڻي لکجڻ جو پس منظر ڇا آهي؟ ٻيءَ معنيٰ ۾ جديد ڪهاڻي ڇا کي چئي ٿو سگهجي؟**

لڇمڻ: مان ڪهاڻيڪار نہ آهيان. نہ ئي مون کي ان متعلق ڪا ڄاڻ آهي. مون زندگيءَ ۾ رڳو ہہ ڪهاڻيون لکيون آهن. باقي اهو تہ ڪهاڻيڪار تي منحصر آهي تہ اهو ڪهڙا اثر ٿو جهٽي. پهرين هن وٽ ڪو نُڪتو ٿو پيدا ٿئي. ڪو خيال ٿو اچيس. ڪنهن ڪان متاثر ٿو ٿئي. مطالعي جا Reflections ٿا پونس. تہ اهو ان تي ڇڏيل آهي. باقي مان فڪشن نہ لکندو آهيان. نہ ان بابت خبر اٿم. منهنجو شعبو نان فڪشن آهي. مان نٿو چئي سگهان تہ ڪو ڪهاڻيڪار ڪيئن لکندو آهي. اننـد ڪيماٺي ڪهاڻي ڪيئن ٿو لکي تہ هريش واسواڻي ڪيئن ٿو لکي ۽ سندري ڪيئن ٿي لکي. ها، اهو آهي تہ پسمنظر سيني کي پنهنجو پنهنجو ٿئي ٿو.

**اسحاق: لکڻ لاءِ ڪنهن خاص ٽيڪنڪ، ڪنهن مخصوص فنائتي ڍنگ يا اسلوب وغيره جا قائل آهيو يا ڳالهين ۽ خيالن جي بيان کي ئي لکڻ ٿا سمجهو؟**

لڇمڻ: مان چاهيندو آهيان تہ عبارت دلچسپ پلي نہ هجي، پر جاذب ضرور هجي. ان ڳالهہ جو مان سختيءَ سان قائل آهيان. ڇاڪاڻ تہ سڪٽيون حقيقتون ڏاڍيون Dull (بيزار ڪندڙ) ٿينديون آهن. بي لطف ٿينديون آهن. رڳو هيئن ٿيو هوئڻ ٿيو بي معنيٰ آهي. منهنجي خيال ۾:

Any autobiography is the fictionalization of facts.

ان جي وڏي اهميت آهي تہ عبارت ڪهڙي آهي. ماٺهو هڪڙي عمارت ٿو ٺاهي، سِر جي مٿان سِر ٿو رکي، پر انهيءَ جي وچ ۾ binding force طور سيمينٽ لڳائڻو پوندو. ليکڪ جو ڪنٽريبيوشن اهو آهي.

**اسحاق: توهان جي آتم ڪٿا ۾ وڌاءُ ڪيترو آهي؟**

لڇمڻ: وڌاءُ ڇا جو؟ حقيقت جو يا Expression جو؟

**اسحاق: ڳالهين جو.**

لڇمڻ: broader facts are correct. باقي پيشڪش ۾ ٿي سگهي ٿو. مون ٻڌايو پئي تہ جڏهن هڪ سِرَ مٿان ٻي سِرَ رکندو آهيان تہ وچ ۾ سيمينٽ مان پنهنجو هڻندو آهيان. سيمينٽ منهنجو آهي، وسڪي سچ جي هوندي آهي، سوڍا منهنجي ملايل هوندي آهي.

**طارق: جيڪي دوست پارت مان ني آيا آهن، انهن جو چوڻ آهي تہ انديا جي نئين سنڌي نسل کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ لکڻ پڙهڻ نٿو اچي ۽ هان لکندڙن جي اڪثريت بہ ريٽائرڊ ماڻهن تي مشتمل آهي. ۽ اهي بہ اهو ڪم ان ڪري ٿا ڪن، ڇاڪاڻ تہ ساهتيہ اڪيڊميءَ سميت ڪيترا ئي ادارا ڪتابن تي ايوارڊ ڏين ٿا يا وري مختلف شهرن ۾ ٿيندڙ سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت لاءِ ٽڪيٽون ملن ٿيون ۽ گهمڻ ڦرڻ جو بهانو بہ ملي پوي ٿو. ائين ٿو لڳي تہ اتي لکڻ پڙهڻ بہ هڪ ڪاروبار بڻجندو پيو وڃي. ڇا واقعي ائين آهي؟**

لڇمڻ: اڄ ڪلهہ ايوارڊ، انعام اڪرام ۽ مالي مدد جو رواج ۽ الائي ڇا ڇا ٿي ويو آهي. ساهتيہ اڪيڊمي وٽ فنڊز آهن. دهلي اڪيڊمي آهي، نيشنل ڪائونسل فار

پروموشن آف سنڌي لئنگويج آهي، ٻيون اڪيڊميون آهن. افراطِ زر تمام گهٽي وڌي وئي آهي، تمام گهڻو پئسو اچي ويو آهي ادب ۾.
**اسحاق: ڪٿي پئسي جي گهٽائي هٽرادو ليکڪ ته نه پيدا ڪيا آهن؟**

لڇمڻ: ها، بلڪل هٽرادو ليکڪ ڏاڍا اچي ويا آهن. هڪ Genuine ليکڪ جي پٺيان ڏهه نقلي ليکڪ پيدا ٿي ويا آهن. جن کي ايوارڊ کپن. مان اها ڳالهه رڪارڊ تي آڻڻ ٿو چاهيان ته هندستان ۾ سنڌي ساهتيه کي گهٽي ۾ گهڻو نقصان انهن ادارن ڏنو آهي، جيڪي ايوارڊن سان جهوليون ڀريو ويٺا آهن ته اسان کان وٺو ۽ ڪين ماڻهو ڪونه ٿا ملن. ان ڪري ڪوڙو ادب پيدا پيو ٿئي. جيڪو ڪلهه چائو آهي، اهو به چوي ٿو "يار" نئين ڪويتا لکڻ ته سئي ڳالهه آهي نه" ڪو نثر جو ٽڪرو لکي ته ڪو ان کي حصن ۾ ڀڃي، ڪامائون، فل اسٽاپ ڏيئي، هيٺ مٿي ڪري، نئين ڪويتا لِکي ته ڪو نئين ڪويتا جي نالي ۾ وري الائي ڪهڙا ڪهڙا پيو ڪلور ويٺو ڪري.
**نصير: توهان چيو، ته انعامَن اڪرامن جي ڪري ڪيترائي هٽرادو ليکڪ پيدا ٿي ويا آهن. پر ڇا توهان خوش نٿا ٿيو ته ڀارت جتي سنڌي ٻولي ۾ لکندڙن جو قحط آهي، اتي هلو لالچ ۾ ئي سهي، سنڌيءَ ٻولي ۾ لکندڙن جو انگ وڌي ته پيو....**

لڇمڻ: اهو ته ٺيڪ آهي، پر تڪڙي ڪُتيءَ وانگر انڌا گُلر ته نه ڄمڻ کپن.
**طارق: مون ڏٺو آهي، ته توهان جي ڪاٻيءَ اک جي ڪَنڊ وٽ اڪثر هڪڙو لُڙڪ اچي بيهي ٿو رهي، اوهان کي ان ڳالهه جو احساس آهي؟**

لڇمڻ: بس، اچي ٿو وڃي، ڇا ڪجي.
**نصير: (کلندي) انهي اک گهڻا گناهه ڏٺا هوندا.**

لڇمڻ: اهو اٺاناٽامي جو مسئلو آهي.
**اسحاق: اهو ٻڌايو ته ڪوبه ايوارڊ، ڪنهن به ليکڪ جي ڪيتري حق ۾ هوندو آهي؟**

لڇمڻ: منهنجي آزمودي ۽ خيال موجب ڪوبه ايوارڊ ليکڪ جي حق ۾ ڪونهي. اهو ليکڪ کي ختم ڪري ٿو ڇڏي. هڪ دفعو ڪو وڏو ايوارڊ ملڻ کان پوءِ ليکڪ ويهي ٿو رهي. ايوارڊن جا ڏاڍا نقصان ٿيا آهن. ايوارڊن کان وڌيڪ مالي معاوضن ۽ فيلوشپس نقصان ڏنو آهي. فيلو شپ اها آهي ته فلاڻو موضوع اٿئي. تون ان تي لک، ريسرچ ڪر. توکي ٽن سالن تائين ڏهه ٻارنهن هزار هر مهيني ملندا رهندا. هاڻي جيڪو ٻارنهن هزار وٺندو اهو ڪجهه ڇو ڪندو. ڪم ته ٽن سالن ۾ ڪرڻو آهي، سو ڪري وٺنداسين. باقي پئسن مان عيش پيو ٿيندو. توهان وٽ پاڪستان ٺي ويءَ تي هڪڙو پروگرام هليو هو نه "ظلم ڪي داستان" ته اتي به هڪڙا وڏا ظلم جا داستان آهن. جن ۾ سرڪار ۽ سرڪاري ادارن جو وڏو منفي ڪردار آهي. هاڻي وري نئين حالت اها ٿي آهي جو ڪي سيٺيون، جن تمام گهڻو پئسو ڪمايو آهي، سي ميدان ۾ آيا آهن. اهي سوچين ٿا ته پئسو ته ايترو آهي جو ڳڻي به نٿا سگهون. تنهن ڪري چو نه ڪجهه سنڌيت جي نالي ۾ ڏيون. سو اهي ڪنهن اداري يا سنستا کي چون ٿا ته مان لک روپيا ڏيان ٿو منهنجي ماءُ يا پيءُ جي نالي تي ڪنهن کي ايوارڊ ڏئي ڇڏيو. هند ۾ ماءُ ۽ پيءُ

جي نالي تي ايواردن جو وڏو رواج شروع ٿي ويو آهي. اهي ميگزينس کي بہ سپورٽ ڪن ٿا. اصل ۾ اتان جي سنڌين پئسو ڏاڍو ڪمايو آهي ۽ ان آثار هڪڙي ڏاڍي سٺي ڳالهہ ابتدا اها ڪئي اٿن تہ سنڌ جي سنڌي اديبن کي بہ ايوارڊ ملڻ شروع ٿيا آهن. سنڌن چوڻ آهي تہ جيڪڏهن هڪڙو ايوارڊ هند جي سنڌي اديب کي ڏيون ٿا تہ هڪڙو سنڌ جي سنڌي اديب کي بہ چو نہ ڏيون. ان سلسلي ۾ پهريون ايوارڊ اسان محمد ابراهيم جويي صاحب کي پاڻ وٽ گهرائي ڏنو هو. امر جليل، شمشير الحيدري، عطيہ دائود کي بہ اهڙو ايوارڊ مليو آهي ۽ اها هڪڙي نئين ڊولپمينٽ ٿي آهي.

**نصير: هاڻي هڪڙو ٻيو سوال ■ ذهن ۾ اچي، جيڪو جديد سنڌي شاعريءَ جي Giants متعلق آهي. مان پڇڻ ٿو چاهيان تہ شيخ اياز، نارايڻ شيام، امداد حسيني ■ استاد بخاريءَ مان، وڌيڪ پاورفل ڊڪشن اوهان کي ڪنهن جو نظر اچي؟.**

لڇمڻ: اهڙو گڻ اياز وٽ آهي ۽ honestly صرف اياز وٽ ئي آهي. هند ۾ فڪري سطح تي نارايڻ شيام وٽ ڏاڍي گهرائي آهي. اياز ڪٿي ڪٿي سطحي ٿي ٿو وڃي، پر ان ۾ جوهر ڏاڍو آهي ۽ جيڪا چيز تيز رفتاريءَ سان وهندڙ هونديءَ تنهن ۾ گهرائي گهٽ ٿي ويندي آهي، پر بيٺل پاڻي هميشہ گهرو ٿيندو آهي. نارايڻ شيام ٿورو لکندو هو آهستي لکندو هو پر اندر ڏاڍي گهرائيءَ تائين ويندو هو.

**نصير: امداد حسيني ۽ استاد بخاريءَ کي ڪيئن ٿا ڏسو، جو لڳي ٿو ٻنهي جي ڪور جا هڪڙا ليجنڊس آهن.**

لڇمڻ: بلڪل ليجنڊس آهن. بخاري صاحب ڏاڍو پلو شاعر آهي، پر اهو روايتي شاعر آهي. هن وٽ لامحدود تجربا ڪونهن. امداد وڏا ڪامياب تجربا ڪيا آهن. حيدرآباد تي تہ هن شاهڪار نظم لکيو آهي. شاعريءَ ۾ هڪڙي خيال جي رواني ٿيندي آهي، ٻي لهجي جي رواني ٿيندي آهي. لهجي جي رواني استاد وٽ آهي، ۽ خيال جي روانيءَ مان سمجهان ٿو امداد وٽ بدرجہ اتم موجود آهي.

**طارق: ڇا ڪو اهڙو ليڪ آهي جنهن جي گذاري وڃڻ تي توهان کي سڀ کان وڌيڪ ڏک محسوس ٿيو؟**

لڇمڻ: نارايڻ شيام جي لاڏاڻي تي ڏاڍو ڏک ٿيو. اصل ۾ ڇا ٿيو تہ اسان سوچيو پئي تہ مري ويلن تي سيمينار تہ سدائين ٿيندا رهندا آهن، چو نہ اسان نارايڻ شيام تي جيئري ئي سيمينار ڪريون. سو 1989ع ۾ اسان شيام تي، آديپور ۾ هڪ سيمينار رٿيو.



سڄي هندستان جي اديبن کي لکڻ لاءِ چيوسين ۽ ڏاڍو plain ۽ عاليشان نموني پروگرام

رٽيو سين. نارايڻ شيام نہ پيو مجي. نارايڻ شيام جهڙو humble ۽ نهنو ماڻهو سنڌي ادب تہ ڇا دنيا جي ڪنهن بہ ادب ۾ شايد ئي هجي. هو چوندو هو تہ مان ڪجهہ ڪونہ آهيان. ڏاڍو درويش قسم جو ماڻهو هوندو هو. اسان جو نارايڻ شيام! ۽ ان عجز جو اظهار بہ ڪيو اٿس

هجي ڇا ڪاڻ خوبين جي ۽ عيبن کان بنهہ آجي
نہ پنهنجي زندگي اهڙي، نہ پنهنجي شاعري اهڙي

پرهيزگار قسم جو ماڻهو هوندو هو پارٽين ۾ ويهندو تہ هو پر شراب ڪڏهن نہ پيئنائين.

**اسحاق: ڇا شراب اصل نہ پيئندو هو؟**

لڇمڻ: نہ۔ هڪ بہ دفعا وياسين ڪٽي سيمينار ۾. پٽل جو لوٽو ٽيندو آهي نہ وضو ڪرڻ وارو هڪ دفعي ڏنم تہ ان ۾ بيئر وجهي پيو پيئي. گلاسن ۾ نہ پيو پيئي. اهو مون هن کي پهريون ۽ آخري پيرو ڏٺو. گوشت بہ نہ کائيندو هو ۽ هفتي ۾ ٽي ڏينهن ورت رکندو هو. مون کيس نوابشاهہ کان ڏٺو هو He was my teacher. هو گرلس هاءِ اسڪول ۾ استاد هو.

بهرحال، سوير توهان ڏک جي ڳالهہ پئي پڇي، تہ ان حوالي سان ٻڌايانو پيو تہ اسان هندستان جي سيني اديبن ٽن ڏينهن جو هڪ زبردست پروگرام رکيو. شيام دهليءَ ۾ ئي رهندو هو. اسان پئي گڏ ئي نڪرڻا هئاسين. شيام نڪرڻ کان ٽي ڏينهن اڳ ۾ مون کي خط لکيو. اهو خط مون وٽ سنڀالي رکيل آهي. لکيائين تہ هاڻي عمر ٿوري چڙهي وئي آهي. ايڏو وڏو سفر طئي نہ ٿيندو. ان ڪري چونہ پهرين هتان اجمير هلون ۽ اتي هڪ اڌ ڏينهن آرام ڪري پوءِ دوستن سان گڏجي آديپور هليا هلون. ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ اسين وڃڻا هئاسين. هري همٿاڻي ۽ گوروڌن ڀارتيءَ کي ڇٽي ٽڪيٽون بڪ ڪرائي ڇڏيون هيونسين. تڏهن ان شام جو مون وٽ شالني آئي. هڪ ڊنر ۾ وڃڻا هئاسين، تہ ڪجهہ دير بعد هڪ فون آئي: نارايڻ شيام گذاري ويو. صبح جو شيام جو خط پهتو هو ۽ شام جو فون آئي تہ شيام گذاري ويو.... مون هن جي پٽ کان پڇيو تہ ڇا ٿيو تہ چيائين چئين وڳي تائين، اس ۾ ويٺي ڪتاب پڙهيائين. پنجين وڳي ٿوري مونجهہ محسوس ٿيس. ڇهين وڳي ڊاڪٽر کي گهرايائون، تہ هن چيو: He is no more توهان سمجهو ٿا تہ اوڏي مهل ڇا شاڪ پهتو هوندو. پريم پرڪاش آرگنائيزر هو. مون کي چيائين تہ هاڻي ڇا ڪجي. مون چيو تہ سيمينار ضرور ٿيندو ۽ پوري شدت سان ٿيندو ۽ اهو سيمينار تہ ڪامياب ٿيو پر اهو اسان لاءِ وڏي ۾ وڏو حادثو هو تہ جنهن ڏينهن سيمينار ٿيڻو هو. ان کان بہ ڏينهن اڳ نارايڻ شيام گذاري ويو.

**نصير: هر انسان کي هن دنيا مان وڃڻو آهي، ڇا اوهان پاڻ بابت ڪا وصيت لکي آهي؟**

لڇمڻ: ها اُها مان لکي، رجسٽر ڪرائي ڇڪو آهيان.

**نصير: پنهنجي وجود جي سلسلي ۾، ۽ ڇا پنهنجي هن خاڪي جسم بابت بہ؟**

لڇمڻ: جيئن هندو ڌرم ۾ آهي، تہ اڳئي سنسڪار ڪندا آهن. ۽ شيام جي سنسڪار کان پوءِ جڏهن مان نارايڻ شيام جون هانيون ڪٽي پئي آيس، تڏهن مون کي خيال آيو تہ هفتو اڳ نارايڻ شيام ڇا هو جنهن سان ڪچهريون پئي ڪيون سين ۽ هاڻي ڇا آهي. سڄو جسم ٻن ڪلو جي دٻي ۾ اچي ٿو وڃي. صرف ڪوڙي سڙندي ناهي. ان کي دنيا جي ڪا بہ باهہ ساڙي

ناهي سگهندي. قدرت جو اهڙو عجيب نظام آهي. ۽ ائين باقي هانيون بن ڪلو جي دٻي ۾ اچي وينديون آهن، جن کي پوءِ هردوار وڃي ڦٽي ڪري ايندا آهن.

**نصير: پنهنجي هائين بابت هردوار يا سنڌو؟ توهان جي وصيت ڇا هي؟**

لڇمڻ: مان ته چاهيندس ته مان سنڌوءَ ۾ اچان. ڇئي ته سيني کي ويندس. موهن به وصيت ڪري ويو هو موهن کي هڪڙي ئي ڌيءَ آهي. پٽ ڪونه اٿس، پاٺر اٿس، پر انهن نه مڃيو. اتي ئي وڃي پرواهه ڪري آيس. منهنجي به مرڻ کان پوءِ اها وصيت پوري ٿئي ٿي، يا نٿي ٿئي، پر مان گهٽ ۾ گهٽ پوين کي وصيت ضرور ڪري ويندس ۽ کين منٿون به ڪندس ته مون کي ڪوشش ڪري سنڌوءَ جي حوالي ڪجو.

**طارق: هر ماڻهوءَ جي زندگيءَ ۾ ڪونه ڪو اهڙو ماڻهو ضرور ٿيندو آهي جنهن سان هو شديد نفرت ڪندو آهي. اوهان جي زندگيءَ ۾ به ڇا ڪو اهڙو شخص آهي؟**

لڇمڻ: ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان ته منهنجو ڪو دشمن به آهي ڇا؟ پر ڳولي ڳولي ٿڪجي پوندو آهيان، ملندو ئي ڪونهي. اي ڪاش! هجي ته، اهو ڇوڙ جهڙو ته ٿيان ته ڪو ته آهي منهنجو دشمن!

**اسحاق: ۽ لا لکڻ ۾ ڪنهن سان ڪڏهن جيليسي ٿي، ته ڪاش اهڙو مان لکي سگهان ها، يا فلاڻو ڪتاب منهنجو هجي ها....**

لڇمڻ: تون شايد رقابت جي ڳالهه ٿو ڪرين. اها ڪڏهن ناهي ٿي. خواهش برابر ٿي هوندي ته هن جهڙو لکي سگهان ها يا ههڙي ڪهاڻي يا ههڙو شعر اي ڪاش مان به لکان ها، ته ائين خواهشون ٿينديون آهن. پر خدا جو قسم، رقابت ڪڏهن به ۽ ڪنهن سان به ناهي ٿي مون کي....

**نصير: توهان کي اسان جيئڻ ذاتي طور ڏٺو آهي يا آٽوبايوگرافيءَ ۾ پڙهيو آهي، ته شباب، شراب ۽ ڪتاب_ انهن لفظن جي گهيري ۾ سچو لڇمڻ ڪومل بند نظر ايندو آهي. هاڻي جڏهن ٻاهتر ورهين جي عمر ۾، انهن ٽنهي شين مان ان لڇمڻ کي فقط ڪا هڪ چوائس ڏجي، ته ان جو انتخاب ڇا هوندو؟**

لڇمڻ: شباب.

**نصير: هن عمر ۾ به؟**

لڇمڻ:

پيريءَ ۾ به وئي نه جوانيءَ جي ڇيڙڇاڙ
جاڳي اُٿن ٿا دل ۾، جذبا نوان نوان.

**طارق: اڇا، لڇمڻ توهان سوير ڳالهه ٻئي ڪئي، ته توهان هڪ ڇوڪري رکي آهي، جيڪا اوهان کي مساج وغيره ڪندي آهي...**

لڇمڻ: مان هڪ جمهوري ملڪ ۾ رهان ٿو جيڪو ان جي اجازت ڏئي ٿو ۽ خود منهنجي زال ان ڳالهه لاءِ مون کي پرمٽ ڪيو آهي. پار ته منهنجا آمريڪا ۾ تا رهن، گهر ۾ اسين ٻئي تا رهون. زال مٺهنجي ڏاڍي ذهين آهي. چوندي آهي، ته هتي نه ڪندين، ته ٻاهر

وڃي وڏيڪ ڊوڙ پائيندين. تنهنڪري جيڪو ڪرڻو اٿئي، گھر ۾ ڪر. ساڳيءَ ريت چوندي آهي، تہ جيترو بہ شراب پيڻو اٿئي، گھر ۾ پيءُ. جيئن ٻاهران ٽيڙ ڪائيندو گھر نہ اچين. سو چوڪري هجي يا شراب... ذهن منهنجو صاف آهي ۽ گناهہ جو ڪم مان ڪيان نٿو.

**طارق: نہ مون آهو پئي چوڻ چاهيو، تہ توهان جي جاءِ تي ڪو بيو شخص هجي، تہ مساج ڪان پوءِ ان جو ذهن تہ ڪنهن ٻئي پاسي هليو ويندو. اوهان ان بابت سوچڻ بدران لکڻ طرف ڪيئن ٿا هليا وڃو؟**

لڇمڻ: مون اوهان کي ٻڌايو تہ مان مٿي جي مساج ڪرائيندو آهيان. ڪو باڊي مساج ٿوروئي ڪرائيندو آهيان. اسان وٽ هڪ خاص قسم جو تيل ملندو آهي، جنهن کي "نورتن تيل" سڏيندا آهن. جيڪڏهن اوهان اڌ ڪلاڪ ان سان مٿي جي مساج ڪرايو تہ ان ۾ هڪڙي coolness اچي ويندي آهي ۽ دماغ جي گرمي ختم ٿي ويندي آهي. ان ڪان پوءِ جڏهن مان لکڻ ويهندو آهيان، تہ ڪنهن بہ قسم جي ٿڪاوٽ ناهي ٿيندي، ائين سمجهو تہ اهو هڪڙو علاج آهي. ان کي مساج نہ سمجهو ميڊيڪيشن سمجهو جيڪا مان پنهنجي گھرواريءَ جي اجازت سان ڪندو آهيان.

**اسحاق: اهي ڪهڙا ڪتاب آهن، جيڪي اوهان بار بار پڙهڻ چاهيندا آهيو يا اڪثر اوهان جي آس پاس رهندا آهن؟**

لڇمڻ: اهڙا گهڻائي ڪتاب آهن. هڪڙي مرائي ليکڪ جو ڪتاب ڇپيو هو "رولاڪ جي آتم ڪهاڻي". اهو مان ڏهہ ڀيرا پڙهي چڪو آهيان. ڪن ڪن ڪتابن جي تہ سٽ سٽ منهنجيءَ دل ۾ گھر ڪري ويندي آهي. ڪتاب جو ليکڪ گوپال نيل ڪنٺ ڊانڊيڪ آهي. مرائيءَ ۾ ڪتاب جو نالو "سمرڻ ڪاٿا" آهي. پر مون ان جو سنڌي ترجمو پڙهيو آهي، جيڪو جڳت آڏوانيءَ ڇپايو آهي. اهو جڏهن مون پهريون ڀيرو پڙهيو تہ مان ونجي ويس. اهو ڪتاب مان هميشہ پاڻ وٽ رکندو آهيان. اها بہ عجيب ڳالهہ آهي، تہ مان spiritual ماڻهو ڪو نہ آهيان ۽ هي هڪڙو روحاني قسم جو ڪتاب آهي، پر اهو پڙهڻ ڪان پوءِ مون کي ائين لڳو تہ ڄڻ مان هن دنيا جو ماڻهو ئي ناهيان. تنهن ڪان پوءِ تازو ويجهڙائيءَ ۾ هڪ ڪتاب ڇپيو آهي، جنهن کي پڙهڻ ڪان پوءِ منهنجي حالت خراب ٿي وئي. مون ان جون چار ڪاپيون خريد ڪري، پنهنجي دوستن کي بہ موڪليون. منهنجو پٽ آمريڪا ۾ رهي ٿو اهو بہ سمورا نوان ڪتاب وٺي پيو موڪليندو آهي. گارشيا جا سڀ ڪتاب ۽ تازو گذاري ويل مصري ليکڪ نجيب محفوظ جون ٽرائلاجيز بہ هن مون کي موڪليون آهن.

**اسحاق: ڪهڙا ليکڪ آهن، جن سان اوهان جي Wave length ملي ٿي يا اوهان سمجهو ٿا تہ اهي اوهان جي مزاج سان ميل کائن ٿا؟**

لڇمڻ: منهنجو سڀ ڪان پسنديده ليکڪ جنهن کي مان ويهين صديءَ ۾ دنيا جو بهترين ليکڪ سمجهان ٿو سو ڪافڪا آهي پر ويهين صديءَ جو بهترين ڪتاب آسڪر وائيلڊ جو Picture of Doren Gray آهي. اهو ناول سنڌيءَ ۾ بہ ترجمو ٿيو اٿو. ان ڪان پوءِ هيمنگوي منهنجو موسٽ فيوريٽ ليکڪ آهي. جان پال سارتر بہ مون کي گهڻو پسند آهي.

**اسحاق: ڇا ڪڏهن محسوس ٿيندو آهي اوهان کي ته اوهين پنهنجو پاڻ کي ريپيٽ پيا ڪريو؟**

لڇمڻ: ها! لڳندو اٿم ته مون هاڻ پاڻ کي ورجائڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن حافظو ڪمزور ٿي ويندو آهي، تڏهن ائين ٿي ٿيندو آهي. توهان اياز جي آتم ڪهاڻيءَ جا سمورا واليوم پڙهندؤ ته ان ۾ به ڪيترين ئي Situations ۾ ٻه، ٽي ٽي دفعا لکيل ملنديون. اصل ۾ هن عمر ۾ چار پنج صفحا لکڻ کان پوءِ ماٺهوءَ کان وسري تو وڃي، ته هو پنيان ڇا ڇا لکي آيو آهي.

**اسحاق: اياز جي آتم ڪٿا جي باري ۾ اوهان جي ڇا راءِ آهي؟**

لڇمڻ: ان ۾ ڪافي ڪوڙ آهن. اياز جون لکيل ڪيترين ئي ڳالهيون اصل ۾ ٿيون ئي ڪونهن. انهن مان ڪن ڳالهين بابت مان ذاتي طور تي آگاهه آهيان. خاص طور تي انڊيا جي حوالي سان هن جيڪي ڳالهيون لکيون آهن انهن ۾ گهڻو وڌاءُ آهي.

**طارق: منهنجي خيال ۾ انهن کي ڪوڙ بدران فينٽسي چوڻ کپي.**

**اسحاق: اوهان آٽوبايوگرافيءَ جي تازي "پني" ۾ لکيو آهي، ته مان پنهنجي زندگيءَ جي آئيني جي پٺ ورائي، ڪارنهن ڏسڻ نٿو چاهيان. ان مان محسوس ٿو ٿئي، ته اوهان پنهنجي ماضيءَ کان ڊنل آهيو يا ان ۾ ٻيهر وڃڻ پسند نٿا ڪريو. جڏهن ته آتم ڪٿا، آهي ئي گذري ويل زندگي يا ماضيءَ جو ورجاءُ.... ته اهو تضاد ڇو آهي؟**

لڇمڻ: يار، جڏهن تون پنهنجي اڇي مٿي سان، پنهنجو ڪارو اعمال نامو لکندين، ته ضرور ڪٿي ڪي ضمير جون ملامتون به ٿينديون نه. تنهن ڪري ئي مون لکيو آهي، ته مان پنهنجي اُجري آئيني جي پٺ جي ڪارنهن ڏسڻ نٿو چاهيان. منهنجي زال جڏهن آتم ڪٿا جو پهريو ڀاڱو پڙهيو ته چيائين، "تو مون کي پنهنجي زندگيءَ جو هڪ مڪمل دستاويزي ثبوت مهيا ڪري ڏنو آهي، جنهن جي آڌار تي مان هڪ ئي درخواست تي تو کان طلاق وٺي سگهان ٿي. تنهنجي آٽوبايوگرافي پنهنجي ليکي پاڻ هڪڙو وڏو ثبوت آهي، ته تو مون سان ڪيڏيون نه بيوفائيون ڪيون آهن ۽ ڪهڙا ويل وهايا آهن. جيتوڻيڪ مان پنهنجيءَ زال جي آڏو پاڻ کي هيرو ڪري پيش ڪري پئي سگهيس، پر مون سچ کي لڪايو ناهي.

**اسحاق: اهڙي ڪا ڳالهه، جيڪا اوهان هن وقت تائين پنهنجي اندر ۾ لڪائي رکي هجي يا اوهان کي رکي رکي خيال ايندو هجي، ته ڪاش! مان ائين نه ڪيان ها؟**

لڇمڻ: تمام گهڻيون اهڙيون ڳالهيون آهن. مون کان ڪيئي تمام وڏا گناهه سرزد ٿيا آهن. مون اڳ ۾ ئي چيو آهي ته منهنجي ڳنڍڙي گناهن سان پري پئي آهي. ائين نه آهي ته مون چڱا ڪم ناهن ڪيا. اهي به تمام گهڻا ڪيا اٿم ته ساڳئي وقت گناهه به تمام گهڻا ڪيا اٿم.

**طارق: ڀلا اهڙي ڪا خواهش، جيڪا اڃا پوري نه ٿي آهي، يا زندگيءَ کان ڪا شڪايت؟**

لڇمڻ: زندگيءَ مون کان جيترو ورتو آهي، ان کان وڌيڪ ڏنو آهي. ان صورت ۾ ته مون کي زندگيءَ لاءِ شڪرگذار ٿيڻ گهرجي نه. ته هن مون کي سڀ ڪجهه ڏنو آهي. سٺو گهر، سٺي زال، سٺا ٻار، سٺي آمدني، خوشي ۽ خوشحالي، مون ڪڏهن به زندگيءَ سان

شڪايت نہ ڪئي آهي. توهان منهنجي آتم ڪٿا ۾ پڙهيو هوندو تہ سنڌ ۾ رهڻ وارن ڏينهن ۾ مان شهر ۾ ڏاڪڻ ڪٽي سڄو ڏينهن فلمن جا پوسٽر هڻندو هوس. خانپور ۾ اسان وٽ ڪائڻ لاءِ پئسو ڪونہ هو. پيءُ منهنجو نوابشاهہ جي جيل ۾ هو. منهنجو ننڍو ڀاءُ هاسو جيڪو هن وقت آمريڪا ۾ آهي ۽ ملينير آهي، سو ڏاڪڻ جهليندو هو مان ڏاڪڻ تي چڙهي فلمي پوسٽر هڻندو هوس. فلم مجبور، فلم شهيد، فلم ميلہ.... مون کي فلمون بہ ياد آهن. مان ٻارهن سالن جو هوس ۽ هاسو اٺن سالن جو. هُو ڏاڪڻ کي جهلي بيهندو هو تہ پيٽ وڏي هجڻ جي ڪري سندس چڊي لهي پوندي هئي ۽ ماڻهو اسان تي کلندا هئا. مون کي روپيو ملندو هو ۽ ٻارنهن آنا منهنجي ڀاءُ کي ملندا هئا. چئين آني سير پٽاٽا ملندا هئا، جيڪي اوٻاري اسان چارئي ڄڻا کائيندا هئاسين. اسان اهڙا ڏينهن بہ ڏٺا آهن، پرمون کي زندگيءَ کان ڪا شڪايت ناهي. منهنجي آتم ڪٿا ۾ ٻي خاص ڳالهہ اوهان اها ڏٺي هوندي، تہ مون ٻنهين ڀاڱن ۾ ڪٿي بہ پنهنجي ڪنهن همعصر جي تضحيڪ ناهي ڪئي يا ان کي گهٽ ڪري ناهي پيش ڪيو. جيڪڏهن ڪنهن جو نالو کنيو بہ آهي، تہ پوري آبرودار نموني، عزت ۽ احترام سان کنيو آهي. مون ڪنهن بہ همعصر لاءِ ڪٿي بہ ڪو گُٿو لفظ نہ لکيو هوندو. ۽ اهڙي ڪا ڳالهہ اوهان ڏيکاري ويجو تہ مان لکت ۾ معافي وٺندس.

**اسحاق: ٺيندو ائين آهي تہ اڪثر آتم ڪٿائون لکندڙ ٻين کي اگهاڙو ڪندا آهن، ۽ اوهان وري پاڻ کي ڪيو آهي؟ ائين آهي نہ؟**

لڇمڻ: ٻين کي مون تمام گهڻو پروجيڪٽ ڪيو آهي، پر پاڻ کي قطعي نہ. توهان جنهن جي بہ آتم ڪٿا کڻو تہ گهڻو



ڪري ان ۾ اهوئي ملندو تہ اسين ڪير جا ڏوتل آهيون، ٻيا لکڻ وارا ٽڪي جا آهن، بدمعاش آهن، هيڻئن آهن، هونئن آهن. امرتا پريتم جهڙي مائيءَ "رسيدي ٽڪيٽ" ۾ پنهنجي همعصرن کي سخت ذليل ۽ خوار ڪيو اهي. يا سنڌيءَ ۾ جوتواڻيءَ "آتم ڪٿا جي نالي ۾" جيڪا ڪٿا لکي آهي، تہ ان ۾ بہ اسان سيني کي ڪچيون گاريون ڏنل آهن. ۽ اسان اٺن ڏهن ليکڪن لاءِ ڏاڍو گهٽ وڌ ڳالهايو اٿس.

**اسحاق: پنهنجي ڪهڙي تخليقي ڪم کي ڪنٽريبيوشن سمجهو ٿا؟**

لڇمڻ: آتم ڪٿا کي. مان سؤ غزل بہ لکان ها تہ ڪهڙو فرق پوي ها. اڄ جي دؤر ۾ آٽوبايوگرافي سڄيءَ دنيا ۾ ادب جو سڀ کان وڌيڪ پسند ڪيو ويندڙ فارم آهي. رسالا کڻو تہ غزل جا سؤ نوان شاعر اوهان کي ملندا. پر ڪنهن جي ڪا سٽ ياد پئي ٿي؟ هيءَ آتم ڪٿا. 'وهي کاتي جا پنا' گهٽ ۾ گهٽ مون کي جيئرو تہ رکندي

لیکچر



# ميڊيا جا نوان روپ ۽ اڄ جي دنيا

رشارڊ ڪاپوشنسڪي

ترجمو: منوج ڪمار

رشارڊ ڪاپوشنسڪي يقينًا دنيا جو بهترين صحافي هو جنهن پنهنجي حياتيءَ جي اڌ صدي ٽين دنيا جي رپورٽنگ ۾ گذاري ڪاپوشنسڪي وٽ صحافت ۽ ادب جون سرحدون ملنجي وڃن ٿيون ۽ اها جادوئي حقيقت نگاري جنم وٺي ٿي جنهن جو مٽ ادب ۾ فقط گارشيا مارڪيز وٽ ملي ٿو. ڪاپوشنسڪي چاليهن کان وڌيڪ انقلابن ۽ فوجي قبضن کي اکين سان ڏٺو. هو ڪئين ڀيرا جيل ويو ۽ ڪوڙ ڀيرا سندس غير موجودگيءَ ۾ مٿس ڪيس هلائي موت جي سزا به ڏني وئي. هُن جي چي گويرا سميت ڪافي انقلابين ۽ ملڪن جي سربراهن سان ياري به رهي. سندس لکڻين جو انداز صحافت ۾ هڪ نئين صنف جو آغاز ثابت ٿيو جنهن کي "ريپورتاژ" چئجي ٿو. اڳوڻي پولينڊ ۽ هاڻوڪي بيلورشيا ۾ واقع پينسڪ ۾ ڄاول ڪاپوشنسڪي پنهنجون سموريون لکڻيون پنهنجي ماءُ ٻولي پولش ۾ لکيون. جنهن مان فقط ڪجهه انگريزيءَ ۾ شايع ٿيون. انهن مان روس جي زوال تي لکيل "امپيريم"، ايٿوپيا جي اڳوڻي شهنشاهه هيل سلاسي تي لکيل "دي ايمپرر"، ايران جي شهنشاهه رضا پهلويءَ تي لکيل "شهنشاهه"، انگولا جي حوالي سان "اين ادر ڊي آف لائيف" ۽ ٽين دنيا جي حوالي سان سندس ريورٽون "دي ساڪر وار" شامل آهن. سندس انگريزيءَ ۾ شايع ٿيل آخري ڪتاب آهي "ٽريول وٿ هيرو ڊوٽس" جنهن ۾ هن مشهور يوناني تاريخدان جي سفرن جا پيرا کنيا آهن. ڪاپوشنسڪي پنهنجي ملڪ ۾ هڪ شاعر طور به مشهور آهي. سندس شاعريءَ جي انگريزي ترجمن جو هڪ ڪتاب "آءِ روٽ وِٿ اسٽون" به

مارڪيٽ ۾ آيل آهي. سندس نالو ڪافي سالن تائين نوبل انعام لاءِ به ورتو ويندو هو پر اها نوبل انعام جي بدقسمتي. جو ڪيس ڪاپوشنسڪي نصيب نه ٿيو ۽ هو 23 جنوري 2007ع تي دنيا ڇڏي ويو.

رشارڊ ڪاپوشنسڪي جهڙي مجيل صحافيءَ جا ميڊيا جي باري ۾ خيال به يقيناً اهم آهن. هيءَ سندس تقرير ڏهاڪو سال اڳ اسٽاڪ هوم نيشنل ايوارڊ ملڻ جي موقعي تي ڪئي وئي آهي، پر اڄ به سندس راءِ موجوده حالتن تي بلڪل ٺهڪي اچي ٿي. سندس هيءَ تقرير سنڌ ۾ ميڊيا جي واڌ ۽ ان تي ٿيندڙ تنقيد جي حوالي سان به اڄ جي سنڌي سماج ۽ ان جي معاملن سان گهڻو لاڳاپو رکي ٿي. (مترجم)

اڄ ڪلهه ميڊيا تي جيڪو بحث هلي پيو، تنهن ۾ گهڻو ٽڙو زور ٽيڪنيڪل مسئلن، مارڪيٽ جي ڪم ڪار واري طريقي، مقابلي، نواڻ، پڙهندڙ ۽ ڏسندڙ جي مزاج تي آهي. انهيءَ سموري بحث ۾ جيڪا شيءِ گم ٿي وئي، سا آهي انساني پهلو. آئون ڪو ميڊيا جو نظريه دان نه آهيان. آئون هڪڙو سادو سودو صحافي آهيان — هڪڙو اهڙو لکاري، جنهن پنهنجي حياتيءَ جا چاليهه ورهيه ڇاڻ ڪي گڏ ڪرڻ، ان کي سنوارڻ ۽ پيش ڪرڻ ۾ گذاريا آهن. سو هتي آئون ميڊيا جي باري ۾ پنهنجا مشاهدا پيش ڪريان ٿو.

پهرين ڳالهه ته اسان کي ميڊيا جي پهچ جي حدن کي ماپڻو پوندو. اهو ڇوڻ گهڻو وڌاءُ ٿيندو ته سموري انسان ذات ڪا ميڊيا جي ڇوڻ ۽ اثر هيٺ زندگي گذاري ٿي. دنيا ۾ جنگين، فٽبال جي ورلڊ ڪپ جي ميچن، مشهور ماڻهن جي مرڻ پرڻي سميت وڏن واقعن جي ٽي وي تي نشريات رڳو ڏهه کان ويهه سيڪڙو ماڻهن تائين مس تي پهچي. اهو به وڏو انگ آهي، پر اِها سموري انسان ذات نه آهي. ڪٿي اهو به تسليم ڪجي ته اولمپڪ راندين جون افتتاحي تقريبون به ارب ماڻهو ڏسن ٿا، پر اهو به سموري انساني آباديءَ جو ٿيون حصو مس آهي. انسان ذات جي وڏي حصي جو اڃا ميڊيا سان ڪوبه رابطو ئي نه آهي. آفريقا جي گهڻن حصن ۾ اڃا تائين اخبار، ريڊيو ۽ ٽي وي جو وجود نه آهي. مالوي ۾ هڪڙي ته لائبيريا ۾ رڳو به اخبارون آهن، سي به جهڙيون تهڙيون ۽ اتي ڪابه ٽي وي اسٽيشن نه آهي. گهڻن ملڪن ۾ ٽي وي جي نشريات ته ڪجهه ڪلاڪن تائين محدود آهي. ڪجهه ته اهڙا ملڪ/ علائقا آهن، جيئن منگوليا، سائبيريا ۽ ڪاغستان، اتي ٽي وي نشريات ته آهي، پر ماڻهن وٽ ٽي وي سيٽ ئي نه آهن. اڳوڻي سوويت يونين ۾ برزنيف دور ۾ سائبيريا ۾ بين ملڪن جي ٽي وي /ريڊيو نشريات کي بند ڪرڻ جا اپاءَ به نه ورتا ويندا هئا، ڇاڪاڻ ته ماڻهن وٽ ٽي وي/ ريڊيو هئا ئي ڪونه جو ٻاهر جون خبرون ٻڌن يا ڏسن. سو ڳالهه پڌي ڪئي سين ته انسان ذات جو وڏو حصو اڃا به ميڊيا جي اثر کان ٻاهر آهي، تنهن ڪري متائنڻ ميڊيا جي سٺن يا خراب اثرن پوڻ واري ڳڻتي ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪونهي. وري لاطيني آمريڪا، آفريقا ۽ ايشيا جا ڪوڙ ملڪ اهڙا به آهن، جتي ٽي وي جو ڪم رڳو تفريح پهچائڻ آهي. توهان کي اتي ٽي وي سيٽ

شراب جي گتن، چانهه جي اسٽالن ۽ هوٽلن وغيره ۾ به ملندا. جتي ماڻهو مڙئي چانهه چُڪي پي ۽ ٿي ويءَ تي ڪو موج مستيءَ وارو پروگرام ڏسي، پيا وندريا آهن. وٽن اهڙو تصور به نه آهي ته ڪو ٽي وي تي تعليمي يا معلوماتي يا ڪو سنجيده پروگرام به ٿيندو آهي. جيئن اسان جي سڌريل ملڪن جي ماڻهن کي سرڪسن ۽ کيل تماشن مان ڪنهن سنجيده مواد جي اميد نه آهي. تيئن وري لاطيني آمريڪا ۽ آفريقا جي گهڻن ملڪن ۾ ماڻهو ٽي وي مان سنجيدگيءَ جي اميد نٿا رکن.

نين ٽيڪنالاجين ۾ اهو انقلاب تازي ڳالهه آهي ۽ انهيءَ جو ڀرپور اثر صحافت تي پيو. جنهن جو مزاج صفا تبديل ٿي ويو. مون کي سار ٿي پوي آفريڪي ملڪن جي سربراهن جي ڀهرين ڪانفرنس جي، جيڪا 1963ع ۾ ايٿوپيا جي شهر اديس ابابا ۾ ٿي هئي. سڄيءَ دنيا مان صحافي اتي ڀهتلُ هئا. انهن ۾ به سؤ(200) رڳو خاص نمائندا ۽ رپورٽر هئا. جيڪي مختلف بين الاقوامي اخبارن ۽ پريس ايجنسين جي نمائندگي ڪري رهيا هئا. انهن ۾ سنيما ۾ خبرن جي ريل هلائڻ لاءِ ڪئمرامين ته هئا، پر ٽي وي جو هڪڙو به نمائندو نه هو. هرڪو هڪ ٻئي کي سڃاڻي پيو. اسان سڀني کي خبر هئي ته پيو ڇا پيو ڪري اسان مان گهڻن جي ته پاڻ ۾ پياري به هئي. انهن ۾ ڪجهه ته حقيقي معنيٰ ۾ پلا اديب ۽ صحيح معنيٰ ۾ ماهر به هئا. جيڪي مختلف بين الاقوامي ماهرن جو تجزيو ڪري سگهندا هئا. آئون جڏهن اِها ڳالهه پيو ڪريان ته ڪا تصوراتي دنيا جي سار ڪونه پيو لهان. مون کي محسوس ٿيندو آهي ته اُها ڪانفرنس دنيا جي رپورٽرن جي آخري وڏي گڏجاڻي هئي. اها انهيءَ سونهري دور جي پڇاڙي هئي، جنهن دور ۾ صحافت رڳو پلوڙ ڪان پلوڙ ماڻهن لاءِ مخصوص هئي. انهن لاءِ صحافت ڪو عظيم مقصد هو جنهن لاءِ هنن پنهنجي سموري حياتي وقف ڪري ڇڏي.

انهن ڏينهن کان وٺي هر شيءِ تبديل ٿي وئي آهي. هاڻي خبر جي ڳولا ۽ انهيءَ جي ورڇ ڪو عملي ڏنڌو ٿي ويو آهي، جنهن ۾ هزارين ماڻهو رُڌا پيا آهن. صحافت سيکارڻ لاءِ ادارا کلي ويا آهن، جيڪي نون ماڻهن کي هزارن جي تعداد ۾ هن ڌنڌي ۾ پيا سيکاري اماڻين. ڪنهن وقت ۾ صحافت مقصدِ حيات هو هاڻي وري پيشو ٿي ويو آهي. هاڻي هزارين اهڙا صحافي به ملندا، جن کي هِن شعبي سان ڪا وابستگي نه آهي، نه ئي هي ڪم سندن سڃاڻپ جو سبب آهي. انهن لاءِ صحافت مڙئي شوق آهي. اڄ صحافي آهيون، سڀاڻي انهيءَ کي ڇڏي وڃي اسٽاڪ بروڪر ٿيو يا ڪو ٻيو ڌنڌو ڪبو.

ميڊيا جي هن نئين ٽيڪنالاجي ميڊيا کي گهڻو ڦهلائي به ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ جو نتيجو وري هي نڪتو آهي ته هاڻ خبر به ڪو واپار جو وکر بڻجي وئي آهي، جنهن کي وڪڻي ڪو مال ناهبو. اڳي خبر جي اهميت جا معيار ٻيا هئا ۽ خاص طور تي انهيءَ جو مقصد سچائيءَ جو حصول هو. خبر اڳي سياسي جدوجهد ۽ حقن لاءِ هئي، پر هاڻ اهو سڀ ڪجهه تبديل ٿي ويو آهي. هاڻ خبر جي اهميت انهيءَ جي سچائيءَ تي نه. پر گهرج تي آهي. هاڻ ڳالهه اتي وڃي پهتي آهي ته اخبار جو وڪرو ڪيترو آهي؟ هاڻ ته خبر جي اهميت ٽڪي جي به نه آهي، جنهن سبب سماج جو وڏو حصو انهيءَ ۾ دلچسپي نٿو وٺي. خبر جي اهڙي واپاري وڙ ۾ تبديل ٿيڻ ڪري ميڊيا ۾ پئسو به جام

اچي ويو آهي. اڳي اخبار کي هلائڻ وارا نظرياتي ماڻهو هوندا هئا. جن جا ڪي تصور ۽ خواب هئا. هاڻ انهيءَ جي جڳهه ڪاروباري سيٺين وچي ورتي آهي. اها تبديلي توهان کي هاڻ اخباري دفترن ۾ گهمڻ سان ملندي. اڳي اخبارن جا دفتر ٻئين درجي جي بلڊنگن ۾ هوندا هئا، سي بہ سوڙها ۽ اونداها هوندا هئا. جتي صحافي پنن جي ڍير جي وچ ۾ پوريل نظر ايندا هئا. هاڻ توهان ڪنهن ٽي وي جي دفتر ۾ وڃي تہ ڏسو اتي شاندار عمارتن ۽ خوبصورت ماربلن ۽ آرسي سين سان آويزان ڪاريڊورن ۾ رسيپشن تي ناهوڪيون عورتون توهان کي غاليچن سان سينگاريل آفيسن ۾ وٺي ويندييون. اِهو انهيءَ ڪري جو هاڻ اليڪٽرانڪ ميڊيا جون اهي آفيسون انهيءَ طاقت جو مرڪز آهن. جيڪا طاقت اڳي رڳو رياست جي سربراهن کي هوندي هئي.

جڏهن کان خبر هڪ واپار جو وڙ تي پئي آهي، تڏهن کان خبر روايتي قدرن کان عاري ٿي وئي آهي. هاڻ خبر کي سندس صحيح يا غلط هئڻ تي بہ پرکيو نٿو وڃي. هاڻ خبر تي مارڪيٽ جا اصول لاڳو ٿين ٿا ۽ اها ثقافت جي ميدان ۾ اثر انداز ٿيندڙ سڀ کان اهم ڳالهہ آهي. هاڻ ايئن بہ ٿئي پيو تہ صحافت جي ميدان جي جاکوڙين جي جڳهہ ميڊيا جي گمنام ڪارڪنن والاري آهي جيڪي پاڻ کي صحافين جي بدران ميڊيا جا ڪارڪن سڏائڻ پسند ڪن ٿا.

ميڊيا ۾ واڌ ايتري تہ اچي چڪي آهي، جو اها هاڻ پنهنجو پاڻ ۾ هڪ دنيا ٿي چڪي آهي. جيڪا ٻئي جي سهاري کان سواءِ رڳو پاڻ لاءِ زنده آهي. ميڊيا جي مختلف گروپن جي وچ ۾ ويڙهہ بہ هاڻ ايتري تہ گهري ٿي وئي آهي، جيتري ٻاهر دنيا ۾ هوندي آهي. هاڻ هر گروپ جا صحافي لوڊ جي صورت ۾ هلن ٿا ۽ ٻئي گروپ جي صحافين تي سندن اک هوندي آهي تہ اُهي ڇا پيا ڪن؟ هاڻ ويڙهہ انهيءَ تي آهي تہ سڀ کان پهرين خبر تي جهپ ڪير ٿو هڻي؟ اهم ۽ بريڪنگ نيوز حاصل ڪرڻ زندگي ۽ موت جو مسئلو ٿي ويو آهي. انهيءَ ڪري ايئن بہ ٿئي پيو تہ جڏهن دنيا ۾ هڪ ئي وقت مختلف واقعا پيش ايندا آهن تہ هر چينل جي اک رڳو هڪڙي ئي واقعي تي هوندي آهي، جنهن پٺيان سڄي لوڊ لڳل هوندي آهي. آئون پڻ ڪجهہ موقعن تي انهيءَ لوڊ جو حصو رهيو آهيان. مون انهيءَ تجربي کي پنهنجي ڪتاب "دي ساڪر وار" (فٽبال واري جنگ) ۾ بيان ڪيو آهي. خاص طور تي 1979ع ۾ تهران ۾ آمريڪي سفارتخاني جو گهيراءُ انهيءَ جو هڪ مثال آهي. جيتوڻيڪ تهران ۾ ڪجهہ ٿيو بہ ڪونہ پئي، پوءِ بہ هزارين صحافي ايراني گاديءَ واري هنڌ تي مهينن تائين ٽِڪيا پيا هئا. 1991ع ۾ نار واريءَ جنگ ۾ بہ ايئن پئي ٿيو. ساڳي صحافين جي لوڊ اتي وڃي پهتي، جڏهن تہ اهي اتي ڪجهہ ڪري بہ نہ پئي سگهيا. ڇاڪاڻ تہ آمريڪي فوج ڪنهن کي بہ محاذ جي ويجهو ڪونہ پئي ڇڏيو. جڏهن تہ انهيءَ دور ۾ موزمبيق ۽ سوڊان ۾ ڪافي اهم واقعا پئي ٿيا، جنهن تي سندن نظر نہ ٿي پئي.

نين ٽيڪنالاجين ۽ خاص طور تي موبائيل فون ۽ اي ميل، ايڊيٽر ۽ صحافيءَ جي رشتي کي بہ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. اڳي اخبارن ۽ پريس ايجنسين جي رپورٽرن کي ڪافيءَ حد تائين آزادي مليل هوندي هئي ۽ پنهنجي خيال مطابق ڪم ڪندا هئا. اهي خبر کي تلاش بہ ڪندا هئا تہ ايڊٽ ڪري ناهي بہ ڏيندا هئا. هاڻ تہ صحافي رڳو ايڊيٽر جي هٿن جو مهرو ٿي ويو آهي، جيڪو پنهنجي مرضيءَ سان پيو کين رُلائيندو آهي. هاڻ تہ

ايڊيٽر وٽ ٻين ذريعن کان به خبر جو حصول ٿئي ٿو جنهن ۾ چوويهه ڪلاڪ هلندڙ چينل، خبرو ادارا ۽ انٽرنيٽ وغيره شامل آهن. هاڻ ايڊيٽر اڳ ئي خبر بابت پنهنجو ذهن ٺاهيو ويٺو هوندو آهي، جيڪو رپورٽر جي مؤقف کان مختلف به ٿي سگهي ٿو. هاڻ ته ايڊيٽر پنهنجي رپورٽر جي خبر جو انتظار به ڪونه ٿو ڪري. ويچارا رپورٽر ته پنهنجي لحاظ کان خبر جي سچائيءَ تائين به پهچائڻ کان ڊڄن ٿا. ڪين رڳو هاڻ ايڊيٽر جي مؤقف کي صحيح ثابت ڪرڻ واري رخ تي ئي ڪم ڪرڻو پوندو آهي. هڪ ڀيري منهنجو هڪڙو دوست ميڪسيڪو ۾ هڪڙي اهم واقعي جي فلم ڀري رهيو هو. مون ڇپيومانس ته ڇا پيو ٿئي؟ چيائين ته: "بابا! اسان کي ڪا خبر نه آهي. اسان رڳو هتان منظر ڀري چينل کي موڪلي ڏينداسين. هاڻ سندن مرضي ته اهي هنن کي ڪيئن ٿا استعمال ڪن."

ڪن جڳهين تي ته انهن "خاص نمائندن" جي انهيءَ موضوع ۽ علائقي جي باري ۾ ڄاڻ حيرت انگيز حد تائين گهٽ هوندي آهي، جن علائقن يا موضوعن جي رپورٽنگ لاءِ کين موڪليو ويندو آهي. آگسٽ 1981ع ۾ پولينڊ جي شهر گانسڪ ۾ جهازن جي ڪارڪنن هڙتال ڪئي، جنهن دوران ليچ واليسا جي تنظيم سوليڊرٽي جو جنم ٿيو هو. اڌ کان وڌيڪ صحافي جن کي انهيءَ واقعي کي رپورٽ ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هو تن کي اها به خبر نه هئي ته نقشي ۾ اها جڳهه ڪٿي آهي؟ ساڳيءَ طرح روانڊا ۾ ٿيل نسلي قتل عام جي رپورٽنگ لاءِ ايندڙ صحافين مان گهڻن ته آفريڪا ۾ قدم به پهريون ڀيرو رکيو هو. لڳ ڀڳ هڙئي انهن سببن ۽ واقعن کان اڻڄاڻ هئا، جيڪي انهيءَ نسلي قتل عام جو بنياد هئا. پر انهن سڀني ڳالهين جو الزام رپورٽرن تي به مڙهي نٿو سگهجي. اهي به ويچارا پنهنجي اخبارن ۽ چينل مالڪن جي اڻڄاڻائيءَ ۽ غرور جو شڪار آهن.

ميڊيا ۾ اها تبديلي اهو بنيادي سوال اڀاري ٿي ته هاڻ اسان دنيا کي ڪهڙيءَ ريت سمجهون؟ هيستائين ته اسان پنهنجي تاريخ کي پنهنجي وڏڙن جي ڇڏيل ڄاڻ جي ورثي ۽ تاريخدانن پاران ڦولهاريل پراڻن ڪاڳرن ذريعي پئي سمجهيو پر هاڻ ٽي وي انسان جي نئين نسل لاءِ هڪ نئون ۽ شايد واحد ذريعو ٿيندو پيو وڃي، جنهن ذريعي اهي تاريخ ڏانهن پنهنجو نقطهِ نظر ٺاهين ٿا. ڇاڪاڻ ته هاڻ پڙهڻ جون عادتون نه رهيون آهن ۽ تاريخي ذريعن تائين رسائي ڏکي ٿيندي پئي وڃي، تنهن ڪري ٽي وي پاران پيش ڪيل تاريخ جي جاهلانه ۽ غلط رخ کي اسان جي ذهنن تي مڙهيو پيو وڃي. روانڊا جو مثال وٺو جتي ٿيل نسلي قتل عام کي ڪروڙين ماڻهن ٽي وي تي ڏٺو ۽ تجزيا به ٻڌا، جن مان گهڻي قدر غلط هئا. ڀلا گهڻن ناظرين انهن واقعن تي وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪتابن جو رخ ڪيو هوندو؟ منهنجي خيال ۾ نه جي برابر – ۽ اهو ئي خطرو آهي ته ٽي وي ڪتابن کان وڌيڪ معتبر ٿيندي پئي وڃي. هاڻ تهذيبون تاريخ سان شناسائيءَ لاءِ ٽي وي جي ڏنل رخ تي وڌ ۾ وڌ انحصار ڪري رهيون آهن. جيڪو مؤقف اڪثر غلط ۽ بي بنياد آهي. وقت گذرڻ سان اسان جي عوام کي رڳو تاريخ جو اهو ئي رخ معلوم هوندو. جيڪو ٽي وي تان مليل هوندو ۽ تمام ننڍڙي اقليت کي تاريخ جو ڪو بيو ۽ صحيح رخ معلوم هوندو. ثقافت جي هڪ وڏي نظريي دان رالف ارنهيم چيو آهي ته "وقت ايندو ته ماڻهو پنهنجي حواسن سان پرکيل دنيا ۽ پنهنجي عقل سان پرکيل دنيا وچ ۾ مُنجهي پوندا ۽ ايئن ئي سمجهندا ته جيڪي ڪجهه

هو ڏسي رهيا آهن. سو ئي صحيح آهي.“ سندس مطابق ”وقت سان ٽي وي ئي اسان جي تحقيق جو وڏو ذريعو هوندي ۽ اها ڳالهه اسان جي ذهنن کي ڪاهل ۽ سست بڻائي ڇڏيندي.“ ڏسڻ ۽ سمجهڻ ۽ ڄاڻڻ جي وچ ۾ انهيءَ مونجهاري کي ٽي وي وارا پنهنجي فائدي لاءِ ٽوڙي مروڙي استعمال ٿا ڪن. آمريت ۾ سينسر شپ جو استعمال ٿيندو آهي ۽ جمهوريت ۾ اهو ڪم حقيقتن کي ٽوڙي مروڙي پيش ڪرڻ جي صورت ۾ ورتو ويندو آهي. ٻنهي حملن جو شڪار وري به عام ماڻهوئي آهن.

جڏهن ميڊيا وارا پنهنجي باري ۾ ڳالهائيندا آهن ته اهي اصل شين کي لڪائيندا آهن. اهي ايڊيٽنگ، ڊزائيننگ، لي آئوٽ وغيره تي ڳالهائيندا آهن. اهي انهيءَ تي صفا ڪونه ڳالهائيندا آهن ته اهي ميڊيا تي مواد ڪهڙو پيا پيش ڪن؟ اهي پيغام تي ڪونه ڳالهائيندا آهن، پر پيغام رسائيندڙ تي ڳالهائيندا آهن. هاڻ مثال ڪٺو غربت جو جيڪو دنيا جو سڀ کان وڏو مسئلو آهي. هاڻ ٽي وي وارا انهيءَ کي ڪيئن ٿا ڏيکارين؟ گهڻو ڪري ته اهي غربت کي ٻڪ يا ذڪر جي مسئلي سان ڳنڍي ڇڏيندا. ٻڪ ۽ ذڪر ڪن علائقن ۾ مقامي مسئلو آهي ۽ سو به گهڻو ڪري فطري آفتن جهڙوڪ ٻوڏ يا زلزلي يا وري جنگين جي ڪري ٿيندو آهي. هاڻ ٽي وي تي ڏيکاريو ويندو آهي ته ڪيئن انهيءَ ذڪر کي ختم ڪرڻ لاءِ جهازن مان اناج پيو لهي، وغيره. پر عالمي غربت جنهن ۾ دنيا جي آباديءَ جو ٽيون حصو ورتل آهي، تنهن جي خاتمي بابت اسان جي ميڊيا لفظ به ڪونه ڪڇندي يا وري ايئن ڪندا، جو انهن غريب علائقن جي باري ۾ ڪي سياحت يا جاگرافيءَ وارا پروگرام ڏيکاري ڇڏيندا. جن ۾ انهن غريب ماڻهن جي ريتن رسمن کي ڏاڍي خوبصورت ۽ حيرت انگيز طريقي سان پيش ڪيو ويندو. انهيءَ سان اهو تاثر ملندو آهي ته جيڪي جڳهيون غربت جون سٽيل هونديون آهن، سي ڏاڍيون سحر انگيز هونديون آهن. اهڙي طريقي سان غربت کي ٽوڙي مروڙي پيش ڪيو ويندو آهي، ڇڻ ته غربت بس ڪي انگ اکر هجن يا زندگيءَ جي ڪا حقيقت هجي، جيڪا ختم ٿيڻي نه آهي ۽ نه ئي ڪو انهيءَ منجهان دنيا کي خطرو آهي.

هاڻ واپس اچون ٿا پاڻ پنهنجي اصلي سوال تي، ته ڇا ميڊيا اسان جي حقيقي دنيا جي عڪاسي ڪري ٿي؟ اها شايد ڪندي به هجي، پر رڳو سطحي طور تي ۽ ٽڪرن ٽڪرن ۾. سندس توجه رڳو صدارتي دورن ۽ دهشتگرديءَ جي حملن تي هوندي آهي ۽ هاڻ انهن ڳالهين ۾ ماڻهن جي دلچسپي گهٽبي وڃي. گذريل ڪجهه سالن کان ٽي وي تان خبرن جي ڏسندڙن جو تعداد سٺ سيڪڙو گهٽجي ويو آهي. جن موضوعن کي خبرن ۾ جڳهه ڏني پئي وڃي، تن ۾ سترسيڪڙو کان وڌيڪ مقامي موضوع آهن، جن جو تعلق تشدد، نشي ۽ ڏوهن سان آهي. فقط پنج سيڪڙو خبرن جو تعلق ٻين ملڪن سان هوندو آهي. ڪٿي ته اهو به ڪونه هوندو آهي. 1987ع ۾ مشهور آمريڪي رسالي ”ٽائيم“ جي ڪور اسٽورين مان ٻارنهن بين الاقوامي موضوعن تي هيون. 1997ع ۾ رڳو هڪڙي خبر بين الاقوامي موضوع تي هئي. خبر جي چونڊ جو به هاڻ واحد اصول اهو وڃي بچيو آهي ته ”جيترو خون ۽ قتل وغارت وڌيڪ، ايترو اخبار جو وڪرو به.“

اسان هڪڙي ٻٽي حقيقتن جي دنيا ۾ پيا رهون. هڪ طرف ته اسان پيا چئون ته

رابطي جي ذريعن جي ترقيءَ سان دنيا سوڙهي ٿيندي پئي وڃي ۽ هاڻ دنيا هڪڙو عالمي ڳوٺ ٿي وئي آهي ته وري پئي طرف ٿيندو اهو پيو وڃي ته هاڻ ميڊيا ۾ بين الاقوامي مامرن لاءِ جڳهه گهٽجندي پئي وڃي. هاڻ انهيءَ جي جاءِ ورتي آهي مقامي خبرن، سنسني خيز هيڊ لائينز فنڪارن جي نجي زندگين جي باري ۾ افواهن ۽ اسڪينڊلن ۽ شخصيتن. پر هاڻ ٿورو انصاف ڪجي ته ايئن چوڻ واجب ٿيندو ته ميڊيا ۾ اهو انقلاب نئون آهي. اجا انهيءَ جي واڌ ويجهه ۾ وقت لڳندو. اجا ميڊيا رڳو ڪرپشن، خبرن کي ٽوڙڻ مروڙڻ جي ڪم ۽ فحاشيءَ کي هٿي ڏني آهي. انهن بيمارين جو علاج به ميڊيا مان ئي نڪرڻو آهي، جيڪو اجا نه نڪتو آهي. اجا ميڊيا تي ٿيندڙ تنقيد جو اثر نه پيو ورتو وڃي، پر دير سوير ميڊيا تي ان جو اثر ٿيندو. اسان کي اهو به تسليم ڪرڻو پوندو ته اجا ماڻهن ۾ بلوغت نه آئي آهي ۽ ماڻهو ٽي وي آڏو ان ڪري به ويهن ٿا، چو ته جيڪو هو چاهين ٿا، سو کين ملي ٿو. اورٽيگا گيسٽ به سماج جي وصف ڪندي چيو ته: "اهو ماڻهن جو مجموعو هوندو آهي، جيڪي پنهنجي پسندن ۾ پاڻ مان مطمئن هوندا آهن."

جيئن مون پهرين چيو ته ميڊيا پاڻ ۾ هڪ دنيا ٿي وئي آهي، جيڪا مختلف درجن تي ڪم ڪري ٿي. توهان کي هٿي "گند جي ڍير واري ميڊيا" به ملندي ته ڪن جڳهين تي واقعي شاندار ميڊيا به ملندي. توهان کي ڪجهه شاندار ٽي وي پروگرام بهترين ريڊيو پروگرام ۽ حيرت انگيز اخبارون به ملنديون. جيڪڏهن ڪنهن کي ايمانداراڻه ۽ گهرائيءَ وارا تجربا گهرجن ته شايد انهن جي به کوٽ نه آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته ايترو وقت به نه ملندو جو انهن سيني کي جذب ڪري سگهجي. ڪير انهيءَ کان به انڪار نٿو ڪري سگهي ته ٽي وي، اخبارن ۽ ريڊيو تي ڪي ڏاڍا بهترين ۽ حساس صحافي به ملندا. جيڪي پنهنجي ساٿين جو قدر ڪري ڄاڻن ۽ جيڪي هن ڌرتيءَ کي هڪ اهڙي شاندار جڳهه سمجهن ٿا. جيڪا نه فقط رهڻ جي قابل آهي، پر انهيءَ جو تجزيو به ڪري سگهجي ٿو ۽ انهيءَ کي سمجهي ۽ بچائي به سگهجي ٿو. انهن مان گهڻا ته پنهنجيءَ ذات لاءِ فائدن جي انڪار واري ڪيفيت ۾ رهن ٿا ۽ وٽن قربانيءَ جو جذبو آهي ته جوش به. اهي آسان جوابن کي ڇڏي ۽ آرام جي زندگيءَ کان انڪار ڪري پنهنجيون حياتيون خطري ۾ وجهيو وڃنا آهن. اهي اهو سڀ انهيءَ ڪري ڪن ٿا، جيئن هن دنيا جي حالتن جا شاهد هجن. جنهن ۾ اسين حياتي گهاريون پيا. اها دنيا، جنهن ۾ خطرا آهن ته اميدون به!

manojhalai@yahoo.com



هڪ پيري ممتاز حيدر (پرنسپل گرلز ڪاليج علي ڳڙهه) رشيد احمد صديقيءَ کي خط لکيو (جيڪو شايد تعليم کاتي ۾ ڪو عملدار هو) ته گرلز ڪاليج جي ميٽنگ لاءِ تاريخ مقرر ڪريو. رشيد صديقيءَ جواب ۾ لکيس "تاريخ ته ڇوڪريءَ وارن طرفان طئي ٿيندي آهي. توهان وري مون کي پيا چئو ته تاريخ مقرر ڪريان!"



# جهڪيون جهڪيون يادگيريون _ 2

عبدالقادر جوڻيجو

## پرائي مت

ضدي بہ حد، پرمتڙيو بہ حد.

ضد بہ اهڙو جو چئي چڏيان "سهي جون تنگون ٽي." پوءِ تہ چوٽين تنگ ٽيٽي ئي ناهي. سهو ويچارو منڊي جو منڊو رهجي ويندو.

راتيءَ جي ڪهاڻي لکيم. پهرئين قسط ڏٺم تہ لڳم تہ هارون رند جي ٻيهين تي لڳي ٻوڙ هاري ويهي رهيو آهيان. موڪل جي درخواست اُماڻي گهر ۾ لڪي ويهي رهيس، تہ جي ٻاهر نڪتس تہ ماڻهو مون تان کِلندا تہ کهڙو ڊرامو لکيو اٿس. ڪي ماڻهو زبان سان ٽوڪ ڪندا آهن، ڪي اکين سان ٽوڪيندا آهن تہ ڪن جي خاموشيءَ ۾ بہ ٽوڪ شامل هوندي آهي. سو ٻارن کي چئي ڇڏيم تہ جي ڪو در تي لنگهي اچي، تہ چئي ڇڏيوس تہ بابو گهر ۾ ناهي. هن ملڪ ۾ نہ چاهيندي بہ ٻارن کي ڪوڙ سيکارڻا پوندا آهن. پنهنجي خواري ٻارن جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏيو تہ اُهي ويهي خوار ٿين. گهٽو ڊپ علي محمد چانگ مان هوم. تنها، ذهين، رول، بوهيمين ۽ ميخائيل شولوخوف جي ڏکي ناول "Quite flows the Don" جو ياد حافظ علي محمد چانگ بہ ئي ڪنهن جي ٽوڪ کي تہ ڪونہ ليکيان، پر ٻارن جي ٽوڪ ڏکي لڳندي اٿم. ڊرامہ نگار بہ آهيان، ڊائيلاگ لکي بہ ڄاڻان ۽ هٽي بہ ڄاڻان. ٽوڪ جو جواب ٽوڪ سان ڏيئي سگهان ٿو پر الائي چو چُپ تي ويندو آهيان. شايد چپ ئي وڏي ٽوڪ هوندي آهي، انهيءَ ڪري.

جنهن بلا کان ڊنل هوس، اُها ئي ڳچيءَ ۾ پئي. سو بہ قسط ٽيلي ڪاسٽ ٿيڻ کان ٿورو وقت اڳ ۾ چڪي ڪٽي گهر مان ڪڍيائين. تڏهن سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ ۾ مارڪيٽ جي سامهون ڇپري هيٺان هوٽلڙي هوندي هئي، اوڏانهن وني هليو. چا ٿو

ڏسان تہ ماڻهو ماڻهوءَ متان چڙهيو بيٺو آهي. ڪُرسيون والارجي چُڪيون هيون ۽ ڪيترا ئي ماڻهو بيٺل هئا. خبر پئي تہ همراهہ هوٽلڙيءَ ۾ پيل بلئڪ اينڊ وائيٽ ٽي وي سيٽ تي "راڻيءَ جي ڪهاڻي" ڏسڻ آيا آهن. جڏهن علي محمد چانگ ۽ اُتي آيل ماڻهن واهہ واهہ ڪئي، تہ جنهن شيءِ کي خراب سمجهيو ويٺو هوس، اها مون لاءِ سُٺي ٿِي ويئي. پرائيءَ مت تي لڳي، پنهنجو پاڻ کي داد ڏنم. معنيٰ تہ پرمتڙيو آهيان.

سوچيو ويٺو هوس تہ هن ڀيري "سارنگا" لاءِ ڪو نرالو مضمون لکندس ائين رسالي لاءِ سياست بيزار چيني ليکڪ گائوشن جيان (Gao xingjian)جي نئين ڪتاب "The case of literature" (2008ع) ۽ سياست پسند پارتي ليکڪا ارون ڌتي راءِ جي نئين ڪتاب "The shape of the Beast" (2008ع) تي وارڙيو ۽ گاڏڙ مضمون اڌ تائين تہ لکي بہ چُڪو هوس، پر يارن پيارن ۽ پڙهندڙن وٽي پيون ڏنيون تہ "جهڪين جهڪين يادگيرين" جي قسط لکان. ائين پرائيءَ مت تي لڳي اڌ لکيل ڦاڙي ڇڏيم. جيڪو ماڻهو وڏي محنت سان لکيل اڌ مسودو ڦاڙي ڇڏي تہ پلا انهيءَ کان وڏيڪ ٻيو ڪير پرمتڙيو هوندو.

## زوري زنا

هوءَ

نہ ويچي موءَ.

مرد جي زندگيءَ جي ڊگهي سفر ۾ ڪُجھ عورتون ساٿ ڏينديون بہ رهنديون آهن ۽ واٽ متائي بہ وينديون آهن. پر ڪانہ ڪا اهڙي عورت هوندي آهي، جيڪا واٽ متائڻ کان پوءِ بہ دماغ ۾ ڳنڍي هٽي ويهي رهندي آهي. هُوءَ بہ مون لاءِ ائين آهي. شينهن جا ڏند پچي پيا آهن، پوءِ بہ نٿي وسري.

هڪڙي ڏينهن عبدالڪريم بلوچ جي ڪراچي تي ويءَ واري آفيس ۾ ويٺو هوس. بلوچ صاحب شڪايت ڪئي تہ شگر جي ڪري سندس حافظو ڪم ڇڏي ويو آهي. پنهنجي ڄاڻ آهر ٻڌايومانس تہ انسان جي دماغ ۾ حافظي جون اربين ڪربين نئڪلتيون هونديون آهن. ماڻهو جڏهن ■ ورهين کي پهچندو آهي تہ حافظي جون صرف ٽي نئڪلتيون ٽٽنديون آهن. انهيءَ ڪري ماڻهوءَ جو حافظو سواءِ الزهمير (دماغي بيماري) جي ختم ئي نہ ٿيندو آهي. ماڻهو جڏهن پوڙهو ٿيندو آهي يا ڪٿ جي حوالي هوندو آهي تہ انهيءَ ماڻهوءَ جون ڪُجھ دلچسپيون ختم ٿي وينديون آهن. جڏهن ڪنهن جي ڪنهن ڳالهہ ۾ دلچسپي نہ رهندي آهي تہ اها ڳالهہ ياد نہ رکندو آهي. سو اها ڳالهہ اجائي آهي تہ شگر جي ڪري حافظو هليو ويندو آهي.

عبدالڪريم منهنجي انهيءَ ڳالهہ مان مطمئن نہ ٿيو.

پڇيومانس تہ: "اوهان جوانيءَ ۾ ڪو ڳرو عشق ڪيو هوندو؟"

"هر ماڻهو جوانيءَ ۾ ڳرو عشق ڪندو آهي. مون بہ ڪيو."

"ڇوڪريءَ جو نالو ياد اٿئي؟"

انهيءَ تي عبدالڪريم مُرڪي ڏنو ۽ سندس مرڪ ۾ "ها" شامل هئي.

"پوءِ بہ ڪيئن ٿا چئو تہ توهان جو حافظو ختم ٿي رهيو آهي؟" ڳالهہ حافظي جي ناهي، دلچسپي ۽ عدم دلچسپيءَ جي آهي.

مون کي بہ شگر آهي، پر پوءِ بہ هوءَ نٿي وسري.

مون سان ملڻ کان اڳ بہ هُوءَ سنڌ ۾ آئي هئي. تڏهن سندس پرس ۾ پستول نہ هو پر فيض احمد فيض جي چٺي هئي. پر ساٽس جيڪا جرنلسٽ هئي، انهيءَ جي پرس ۾ پستول پيل هو. سنڌ ۾ گهڙو تہ پستول بہ ضروري آهي ۽ فيض احمد فيض جي چٺي بہ ضروري آهي.

لاهور ڪئنٽ ۾ وتس تڪيل هوس. سندس اباڻي ٻولي سرائيڪي آهي، پر سندس گهاٽي سهيليءَ جي ٻولي اردو آهي، جيڪا هن وقت تہ آمريڪا ۾ آهي، پر تڏهن اڃا لاهور ۾ هئي. سندس اها سهيلي خير النساءِ جعفريءَ جي شخصيت جو اردو ترجمو آهي. اها مون کي چوندي هئي تہ "پنجابي وڏيريءَ جئ سُريت" هڪڙي ڏينهن ڳالهين جا ڳوٽ ٻڌندي، مون کي چيائين تہ: "خبر اٿئي، تو واري پنجابي وڏيريءَ سان ٻن سنڌي وڏيرن زوري زنا ڪئي هئي."

"نہ، مون سان تہ ڪا اهڙي ڳالهہ ڪانہ ڪئي اٿس. مون سان گڏ هئي تہ پاڻ سنڌي وڏيرن کيس وڏيون عزتون ڏنيون، ابا امان ڪري ڳالهائيندا هئس، کيس نياڻي سمجهي اجرڪون اوڍايائون. ايئن ڪيئن هوندو."

"پر توسان ملڻ کان اڳ جي ڳالهہ آهي. پڇي تہ ڏس."

"پڇندو مانس، مون سان ڪوڙ ڪونہ ڳالهائيندي"

پڇيومانس. ڪوڙ ڪونہ ڳالهايائين.

گُهٽ، گرمي، فيض احمد فيض جي چٺي، تڏهوڪي ضلعي ٿرپارڪر جي هيڊ ڪوارٽر ميرپورخاص ۾ انگريزن جي واري جو ٺهيل بنگلو فرش گسي گسي ترڪڻو ٿي پيو هو. بنگلي ۾ رهندڙ ڪامورو نمبر اول. ڏر ٽٽيءَ جو ٻنهي ڄڻين جي گاڏي اچي بنگلي جي سامهون بيٺي. کين ڪاموري نمبر اول جي معرفت عمرڪوٽ واري پاسي ٿر وڃڻو هو. سڀ تياريون مڪمل هيون.

بنگلي اندر گهڙيون. وڻ وڃي وين. ڇا ٿيون ڏسن تہ سنڌي ڪامورو نمبر اول ۽ سنڌيءَ جو نالي وارو پوڙهو اسڪالر ويٺا اُسڪاچ وهسڪي پيئن. ڏر ٽٽيءَ جو وسڪي پيئڻ جو مطلب؟ ڏنن تہ ڳالهہ ۾ ڳُڙ آهي.

پوڙهي اسڪالر ٿڙندڙ آواز ۾ کين وسڪي پيئڻ جي صلاح ڪئي.

"پهرين تہ اسان مان ڪابہ شراب نہ پيئندي آهي. ڀلا جي پيئون بہ ڪٿي تہ ڏر ٽٽيءَ جي بدران شام هُجي تہ پيئون. پر جي شام بہ هُجي تہ اوهان سان ڇا پيئون؟" هن پوڙهي سنڌي اسڪالر کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اسڪالر پنهنجي

گهڙيل ٽيورين تان ٽوروئي هٿندا آهن. ائين اسڪالر ڏڪندي ڏڪندي ڪُرسيءَ تان اُٿيو. جي رڳو اُٿي وري ٻہ ڪين صلاح هٿي ها تہ بہ ٺيڪ. پر اسڪالر اُٿڻ سان ڪٽي هُن جي ڇاتيءَ ۾ هٿ وڌو پر هٿ ترڪي ويو. جيڪا فجر جو اٽي ميلن جي حساب سان رننگ ڪندي هجي، انهيءَ جي سخت ڇاتيءَ تان هٿ تہ ترڪڻو ئي هوندو آهي. هن ڪي سليوليس شرٽ ۽ جينز ۽ پيرن ۾ نائيڪيءَ جو جاگر پيل هو. سو پير ٻڌي ڪٽي نؤنشو ڇڪي هنيائينس. پوڙهو اسڪالر ڪرسيءَ تي وڃي ڪريو ۽ ڪُرسي گسي ويل فرش سان ترڪندي وڃي پٽ سان لڳي. اسڪالر جو متو قاٽي پيو. انهيءَ وچ ۾ جرنلسٽ پستول ڪڍيو تہ جزا ۽ سزا وارو ڪامورو ڊوڙي وڃي غسل خاني ۾ پيو ۽ اندران ڪڙو ڏئي ڇڏيائين.

ٻئي ڄڻيون ٻاهر نڪري آيون. هوءَ تہ هٿ ناري ڇُڪي هئي، پر جرنلسٽ ڏاڍي ڪاوڙ ۾ هئي. هونئن بہ تہ پلا جرنلسٽن جي ڪاوڙ متي تي رکيل هوندي آهي. پاڻ جڏهن ڪنهن کان ڏنگا سوال پڇندا آهن تہ خيريت ئي خيريت هوندي آهي، پر ڪين ڪو ڏنگو جواب ڏيندو آهي تہ پوءِ خيريت ڪانہ هوندي آهي ۽ ڪانوَن وانگيان گڏجي ٺان ٺان ڪري، ملڪ متي تي ڪٽي ڇڏيندا آهن.

"فون ڪر. پنهنجو پاڻ ڪي ڇا ٿا سمجهن." جرنلسٽ تتي بيٺي هئي، پر هُن کي خبر هئي تہ جي فون ڪيم تہ ٻئي ڪنيجي ويندا ۽ وري واپس وري نہ سگهندا. جنرلن جو زمانو هو.

"ڇڏ ڪٽي. اجائي خواري ٿيندي. واپس ٿيون هلون."

چڱي خاصي بحثا بحثيءَ کان پوءِ ٻئي ڪراچيءَ روانيون ٿي ويون.

ٻئي ڇٽا وڏيرا تہ ڪونہ هئا. اجائي ڦڪڙي وڏيرن تي. سرمائيدار ڇُٽا. رشوت خور ڪامورا ڇُٽا. ڪرپٽ مڊل ڪلاس ڇُٽو نہ وڃي سنڌي وڏيرو.

منهنجو گهر، ڪوارٽر نمبر A.25. ٻارن جي ڪمري ۾ رکيل ٽي وي سيٽ. بابا حال حيات هو. پاڻ يا تہ عبدالرحمان مغل ۽ سندس پائرن سان گڏجي نمازون پڙهندو هو ۽ ڪچهريون ڪندو هو يا منهنجن ٻارن کي ساڻ ڪري ڪين شيون وٺي ڏيندو هو يا ٻارن جي ڪمري ۾ وڃي "راڻيءَ جي ڪهاڻي" ڏسندو هو. آخري قسط ويٺي ڏٺائين. جڏهن ڊرامي جو ڪردار انسپيڪٽر پوليس (اهو ڪردار سائين صالح محمد شاھ ادا ڪيو هو) وڏي وات اهو ڊائيلاگ چيو: "آئون گناهگار آهيان. آئون ڏوهي آهيان. رشوت وٺندڙ آهيان. پئسا وٺي چور چڪار ۽ اسمگلر ڇڏي ڏيندو آهيان. پر مون اڄ تائين ڪنهن خونيءَ کي ۽ زوري زنا ڪندڙ کي نہ معاف ڪيو آهي ۽ نہ ئي معاف ڪندس."

اهي ڊائيلاگ ٻڌي بابا جي چپن تي معنيٰ خيز مُرڪ تري آئي ۽ مون ڏانهن ڏٺائين. "نيٺ مون کي بہ نہ ڇڏيئہ."

"بابا، هڪڙي ڳالهہ تہ ٻڌايو."

"چئہ." بابا ڏاڍو خوش هو. پنهنجي جواني جو اسڪرين تي ڏٺائين.

"اوهان کي وري بہ ساڳئي عهدي تي رکن تہ اوهان ائين ڪندؤ؟"
"نہ بابا الله پناهہ ڏيندو."
"ڇو؟"
"اڳي اسان کي سورهن جا ويهہ آنا پڪ ٿي ويندي هئي تہ فلاڻو پڪو پختو اصلي جوابدار آهي. هاڻي خلقت بہ وڏي ويئي آهي، ڪوڙ بہ مُلڪ ۾ ڪاهي پيو آهي. ڪا خبر نٿي پوي تہ ڪير ڇا پيو ڪري؟ سو اصلي جوابدار جي خبر تہ پوندي ڪانہ. رڳو ٺلهي شڪ جي بنياد تي ڪنهن کي جهلڻ ئي ڪارو ناحق آهي، مارڻ تہ پري جي ڳالهہ آهي. اڳي اهڙيءَ ڪارروائيءَ تي مٿيان آفيسر بہ ڪونہ ڪڇندا هئا. هاڻي تہ خون تي بہ پئسا وٺيو ڇڏين. زوريءَ زنا تي بہ پئسا وٺڻ کان نٿا مڙن."
بابا پين جوابدارن تي نہ پاڻ هٿ ٺاريندو هو ۽ نہ ٻئي ڪنهن کي هٿ ٺارڻ ڏيندو هو. پر خونيءَ ۽ زوري زنا جي جوابدار کي ڪورٽ تائين پهچڻ نہ ڏيندو هو – ايڪسٽرا جوڊيشل ڪلنگ.
جيئن اڳي رنڊين جي بہ اخلاقيات هوندي هئي ۽ اُهي محرم جو لحاظ رکنديون هيون، ائين ئي پوليس جي بہ اخلاقيات هوندي هئي. پين ڪيسن تي ڏي وٺ ڪري وٺندا هئا، پر خون ۽ زوري زنا تي مُئي مارائي بہ پئسو نہ وٺندا هئا. جي مٿن ڳري لٺ ايندي هئي تہ ڦول پٽي صاحب وڏي جي ٽيبل تي رکي، سليوٽ هڻي روانا ٿي ويندا هئا ۽ وري واپس نہ ورندا هئا. هاڻي تہ جهڳو جهڙ لڳو پيو آهي. ڇا جو خون، ڇا جي زوري زنا!

## پاڻي ڙي پاڻي!

لڳ لاڳاپا ٽٽي بہ ويندا آهن ۽ وري جُڙي بہ ويندا آهن. يادون پُٺ نہ ڇڏينديون آهن. اصل ۾ هُن نہ پئي چاهيو تہ منهنجي گهرواري نجمہ ۽ منهنجا ننڍا ٻار رُلي وڃن. اهو وقت اهو هو جڏهن آئون گهڻو وقت لاهور ۾ گذاريندو هوس ۽ پويان ڄامشوري ۾ نجمہ گهر جي در تي پنهنجي نگاهن جو مُصلو وڇائي، منهنجو اوسيئڙو ڪيندي هئي. صبر جي انتها، هوءَ بہ صابرين آهي. دل تي پٿر رکي، نہ چاهيندي ڪري بہ مون کي ڏکي ڏار ڪيائين تہ وڃي ٻچن پيڙو ٿيان. وقت پاڻيهي زخم پري ڇڏيندو.
خير النساءِ جعفريءَ جي اردو ترجمي سان صلاح ڪيائين ۽ ڪم ٿي ويو. اها وري پاڻ سان گڏ هڪ جرمن ڇوڪريءَ کي وٺي آئي جيڪا لاهور ۾ اُردو سکڻ لاءِ آئي هئي ۽ وٽس پيئنگ گيسٽ هئي. سامان تيار هو ۽ منهن لٿل هئا. ٻئي ڄڻيون مون کي ساڻ وٺي ويون. ٽنهين ڄڻين جو خيال هو تہ جي مرد کي ڪا وڏيڪ ڀرپور عورت ملي وڃي تہ اُها مرد جي دل ۾ ويندل اڳئين عورت جو خال ڀري سگهي ٿي. خيال تہ غلط هو پر نيت صاف هئي. پوءِ بيڊ روم کان وٺي لاهور جي روڊن رستن تائين ڪيريلين مون کي ريپائيندي رهي. خوبصورت، نوجوان ۽ قد آور ڪيريلين، جنهن مٿان مک پئي ترڪي.
هڪڙي ڏينهن ڪيريلين بہ لاهور ايئرپورٽ تي مون کان موڪلايو ۽ سنڌ اچڻ

جو آسرو ڏنائين. ڪجھ ڏينھن رکي سندس خط بہ آيو پر پاڻ نہ آئي، تہ نہ آئي. ڪجھ ڏينھن کان پوءِ پڇا ڪيم تہ پتو پيو تہ ڪيريلين ھڪ پريشان حال ۽ نڌڻڪي افغان مھاجر نوجوان کي رڳو جرمنيءَ جي شھريت ڏيارڻ لاءِ ساڻس شادي ڪري، جرمنيءَ ھلي وئي. رڳو پرائو مسئلو حل ڪرڻ لاءِ پھرين سنڌي ۽ پوءِ افغان.

ڪيريلين بہ ڇڏي وئي، ھن بہ ڇڏي ڏنو باقي بچيو ڇا؟ نجم جي درياء دلي سڀ بي وفائيون معاف.

ھڪڙي ڏينھن اوچتو ئي اوچتو ھن جو فون آيو: "قادر! سڀاڻي منجھند جو تنھنجي مھمان آھيان." سڀاڻي بہ اچي ويو ۽ ھوءِ بہ اچي وئي سنڌ الاجيءَ ۾. ڪيس فرانس جي چئنل K2 لاءِ ماحوليات تي ڊاڪيومينٽري ٺاھڻي ھئي.

ڊاڪيومينٽري – سانگھڙ ضلعي جون سڪي ويل ڍنڍون، ٽوٽ ٿي ويل زمين ۽ پيل ڏار اجڙي ٽر ۾ مئل ڳئن مئان ڳجھن جا لامارا، اپري ۽ بڪئي مال جا ڏڻ، لاڙ سڪل درياء، درياء جي پيٽ ۾ اُڏامندڙ واري، بکيا ڏکيا ٻار عورتن جا ڊٺل چھرا. جھولين ۾ ڪچي ويندڙ مريض، رت جون اُلٽيون، ڪلر جا پوڻا.

ٽائيٽل- وڻ کان وڇڙي ويل، سُڪي پيلو ٿي ويل پَن ۽ پَن ۾ ٿي ويل ننڍيا ننڍيا ٽُنگ

سجو ڪم ڪري لاھور ھلي وئي.

ڪجھ ڏينھن رکي وري فون ڪيائين: "قادر! K2 وارن مون کي اجازت ڏيئي ڇڏي آھي. ھاڻي اھا ڊاڪيومينٽري ورلڊ بئنڪ ۽ بندن تي قرض ڏيندڙ مالياتي ادارن ڏانھن موڪليان پئي تہ سنڌ ۾اجھو ھيءَ سچ لڳي پئي آھي، سنڌو درياءَ تي ڪالا باغ ڊيم تہ ڇا، ھيو ڪوبہ ڊيم ٺھڻ نہ کپي."

"پر ڪالاباغ ڊيم ٺھڻ سان اوھان ماڻھن کي تہ فائدو رسندو. پوءِ تون ائين ڇو ٿي ڪرين؟"

"تو تہ پنھنجيءَ سنڌ جي باري ۾ ڪجھ بہ نہ ڪيو پر تنھنجو ڪم تہ مون کي ڪرڻو ئي ڪرڻو آھي. قادر! انصاف بہ تہ ڪا شيءِ ٿيندي آھي."

مون کي پڪ آھي تہ فون ڇڏڻ کان پوءِ حسب معمول ھُن پنھنجي سونھري ۽ قيمتي لائيٽر سان سگريٽ دُکائي آڱوٺي ۽ ڏسڻي آڱر جي وچ ۾ سگريٽ ڦاسائي، ھڪڙي اک ڀُوري ڇڪيو ھوندو.

امان پاٿيءَ چلھہ مان بيڙي دُکائي، آڱوٺي ۽ ڏسڻي آڱر ۾ ڦاسائي، بيڙي ڇڪيندي مون کي اصلي حقيقت ٻڌائي.

ست پيڙھيون اڳ جي ڳالھہ آھي. او گھٽو پري ڪٿي اجڙي ٽر ۾ وڏو ڳوٺ ھو. ڪارو ڏُڪار پيو. خدا جا پورا ڏھہ سال مينھن جي ڦُڙي بہ ڪانہ ڪِري. مال پھرئين مرڻون ڪاڏيون. پوءِ واري ڪاڏي. واري ڪاٺڻ کان پوءِ پھرئين مال مئو پوءِ ماڻھن مرڻ شروع ڪيو. زال مڙس ڏنو تہ ڏڪار کين ڪائي ويندو سو اُتان لڏيائون. ٻُک اھڙي ھئي جو زال ٻار جي بدران نانگ جڻي وڌو. اولاد ھو ڪيڏانھن ڪنس. زال پنھنجي اولاد نانگ جا ڏنگ بہ

سهندي رهي ۽ کير بہ پيئاريندي رهي ۽ پنڌ هلندي بہ رهي. هلندي هلندي ٻئي جڻا اچي هاڪڙي جي ڪپ تي پهتا تہ چا تا ڏسن تہ رڳو پاڻي ئي پاڻي آهي. نانگ ايڏو پاڻي ڏسي مري ويو ۽ زال مڙس هاڪڙي کان ٿورو ڏکڻ طرف واريءَ جي دڙي تي اچي ويٺا. ڳوٺ جو نالو رکيائون "جنهاڻ" معنيٰ ماڻهن جي وسندي يا ويڙهو.

ڪجھ سال جنهاڻ جا چار پاڙا هئا. هر پاڙي جو پنهنجو پٽيل هو. سيني پٽيلن مٿان وري وڏيرو هوندو هو. پهرئين رڳو وڏيرن جو ويڙهو آباد ٿيو پوءِ ٻيا ماڻهو اچي پاڙي ۾ ويٺا. ڳوٺ کان اولھ طرف ميگهواڙن جو وڏو پاڙو هو. ميگهواڙن جي پاڙي کان اُتر طرف لوهاڻن جو شهر هوندو هو. جن جو واپار هاڪڙي مٿان هلندڙ ٻيڙين جي ذريعي هلندو هو ۽ ڏکڻ طرف اُتن جي ذريعي گجرات سان بہ هلندو هو.

ڳالھ پئي ڪئي سين وڏيرن جي. اُها وڏيري ئي هئي، جنهن نانگ ڇٽيو هو. انهيءَ زماني کان وٺي صرف وڏيرن جي خاندان ۾ نانگ جي ماني ڪئي ويندي آهي. ڏاڏو نانگہ وڏيرن جي گهر ۾ جڏهن بہ ڪو ٻار ڄمندو آهي تہ ٻاجهريءَ جي اٽي ۽ ڳڙ ۾ ڦوٽا وجهي، روٽلو پچايو ويندو آهي ۽ صرف وڏيرن جي پاڙي ۾ اهي روٽلا ورهايا ويندا آهن. ٻين کي اهو روٽلو کائڻ جو حق ناهي، سواءِ ڪنهن سيداڻي گهر جي. انهيءَ روٽلي کي نانگ جي ماني چيو ويندو آهي.

پڙ ڏاڏو ڄائو تہ بہ نانگ جي ماني ٿي، ڏاڏو ڄائو تہ بہ نانگ جي ماني ٿي، بابا ڄائو تہ بہ نانگ جي ماني ٿي ۽ آئون ڄايس تہ بہ نانگ جي ماني ٿي. منهنجو پٽ نصير ڄائو تہ ڄامشوري ۾ تہ ڪنهن جي بہ ماني نہ ٿي ۽ پويان ڳوٺ ۾ بابا سخت منع ڪري ڇڏي تہ اها رسم هاڻي نہ هلندي، پر پوءِ بہ ڪانئس لِڪي ڳوٺ ۾ نانگ جي ماني ڪري ڇڏيائون.

امان ڀائيءَ اِها ڳالھ پوري ڪري، ٻي ڳالھ ڪندي: "آئون جڏهن ننڍڙي هيس تہ وڏي ڍوري (هاڪڙو) مان پاڻيءَ جا پکي اُڏامندا هئا. نيرنگيون، ڪوما، آڙيون، رتونبا ۽ ڊگوش پکي. اهي پکي ڏينهن جو پاڻيءَ ۾ هوندا هئا. پر جڏهن چانڊوڪيون ايندڙيون هيون تہ پوءِ مٿي اُڏامندا هئا. ايترا تہ پکي هوندا هئا جو چنڊ جي چانڊوڪيءَ ۾ بہ ڪاري ٻاٺ اوندھ ٿي ويندي هئي. ايڏو پاڻي هوندو هو."



اڪبر الھ آباديءَ جي شهرت وڌڻ لڳي تہ ڪيترائي شاعر سندس شاگرد هجڻ جا دعويدار ٿي پيا. هڪ باريش بزرگ ڪجھ وڏيڪ سياڻپ ڪئي ۽ پاڻ کي اڪبر جو استاد مشهور ڪري ڇڏيائين. اڪبر کي جڏهن خبر پئي تہ حيدرآباد ۾ هن جو ڪو استاد ظاهر ٿيو آهي، تہ هُن چيو "ها، مولوي صاحب سچ ٿا فرمائن. مون کي ياد ٿو پوي تہ ننڍپڻ ۾ الھ آباد ۾ هڪ مولوي صاحب هوندو هيو. هو مون کي علم سيکاريندو هو ۽ مان کيس عقل، پر ٻئي ناڪام ٿياسين. نہ مولوي صاحب کي عقل آيو ۽ نہ مون ۾ علم."



## حسن مجتبيٰ

حسن مجتبيٰ- هڪ عجيب شخص، عجيب ليکڪ، عجيب شاعر ۽ عجيب روداد جو نالو آهي. هن جي ڪهاڻيءَ ۾ سنڌ کان آمريڪا تائين جو سفر به اچي ٿو ته صحافت کان شاعريءَ جو انوکو امتزاج به. هن جي شخصيت وانگر هن جي شاعري به ڇرڪائيندڙ آهي. سنڌي شاعريءَ جي ڪڪ سدائين سائي رهي آهي، پر همعصر زماني ۾ تڏهن به ان جي "سُنڌ" تي وجڻ جون شڪايتون ڪافي پڌرڻ ۾ اينديون رهيون آهن. جو شاعريءَ جي نالي ۾ ته گهڻو ڪجهه ٿئي پيو شاعري نه هجڻ برابر پئي ٿئي. حسن مجتبيٰ جا نظم اهڙي شڪايت جو رد آهن. هُو موجوده سنڌي شاعرن ۾ اڪيلو شاعر آهي، جنهن جي نظمن ۾ نه فقط غير رواجي موضوع نهايت فنڪارانه حُسن سان نڀايل آهن، پر انتهائي گهرو سياسي شعور به آهي. هُو صحيح معنيٰ ۾ نئين دنيا جو شاعر آهي ۽ ان جي فڪر ۾ عالمگيريت آهي. جيڪا سنڌي شاعرن ۾ ورلي ملندي ۽ شايد ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ترجمي ٿيڻ سان مري نه سگهي. هن پنهنجي تخليقي ياترا لاءِ وزن بحر ۽ قافيي رديف جو روايتي ساز و سامان نه ڪنيو آهي، تڏهن به ان ۾ ڪمال وهڪرو ۽ جذبي جي بي ساختگي پڙي، نئين ڪائنات خلقي سگهيو آهي. هُن جي صحافيانه نگاهه شاعريءَ کي به تشبيهن ۽ استعارن جي هڪ نئين روايت عطا ڪئي آهي، جنهن کي ڏسڻ کان وڌيڪ محسوس ڪري سگهجي ٿو.

حسن سان هڪڙي ئي شڪايت آهي، ته اڄ ڪلهه هو سنڌيءَ ۾ لکڻ گهٽائي ويو آهي ۽ سندس هي نظم به هن اردوءَ ۾ ئي موڪليا آهن، جيڪي اسان جي دوست ارشاد لغاريءَ ترجمو ڪيا آهن. هن جي سنڌيءَ کان منهن موڙڻ سان سنڌي هڪ حسين ۽ ذهين شاعر کان محروم ٿي ويندي ۽ اهو اعزاز وري به هڪ ڌاري ٻوليءَ کي ئي نصيب ٿيندو - اسحاق



### ترسو!

مان رقاصه جي پير جو زخم آهيان
۽ تون خدا جي ازلي تنهائي
لوڪو!
مون سان نفرت پلي ڪيو
پر
مان توهان جي اندر ۾ رهي
توهان جي اکين مان
ڪرفيو لڳل شهر جي خوني رستن تي
لاشن جي ڍير ۾
زندگيءَ جي معنيٰ تلاش ڪري رهيو آهيان
سانتياگو جي گهٽين ۾ گم ٿي نرودا
۽ نرودا ۾ گم ٿي سانتياگو کي
مون
يروشلم جي صليب تي نئون جنم وٺندي
ڏسي ورتو آهي
مون ۽ ڪوڙ ۾ ايترو فرق آهي
جيترو گٽر ۾ وهندڙ رت ۽
انساني رڳن ۾ ڊوڙندڙ رت ۾ آهي
ترسو!
مان
تڏين ۽ ڪڏهن به ٿڃي ويندڙ
لوهي سيخن جي پار

وڪٽر هارا جي خوابن ۾ سچ جي صورت
پري رهيو آهيان
ڌرتيءَ جي گولي تي.

*

## تنهنجي چانهه جي رنگ جهڙين اکين جي تلاش ۾

ڪورن ڪاڳرن تي لفظ ائين روشن آهن
جيئن ڪرسمس جون ميڻ بتيون
جرڪنديون آهن
سچ سچي/ ڪوڙي دنيا کي ائين تڪي
رهيو آهي
جيئن چريا سيخن جي پار
چنڊ ڏانهن تڪيندا آهن
تنهنجي چانهه جي رنگ جهڙين
اکين جي تلاش ۾ مان
واقعن، جاين، نمبرن ۽ چهرن ۾
گم ٿي ويو آهيان
۽ وقت جو ڪوريئڙو هر پل
تنهنجي ۽ منهنجي چهري تي
جار اُڻي رهيو آهي
پن ڇڻ جي رُت ۾ جدائيءَ جو هيڊو رنگ
وڻ ويڙهي جيان
منهنجي من کي وڪوڙيندو ٿو رهي
تنهنجون چانهه جي رنگ جهڙيون اکيون
انڌي موسيقار جو خواب آهن
۽
تنهنجو منهنجو رشتو
نيرين، ڪارين، پورين
۽ ناسي
اکين جي ماڻڪين کان به
وڌ نازڪ
۽ حسين آهي.

## تو مون کي وساري ڇڏيو آهي

منهنجي ماضيءَ جي ميوزم ۾
مصري يا يوناني مجسمي جهڙا ماڻهو
مون
توکي سارو جيون
ڪنهن اوکي ويل جي
دعائن جيان
ياد رکيو آهي.
۽ تو مون کي
ڏند ڪٿائن جهڙي ملڪ ۾
ائين وساري ڇڏيو آ
جيئن ڪنهن هارياڻيءَ جي ڳوڙهي جهڙو
ميرو ٻالڪ
سليٽ تي لکيل اکر کي
ٿُڪ سان مِٽائي ڇڏيندو آهي
۽
ڪڏهن ڪڏهن تنهنجي ڪاوڙ مون کي
سانوڻ رُت جي بارش کان پوءِ ايندڙ
اُس جهڙي لڳندي آهي.

■

## محبت سچ وانگر جاگرافيون لتاڙي ٿي

ڌرتيءَ جي حامله شڳنن
لانگ بوٽ نٿا شنگهي سگهن
سهاڳڻ ڇاتين ۾ ڇپيل سرچشما
سدا خوف جي پياسي سنگين جي
اُڃ نٿا اجهائي سگهن
پر
محبت سچ وانگر جاگرافيون لتاڙي
پير ڪڙين جي ڇنن.... ڇنن ۾
جهونگاري ٿي
هڪ اهڙو گيت

جنهن جا ٻول
اذيت گهرن ۾ تخليق ٿيا ها
اُن ويل
اُن خاموشيءَ ۾
جڏهن ڪنهن مرندي مرندي
ڪنهن جي به ائڊريس نه ٻڌائي
رت جي ٻوند ٻوند کي
ڳالهائڻ سيکاري ڇڏيو هو.

*

## آڪاش ڄڻ پوڙهو شرابي

هي برفباريءَ جون شامون
۽ پهاڙي ڇوڪريون
آبشارن جيان اڇيون، اجريون، سريليون
هاءِ هي پهاڙي ڇوڪريون
هي وليون انگور وانگر
ڏاڙهونءَ جا گل
سرو ۽ صنوبر ۾ ڏڪيل هي ماڙي
هي رڍن جا ڌڻ
پهاڙي پيچرا
دور نيري ڍنڍ تان
رحمان بابا جي رسيلن گيتن جي
بڻنسري جي تان
ڪاٺي ماڙيءَ ۾
۽ چنارن کي هوائن جون چميون
چرچ ۾ گهنڊ شايد آ وڳو
شام ڄڻ راهبا پٽي ٿيندي وڃي
۽
گلن تي پتين جيان هڪڙو هپي جوڙو
شام جو پنهنجي دنيا ۾ مگن
چوما چاٽيءَ ۾ مصروف آهي
ڊاڪ بنگلي جا مسافر
۽ گراموفون جا جهونا رڪارڊ
ڪافيءَ جا مگ
۽
سگارن جو دونهون آ هر طرف
ڊاڪ بنگلي کان ٻاهر
ماڙيءَ تي
سج ڄڻ آ هڪ پيالو
مڌ ڳاڙهي آ شفق
۽
آڪاش ڄڻ پوڙهو شرابي.

*

## مان هڪ نظم اسمگل ڪرڻ چاهيان ٿو

ديس منهنجو
جتي جا واسي
پنهنجي ڇاتيءَ تي گوليون سهڻ
۽ گوليون هلائڻ ڄاڻن ٿا
مون کان پري آهن
پر
منهنجي ديس ڏانهن ويندڙ سيئي رستا
منهنجي من ڏانهن نڪرن ٿا
منهنجو ديس مون کان ڏاڍو پري آهي
هتي پرائي ديس ۾
هڪ ٻارڙو
نديءَ ڪناري ويهي
وهندڙ پاڻيءَ ڏانهن ڏسي رهيو آهي
۽ منهنجو ديس
هڪ ڪبوتر جيان
منهنجي نيرين اکين مان
اڏري ويو آهي
مان هن ٻار جي هٿان
پنهنجي ديس ڏانهن
هڪ نظم اسمگل ڪرڻ چاهيان ٿو.

*

## اياز جي پيرن ۾

اياز
پٽ ڏٽيءَ جي درگاهہ تان
موتي رهيو هو
هو مون کي چائنٽ تي مليو
۽ مون
گُلن سان ڀريل جهول
جيڪو
پٽ ڏٽي لاءِ
آندو هئو
سندس قدمن ۾
هاري ڇڏيو.

●

## دکدائڪ هڪ جهڙائي

هي هوائون ڪهڙي ڏکي ديس جون
جلا وطن شاعرائون آهن
هي پيلا پن يتيم ٻارن وانگر
اڪيلن رستن تي ڀٽڪي رهيا آهن
اڪ ۾ ڪرندڙ لُڙَڪ
ڇڻندڙ پن
۽ يتيم ٻارن ۾
ڪهڙي نہ دکدائڪ هڪ جهڙائي آهي
رات جي راڻيءَ جي خوف ۾
منهنجي اڱڻ ۾
تارن ڀريل نيل گگن هيٺان
ننڊپڻ ۾ مون سان رانديون رهندڙ
هُن ۾ ۽ منهنجي وچ ۾ هي نہ ختم ٿيندڙ
اونداهين جو لنبو وقفو
جيون جو بيو نالو تہ ناهي؟
روز اپرندڙ سج جو مسئلو تہ ناهي؟
جڏهن تنهنجون نيريون ٻوتجندڙ اکيون چمندو
۽ تنهنجا هٿ پنهنجي هٿن ۾ جهليندو
آهيان
ائين لڳندو آهي جڻ
ٻارڻ ڀيريون ۽ آخري دفعو مليا هجون
تڏهن تنهنجو چهرو
ڪنهن خودڪشي ڪندڙ شخص جو
ڇڏيل ڪو خط
محسوس ٿيندو آهي
۽
منهنجي بيوقوف اکين ۾
اِن سمي تون
گوريلا جنگ جهڙي صورتحال پڙهي
ڏاڍو کلندي آهين.

●

## تاريخ جو نشو

ننڍي ڪنڊ جي تاريخ
ڪنهن صديون قديم
شراب وانگر آهي
جنهن جي نشي ۾
سرمستيءَ ۾
ننڍي ڪنڊ جا ماڻهو
نسل در نسل
حيرت ناڪ ۽ شاندار
تهذيب جي ڪنڊر ۾
جهومي رهيا آهن
۽
ڪنهن صديون پراڻي
شراب وانگيان
ننڍي ڪنڊ جي تاريخ جو نشو
هن ڪنڊ جي انسانن جي رڳن ۾
رت سان گڏ گڏ
نسل در نسل
گردش ڪري رهيو آهي.

*

## تون ڪٿي به هجين

منهنجي سوچن جي راڊار اسڪرين تي
ايندڙ وقت ۾ ٿيندڙ حادثن جي
چنتا جي پڇيان
تنهنجون اکيون
انگن ۽ اکرن ۾
تبديل ٿي رهيون آهن
مان تنهنجي نيڻن جي ڪاري ڪنڊ ۾
مجرم دنيا کان
پناهه وٺڻ ٿو چاهيان
ڪڏهن ڪڏهن ڪو
آڌيءَ جو مون سان ڳالهائيندو آ
منهنجي اندر ۾
اُن سمي تنهنجي ڪمري ۾ اونداهي
منهنجي تنهائين ۾ اٿين سفر ڪندي آهي
جيئن آپريشن ٿيٽر ۾ آڪسيجن انساني
رڳن ۾
ڪمري جي خالي ديوارن تي منهنجو ياڳ
تاريخ کان به اڳ وارين ٻولين ۾
لکيل هوندو آهي
سپنن ۾ ننڊ
تنهنجو روپ اٿين ڏيکاريندي آهي
جيئن
سج لٿي کان رواني ٿيندڙ ٽرين
ستارن جي همسفر
ڪنهن ننڍڙي اسٽيشن تان
پرهه ويل
ٿي ويندي آهي
۽
ان سمي دور ڪناري تي ٺهيل
واريءَ گهرڙن تي
تنهنجي لکيل نالن ۽
منهنجي پيرن کي
خدائن کان به قديم سمونڊ
سڏيندو رهندو آهي
۽ صبح جون اخبارون
مون تي کلنديون رهنديون آهن
ان گهڙي
توسان گهاريل وقت مون کي
گڏين سان کيڏندڙ ننڍڙي خوبصورت
ٻارڙي جهڙو معصوم لڳندو آهي
۽ پوءِ
يوڪلپٽس سان رانديون ڪندڙ ماڪ ڦڙا
گهٽين ۾ گوڙ ڪندڙ ٻارن جي
پرولين جهڙا لڳندا آهن
تون ڪٿي آهين؟
ڪٿي به هجين
پکين جا گيت
۽ منهنجي آواز جو درد
ڪورس ۾ توکي
سڏيندا رهندا.





# وِيو فائينڊر (View Finder)

طارق عالم ابڙو

- پائرن ۾ پيٽ ڀر سيني کان ننڍي هئڻ سبب گهر ۾ منهنجي حيثيت ڪنهن غير اهم شئي کان وڌيڪ نه هئي. انهيءَ ڪري ڳوٺ جون قديم ڳليون، پاڙن جا اونها ۽ سوڙهن منهن وارا کوهه، کوهن مٿان چڪرين سان ڀڏل پوڪا، سرسبز ٻنيون، کليل ميدان، جناح باغ جا وڻ، ڪجين جا جهنگ، اسان جي گهر پرسان سومرن جي ڪشادي اڱڻ واري "شوالي" جي موڪري مُنهين کوهه جي سطح تي ڪڏهن ڪڏهن اپوي آسمان تڪيندڙ جهوني وزني ڳمي. (جيڪا خبر ناهي ته هندو هئي يا مسلمان) ۽ پاڇي مارڪيٽ جي کوهه واري هوديءَ جي ڪنڊن پاسن ۾ لڙڪي ويٺل ڏيڏرن سان منهنجي سورس آف انسپريشن وارو رشتو اوسيتائين قائم رهيو جيسيتائين ڳوٺ ۾ رهيس
- گرمين جي ساهه ٻوسائيندڙ راتين جو، گهر جي کليل اڱڻ ۾ قطار سان رکيل کٽن مان هڪ تي ليٽي، ادي وڏي زيب النساء کان ستارن ڀريل آسمان هيٺان طلسماتي آکاڻيون ٻڌندو رهندو هيس. ۽ انهن طلسماتي آکاڻين جي وچ مان منهنجو ذهن ڀٽڪي اڪثر اڱڻ واري پپر جي ان ڏار ڏانهن هليو ويندو هو، جيڪو گهر جي ڇت تي نميل رهندو هو، جيئن ته اسان جي گهر ۾ ڇت ڏانهن ويندڙ ڏاڪڻ نه هئي، انهيءَ ڪري ڇت تي لهندڙ اهو ڏار منهنجي تصور ۾ ڪنهن حسين ڏاڪڻ کان ڪنهن به ريت گهٽ وٽندڙ نه هو. مان ادي وڏيءَ جي طلسماتي آکاڻين مان نڪري خيالن ئي خيالن ۾ انهيءَ ڏار تان ٿيندو، ڇت تي پهچي ويندو هيس. پوءِ خبر ناهي ڪٿان ڪيهه جي خالي ڪنسترن ۽ دٻن سان سموري ڇت ڀرجي ويندي هئي ۽ مان انهن ڪنسترن ۽ دٻن جو مينار ٺاهي ستارن کي ڇهڻ وارو هوندو ئي هيس، ته طويل مينار ڍهي پوندو هو ۽ مان اڪٿ دٻن سان گڏ هوائن ۾ قلابازيون کائيندو واپس ڇت تي اچي ڦهڪو ڪندو هيس. گهر جي ڇت تي ڪرڻ سان هڪ وار پيهر منهنجي چوڌاري ڪنستر ۽ دٻا وکري ويندا هئا.

- مون کي ان ڄمار ۾ اهو معاملو بہ سمجهہ ۾ نہ ايندو هو تہ سج اوير کان ايري اولهہ ۾ اُلهڻ کان پوءِ، ٻيهر اوير کان ڪيئن تو ايري! ؟ ۽ منهنجي ننڍڙي ذهن کي ان وقت پختو يقين هو تہ سج اولهہ ۾ الهي، سڄي رات زمين جي اونهائين ۾ سفر ڪري صبح ٿيڻ کان اڳ اوير ۾ پهچي ٿو.

- هڪ شام سج لهڻ کان ڪجهہ ساعتون اڳ، گهر جي اترئين دروازي مان نڪري دڙي تي ويٺو هيس، تہ ادا منصور اولهہ پاسي پري کان نظر ايندڙ جبلن جي قطار ڏانهن اشارو ڪري چيو هو: "او – هو جيڪو جبل جي وچ تي اڀريل دڙو ڏسين ٿو نہ، ڪُتي جي قبر اٿئي."
"ڪُتي جي قبر .....! ؟" ۽ مان سج لهڻ تائين جبلن جي قطار مٿان اڀريل ان ڪُتي جي قبر کي حيران نگاهن سان ڏسندو رهيو هيس.
رات ٿيڻ تي ادي وڏيءَ کان ڪُتي جي قبر بابت پڇيو هيم تہ هن جيڪا روايت بيان ڪئي هئي، سا ڪجهہ هن ريت هئي: " چون ٿا هڪ شخص وٽ بيحد ڏاهو ۽ سمجهو ڪُتو هو، جيڪو هميشہ مالڪ جي حفاظت ۽ خيال رکندو هو. هڪ ڏينهن ان شخص وٽ سندس ڪو دوست مهمان ٿي آيو. جنهن کي ڪُتو ڏاڍو وڻي ويو ۽ هن ڪُتي کي پاڻ سان وٺي وڃڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. مالڪ ڪُتي کي پنهنجي دوست جي حوالي ڪري ڇڏيو. ڪجهہ ڏينهن گذريا تہ ڪُتو واپس مالڪ وٽ موٽي آيو. مالڪ کي اهو ڏسي سخت مٺيان لڳي. هن ڪاوڙ ۾ ڪُتي کي ٻجو ڏئي چيو: " نمڪ حرام، مان جڏهن تو کي پنهنجي دوست جي حوالي ڪيو هو، تہ تو منهنجي واعدي جو ڀرم ڇو نہ رکيو؟ "مالڪ جا اهي لفظ ٻڌي ڪتو مالڪ جي پيرن ۾ اچي سمهي رهيو ۽ سندس روح پرواز ڪري ويو."
ان رات ادي وڏيءَ کان ان قسم جي روايت ٻڌي، منهنجي دل ۾ جاندارن لاءِ محبت ۽ قدر پيٺو تي ويو، ۽ روز سج لهڻ کان پهرين، گهر جي دڙي تي ويهي ڪُتي جي قبر ڏانهن ڏسڻ نہ وساريم.

- اسان جي گهر ٻاهران وسيع ميدان هوندو هو جتي پري تائين وڏا ٻُنڊ جنگ جي ميدان ۾ شهيد ٿي ويل سپاهين وانگر هر طرف ٽڙيا پکڙيا پيا هوندا هئا. جن ۾ واڏارو ئي ٿيندو رهندو هو. ڪي شاهينگ ٻيلا ڪپي قديم وڻ، اُٺ گاڏين تي سٽي، ميدان ۾ آڻي ڦٽو ڪندا ها. انهن ٽڙن کي مان گهر جي سامهون، هر وقت ٺُڪ ٺُڪ ڪندڙ سارين جي ڪارخاني جي هڪ حصي ۾ تيز ڏار آرا مشين ۾ ٻہ اڌ ٿيڻ کان پوءِ تختا تختا ٿيندي ڏسندو رهندو هيس. ان قسم جي عمل مان مستفيض ٿيندي، خبر ناهي منهنجي ڪهڙي جبلت کي تقويت ملندي هئي! گهر جي ٻنهي پاسي اناج منڊيءَ مان، هڪ دڪان ۾ "ملان ليٿ مشين وارو" لوهي ٽڪرن کي شڪنجن ۽ ڦرموٽين ۾ ڦاسائي، مشين جي پگهل پرزن کي نئين سر ٺاهيندو هو. ۽ پرزن ٺهڻ وقت لوهي پٽريون ور وڪڙ کائي، شارپنر مان گهڙجندڙ پينسل جي ڇلڪن وانگر، گلن جي صورت اختيار ڪري هيٺ ڪرنديون رهنديون هيون.

• امڙ ڪڏهن ڪڏهن واهولو ڏئي ميدان ۾ وڪريل ٽڙن جا ڇوڏا لاهي اچڻ لاءِ چوندي هئي، جيڪي باهه ٻارڻ ۾ مددگار ٿيندا هئا. مون کي محسوس ٿيندو آهي، ٽڙن تان ڇوڏا لاهڻ، ٻنبن کي تختن ۾ تبديل ٿيندي ڏسڻ ۽ ليٿ مشين تي لوهي ٽڪرن کي ڪو روپ اختيار ڪندي ڏسڻ وارن انهن اميجز اڳتي هلي مون ۾ اديب بڻجڻ واري صلاحيت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ۽ مان تصور جي ليٿ مشين تي لفظن کي گهڙي، ڪهاڻين، ٽي. وي ناٽڪن ۽ شاعريءَ ۾ پنهنجن احساسن کي ڪيترائي روپ ڏيڻ ۾ پنهنجن هم‌عصرن کان گهٽ مختلف رهيو آهيان. ۽ مون سان هر و پرو اچائيندڙن جا ڇوڏا لاهڻ ۽ ڪين تختن ۾ تبديل ڪرڻ وارو تجربو به ننڍي ڄمار ۾ آرا مشين کان سکي ورتو هوم.

• ٿهه سيارن ۾ آسُر ويل جڏهن گهڙامنجين تي رکيل دلن جي پاڻيءَ تي پارو ڄمي ويندو هو گهر جي پٺئين ميدان ۾ ڳوٺن مان اَنُ ڍوئي ايندڙ ڏاند گاڏين جي ڦيٿن مان نڪتل چيچٽن جا آواز خاموش صبح جي سماعتن ۾ پراسراريت پيدا ڪري وجهندا هئا ۽ رات جو وچ ڪمري ۾ پاريل چلهه ۾ اجهاميل آڳ تي، روشندان مان ڪرڻن جو پڙڇ ڪري، ڪمري جي نيم خوابيده ماحول کي جادوئي سحر سونهن بخشيندو هو. ۽ انهيءَ روشنيءَ جي پڙڇ ۾ نظر ايندڙ مٽيءَ جي ذرڙن جي برفباريءَ ۾ نهاريندي ڏاڍو لطف ايندو هو. اهڙي سانتيڪي ماحول ۾ پهاڙن تان لهي اچي ميدان پاهران هُشايل بروهين جي اُٺن مان ڪو مست ٿي زبان جي دلي ٺاهي ڪجڪاڙ ڪندو هو، ته سرد ۽ ڄميل ماحول جي سطح لڏي لمي ويندي هئي.

• گهر جي اڱڻ کي اڪري اوله پاسي وڃبو هو ته ڏاڏيءَ جي گهر جو دروازو ايندو هو جنهن جي پر ۾ طوطي جو پڃرو لڙڪيل هوندو هو. طوطو مرچ ۽ زيتون کائيندي هر ايندڙ کي ڏسي چوندو هو: "چئو، حق پاڪ الله، حق پاڪ الله". دروازي ۾ داخل ٿيندي ڏاڏيءَ جي گهر جي طويل اڌ روشن اڌ اونداهي ڪمري ۾، سندس ڪٽ مٿان ٻهه ۽ گاري سان لتل ديوار واري جاري ۾ رکيل چمنيءَ کان ٿورو پريرو سادي فريم ۾ جڙيل فوٽو ٽنگيل هوندو هو. چاپئين ڏاڙهي، ٻتوتڙن وارن ۽ ڪمزور ٽنگن وارو هڪ شخص، جنهن جي سامهون چاڪڙيون ۽ ڏهاڳڻ صاف نظر اينديون هيون. ڏاڏي چوندي هئي: "اهو لطيف سائين جو فوٽو آهي."

منهنجي ڏاڏي قد جي پوري پني، جسم ۾ پريل هئي. سندس نقش تکا هئا، جنهن ۾ خاص طور سندس گنڊيو نڪ ۽ ڪٽورا نيڻ ڏسندڙ کي واڳي چڙهيندا هئا. جن مان ڪاٻو، ساڄي جي پيٽ ۾، ڪجهه ماريل هوندو هو. جڏهن ان جي باري ۾ پڇبو هئس ته کلي چوندي هئي: "ڏاڏهين، هڪ پيري هڪڙو سونهري رنگ جو ڏينيو پڪڙي آڻي ڏنو هو. ته ان کي حفاظت سان رکان. جيڪو مان رئي جي پلئه ۾ ڳنڍي ٻڌي رکي ڇڏيو. ۽ پل ۾ رئي کي ٻين ميرن ڪپڙن سان لول ۾ وجهي ڌوئي ڇڏيم. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڏاڏهين کي ڏينيو ياد پيو، ته مان ڪيس ڏينيو جي ڌوبي وڃڻ

وارو قصو ٻڌايو. اهو ٻڌي هن ڪاوڙ ۾ منهنجي اک تي زور سان ڪٽي جو مُڪ هنئي، تہ ڪيئي مهينا اک نہ کلي، ۽ جڏهن کلي تہ اڌ نور وڃائي ويئي."

منهنجو ڏاڏو سياري اونهاري پٽيءَ اگهاڙو گهمندو هو. جُتي بنهہ نہ پائيندو هو. متي تي پاءُ وال نيري رنگ جي ڪپڙي جي پير ٻڌل هوندي هئس، ۽ زنجير ۾ ٻڌل ڪُشتو ساڻ رکندو هو. طبيعت جو بيحد ضدي شخص هو. هن، هيڏو وڏو گهر اڪيلي سر اڏيو هو. شوالي جي هندن سان هميشہ جهيڙو رهيس ۽ گهر خاطر اڪثر جيلن جي حوالي رهيو. هڪ ڀيري ڪاوڙ ۾ اچي شهر جي چيف آفيسر جي ٽيبل تي، پريل آفيس ۾ گوڏ جو پلئہ هٽائي پيشاب ڪري ڇڏيائين. جو هن صاحب، سندس مسلسل درخواستن باوجود، حڪم جاري نٿي ڪيو. جنهن ۾ ڏاڏي گذارش ڪئي هئي تہ گهر ٻاهران سرڪاري طور بورڊ لڳرايو وڃي تہ جيئن ٻاهران ايندڙ مسافر ۽ واٽهڙو، پيشاب ڪرڻ کان پاسو ڪن.

- منهنجو بابا لبرل خيال جو هو. هو قمبر جو پهريون شخص هو جنهن پنهنجين نياڻين، سُبحان عالم ۽ مارئي عالم کي بوائز اسڪول ۾ داخلا ڏياري هئي. جو ان وقت تائين ڳوٺ ۾ نياڻين لاءِ ڪو بہ اسڪول قائم ڪو نہ ٿيو هو. ان کان پوءِ سنڌي مسلمانن پنهنجين نياڻين کي بوائز اسڪول ۾ داخل ڪرائڻ جي جرئت ڪئي. بابا، ڏيئن سان ايڏو پيار ڪندو هو، جو ادي سُبحان کي جڏهن سائيڪل هلائڻ جو شوق ٿيو تہ رات جو اديءَ کي مرداڻو لباس پارائي، پٽڪو ٻڌرائي گهر جي ٻاهرئين ميدان تي سائيڪل هلائڻ سيکاريائين. بابا پامسٽ، مصور، فوٽوگرافر ۽ ڇهري جا پاؤ پڙهندڙ جي حوالي سان، پنهنجي تر ۾ وڏو نانءُ رکندڙ شخص هو. قمبر ۾ پهريون فوٽو اسٽوڊيو اسان جو هو.
- هڪ ڀيري ڳوٺ ۾ مينهن اوهيرا ڪري وٺو. اسان جي گهرجي وچ اڱڻ ۾ پڪڙيل ٻير مان جهرڪيون سورت فيل ۾ ابابيلن طرفان اڇلايل پٿرين جيان زٽا زٽ ڪرڻ لڳيون ۽ منهنجو مامو پٽ تي نِستيون ٿي ويل جهرڪين جي ملائم ڳچين تي پنهنجي تکي چاڪونءَ جي تڪبير ڦيريندو، وڏو ڇپو پريندو رهيو. منجهند جو انهن غريب جهرڪين جو ٻوڙ رڌو ويو، جيڪو اسان جي گهرجي اڌ پاتين نہ کاڌو هو، جن ۾ مان بہ شامل هيس. منهنجي ان مامي کي گرامو فون ٻڌڻ جو بيحد شوق هو. جڏهن ڪاهي (منهنجي مامي جو ڳوٺ) کان اسان وٽ ا يندو هو تہ پاڻ سان گڏ گراموفون، رڪارڊ ۽ پونيو ضرور ساڻ آڻيندو هو. ۽ شام جو اڱڻ ۾ ويهي چاٻي ڦيرائي گانا ٻڌندو هو: " آهين الله جي امان، ڪڳا متان خوش ٿين"

۽ هڪ سانجهيءَ منهنجو اهو مامو، گراموفون تي ڪنور ڀڳت جو مشهور ڪلام ٻڌندي هيءَ فاني جهان ڇڏي ويو.

- هر سال جون مهيني ۾ ڳوٺ ٻاهران پيلن جهازن جا ڪٽڪ اچي لهندا هئا، جيڪي ڳوٺ جي ٻنين تي جيت مار دوائن جو ڦوهارو ڪندا هئا. انهن جهازن

جي لينڊنگ ۽ ٽيڪ آف کي ڏسڻ لاءِ، تاڪ منجهند کان سج لٿي تائين سڄي ڳوٺ جا ٻار ، جوان ۽ ڪي ٻيا، لَوَن جي ڇانو ۾ ويهي لُڪ کان بچڻ لاءِ مٿن تي پوتڙا ۽ رومال رکي، جهازن جي ٽيڪ آف ۽ لينڊنگ ڏسندا هئا. انهيءَ ڦوهاري دوران پاٽيءَ جي ڏبن ۾ هارجي ويل جيت مار دوا جي ڪري ، ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺاڻن جو مال اُڦٽ مري ٻـ ويندو هو ، پوءِ وقت اهڙو بـ آيو جو پيلن جهازن اچڻ ڇڏي ڏنو. هڪ روايت آهي تـ شهر مٿان ، هيٺاهين اڏام ڪندڙ هڪ پائلٽ کي ، ڪنهن گهر جي اڱڻ ۾ ٽيلار ڪندڙ ڪا وينگس وٽي وئي ، ۽ وينڊي وينڊي هو ڪيس جهاز ۾ اڏائي هليو ويو. اهڙيءَ ريت جهازن جي آمد بند ٿي وئي.

- مان پنجن سالن جي ڄمار ۾ اسڪول وڃڻ بجاءِ ، ڪتابن واري ٻُجڪي ڏاڏيءَ جي گهر جي لانڊيءَ ۾ لڪائي، سڄي ڳوٺ جي پاڙن جي ڪوهن ۾ جهاتيون پائيندو ڏيڏرن ۽ ڳمين سان ڪچهريون ڪري، موڪل جي ٽائيم تي گهر موٽي ايندو هئس.
- اهڙي ئي هڪ صبح جو "سونتڪ سر" جي ڪڄين جي پيو تي جهنگ ۾ گهمندي ، اوچتو ٻيهي پاڻ کي جانچڻ لڳو هوس. ٻئي هٿ منهن تي رکي ڇهري جا نقش محسوس ڪيا هيم ، ۽ پوءِ پنهنجن هٿن ۽ ڪرائين کي گهوريندي ، ذهن ۾ هڪ سوال اڀريو هو، "مان ڪير آهيان.....؟"

ان مهل ڪڄين جي ان گهاٽي پراسرار جهنگ ۾ ان سوال سامهون پاڻ کي حيران محسوس ڪيو هيم . اڄ بـ جڏهن اڪيلائي ۾ اهو سوال آڏو اچي بيهندو آهي ، تـ پاڻ کي ان ٻار جيان حيران محسوس ڪندو آهيان، جيڪو ڪڄين جي پيوتي جهنگ ۾ ان سوال اڳيان ششدر ٿيو بيٺو هو.

- پاڻ سان ڳالهائڻ ۽ شين کان سوال پڇڻ جي عادت، مون کان پاڻ جهڙن سان ڳالهائڻ جو يقين کسي ورتو، ۽ مون هجومن ۾ هوندي بـ پاڻ سان رهڻ سکي ورتو.
- مون کي فارمل ماحول ۽ فارمل ڪچهريءَ ۾ بيحد مونجهـ ٿيندي آهي. تعزيتون ، تقريرون، مذاڪرا منهنجو ساهه ٻوساٽيندا آهن.
- سينئير اديب دوستن ۾ علي بابا ، عبدالقادر جوڻيجو، امر جليل سان ڪچهري ڪندي پاڻ کي پرسڪون محسوس ڪندو آهيان . مون کي ادي ماهتاب محبوب جي تحرير ۽ شخصيت بيحد وڻندي آهي
- ڪيهر شوڪت مون کي اڪثر ياد ايندو آهي. هڪ پيري خواب ۾ ڪيهر، مڪليءَ جهڙي ڪنهن علائقي جي مختصر گهرن واري وسنديءَ جي آلي مٽيءَ تان اٿيو۔ ۽ مون کي شفق رنگ صبح ۾ سمنڊ ڏانهن وٺي هلڻ لڳو. مان ڪناري تي ويهي رهيس . هو اونهي سمنڊ ۾ وڃڻ لڳو ۽ چيلهه تائين پاڻيءَ ۾ ٻڏي، ڪنڌ ورائي مون ڏانهن پنهنجن ساگر نيڻن سان نهاري ، خشڪ پتي جهڙي پرڪٽي آواز ۾ چيائين : "هتي چيلهه جيڏو پاڻي آهي. " پوءِ هن ڪنڌ ڦيريو ۽ سمنڊ ۾ غائب ٿي ويو. اسان سڀ ڪير آهيون....!؟ ڪٿي ۽ ڪيئن ملياسين....!؟ ۽ ڪهڙين حالتن ۾ وڇڙندا پيا وڃون؟

- منهنجي گهر مان پهرين ميت بابا سائين جي نڪتي. بابا جنهن هال ۾ جنهن ڪٽ تي سمهندو هو انهيءَ ساڳيءَ کٽ تي سندس غسل ڏنل وجود رکيل هو. سڄي گهر ۾ ڪافور جي تکي خوشبو ڦهليل هئي. ديوار تي لڳل گهڙيال جا ڪانٽاپنهنجي ڊيوٽي ساڳي رفتار سان نڀائي رهيا هئا.

اها سردين جي گونگي رات هئي، جڏهن بابا ڪنهن پهر، باٿ روم ويندي ٿاٻڙجي ڪري پيو ۽ پنجاسي سالن جي ڄمار ۾ " فيومر بون " ٽوڙائي ويهي رهيو هو. ۽ ڪامياب آپريشن ڪان پوءِ بہ جياپي جي جنگ هارائي ويٺو جنهن جو هڪ سبب سندس سماعت کان محرومي بہ هئي. آپريشن بعد بابا اسان کي سڃاڻڻ ڇڏي ڏنو هو پر پراڻيون يادگيريون تازيون ٿي ويون هيس. هو پارٽيشن جا واقعا ۽ پنهنجين محبوبائن بابت ايئن ڳالهائيندو هو، ڄڻ ڪجهہ ڪلاڪ پهرين جي ڳالهہ هجي. ان بيماريءَ جو نالو ، بابا جو آپريشن ڪندڙ " ڊاڪٽر گهلوءَ " شايد " انسو مينيا" ٻڌايو هو.
- 09 جون 1989ع تي ڪراچيءَ ۾ هڪ ٽي وي ايڪٽريس سان رات گذاري صبح جو گهر موٽيس تہ آئي ٻڌايو: "رضيہ راجپوتانہ ۾ آهي، تون هاڻي پيءُ بڻجي ويو آهين." امڙ واتان اهو جملو ٻڌي، هر گذرندڙ گهڙي مون لاءِ حيرتناڪي آڻيندي رهي، جنهن مون کي نفسياتي جهوبو ڏئي ڄڻ تنبيهہ ڪئي: "هر وک سنڀالي کڻ سرڪار، آوارگيءَ جو دور ٽيو پورو."
- امڙ هالار سان ٻين ٻارن جي پيٽ ۾ وڌيڪ پيار ڪندي هئي، مون وٽ هفتن جا هفتا فقط هالار خاطر رهي پئي هوندي هئي. هالار جيسين اسڪول مان پڙهي واپس ٿئي، اڱڻ ۾ بيٺل وڻن ٻوٽن جي گڏ ڪندي رهندي هئي ۽ پاڻيءَ سان ٻارين کي تر ڪري ڇڏيندي هئي. هالار جي اسڪول مان موٽي اچڻ کان پوءِ، هوءَ شام جو سندس مٿي ۾ تيل وجهندي هئي ۽ رات جو ساڻس گڏ سمهي، ڪلهن ۽ ٻانهن تي هلڪا هلڪا زور ڏئي، خبرناهي ڪهڙي ڪچهري ڪندي رهندي هئي.

اسان جي گهر مان ڪوئي قبرستان وڃي يا نہ، هالار ڏاڏيءَ جي قبر تي وڃڻ نہ وساريندو آهي. هاءِ جيجل، تون بہ هلي وئينءَ..... !
- ۽ ادا منصور (منهنجو ادبي استاد) جنهن سنڌي خطاطيءَ ۾ "خطِ منصور" کي تخليق ڪيو جنهن سائين جيئم سيد جي مزار کي ڊزائين ڪيو، جنهن محبت ٻرڙي جي هٿن مان اِبن صفيءَ جا ناول کسي سندس ادبي تربيت ڪئي ۽ مصوريءَ جي دنيا کي ڪيترائي لائق شاگرد ڏنا، جنهن مون ۾ سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ آرٽ سان محبت جو ٻج ڇٽيو ان محترم ياءُ منصور عالم کي بلڊ ڪينسر. خبرناهي تہ سال جي ڪهڙي مهيني جي ڪهڙي ساعت ۾ ڪاٽ هڻڻ جي شروعات ڪئي؟ . ڊاڪٽر هن جي مرض تائين ان وقت پهتا جڏهن مرض سندس سڄي جسم ۾ پنهنجون بارودي سرنگهون وڇائي چڪو هو.

28 ڊسمبر جي هوائن واري صبح جو چئين وڳي، ايمبوليئنس بنا هوٽر وڄائڻ جي ڦڻ جي بنگلي آڏو اچي بيٺي ۽ اسان هن جي جسم جو تحفو، يادن جي تيز طوفانن ۾ ڪٽي، بنگلي C/13 جي هال ۾ رکي ڇڏيو

ڦڻ نه رهيو، پر باٿ روم ۾ هن جي شيونگ ڪِٽ، ٽنگڻيءَ تي لڙڪيل سندس ڪپڙا، ديوارن تي ٽنگيل سندس پينٽنگز ۽ ڪمري ۾ سندس خالي بيڊ پرسان رکيل چپل، ڪيترائي ڏينهن ڦڻ جي نه هجڻ جي احساس کي شديد کان شديد تر ڪندا رهيا.

متي ساري روشن هو گئي هي،
هم ني ديا دفن ڪيا هي.

- ون يونٽ خلاف بڪ هڙتال ڪندڙ پهرين سنڌي نياڻي "مارئي صحرا" منهنجي پنجون نمبر ڀيڻ، هن ستر واري ڏهاڪي ۾ ريڊيو حيدرآباد جي پروگرام گلدستو لاءِ ڪيترائي خوبصورت ڊراما لکيا شاعري ڪئي. پنهنجي ماستريءَ واري سڄي عرصي ۾ ڪڏهن به اسڪول کان نه گسايو. پنهنجي پگهار مان غريب ٻارن کي يونيفارم، ڪتاب وٺي ڏيندي رهي ۽ سندن اسڪول جون فيون ڀريندي رهي. وقت گذرڻ سان خاص طور رٽائرمينٽ کانپوءِ، مذهب ڏانهن سندس لاڙو وڌيڪ ٿي ويو. هن روزا رکڻ شروع ڪيا ۽ آخر سندس زبان شين جو ذائقو وسارڻ لڳي. معدو سڪي ويو. بلڪل ڪمزور ٿي وئي ۽ تاريخ 12 ربيع الاول جي مقدس صبح جو ساڍي ٽين وڳي جڏهن چار شوري ڦاٽڪ جي بازار مان ڊيڪوريشن وارا حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي ولادت باسعادت جي خوشيءَ جي موقعي تي، رات جي ٻاريل قمقمن جي لڙين کي دڪانن تان لاهي رهيا هئا، ادي مارئيءَ جي بي نور ٿي ويل نگاهن جو نور ٻاک ۾ بدلجي رهيو هو.

ادي مارئي، تون ڪٿي آهين...؟

اسان سڀ وڇڙي رهيا آهيون، ايندڙ وقت وڇوڙن جو آهي.

- جڏهن سمجهه ۾ آيو ٿيم، شين کي پرکڻ شروع ڪيم ته ڪوئي ڪن جي پرسان اچي، سرهاڻن ۾ هڪ جملو چئي غائب ٿي ويو: "ماڻهو اڪيلو آهي، باقي سڀ ڊڪو سلو آهي."

ڄمار جي ڏکي عرصي تائين مان انهيءَ جملي جو پيڇو ڪندي، اڪيلو ٿي اڪيلو سفر ڪندو رهيس. ماڻهن کان پري ويهي ڪين ويجهو کان ڏسندو رهيس، اهڙين ئي اڪيلائين جي گهڙين ۾، هڪ ڳيرو شاعر، هڪ اداس ڪهاڻيڪار سان هٿ ملايو:

"هاءِ طارق؟"

"هيلو نصير؟"

اسان اهو مصافحو. حيدرآباد جي ڪهڙي چوڪ، ڪهڙي روڊ، ڪهڙي ڳليءَ يا ڪهڙي آفيس ۾ ڪيو، مون لاءِ اها ڳالهه ڪا خاص معنيٰ نٿي رکي، پر هنن آتمڪ نوٽس جي پنن تي مون لاءِ خاص معنيٰ ان سوال کي آهي. ته مان نصير کان سال جي ڪهڙي مهيني جي ڪهڙي تاريخ جي ڪهڙين گهڙين ۾ وڇڙي ويندس؟
۽ نصير لاءِ منهنجي موت جي خبر جي ڪيتري اهميت هوندي؟ ڇو ته مان ڄاڻان ٿو، نصير پنهنجي ڄمار ۾ دل جي ويجهو رهندڙ ۽ ساهن ۾ تسبيح جي مڻين جيان سرندڙ دلبرن جا ايترا ته وڇوڙا ڏٺا آهن، جو هاڻ منهنجي موت جي خبر هن لاءِ ايترن ئي منٽن لاءِ درد سان پريل هوندي، جيترن منٽن جي "سائين مرڻا" جي اڪتاري تي وڄايل بيٺ ٿيون. ٿيون ختم. درد ختم. ۽ پوءِ سڀ ڪجهه ساڳيو. (چل ڀائي خسرو اپني گهر....)

- مان جيڪو پنهنجيءَ ذات سان بيحد محبت ڪندڙ شخص آهيان، جڏهن نصير سان مليم ته هن جي هئڻ جي احساس، منهنجين سماعتن جو پيڇو ڪندڙ جملي "ماڻهو اڪيلو آهي، باقي سڀ ڍڪوسلو آهي" کي ماڪ وانگر غائب ڪري ڇڏيو. نصير جي دوستي مون کي ماڻهن تي ويساهه ڪرڻ سيکاريو. نصير سان گڏ رهي مون ۾ لکڻ جو اتساهه پيڙهو ٿيندو رهيو. جنهن سان گڏجي مون سنڌ گهمي، بنا ٽڪيٽ ٽرينن ۾ سفر ڪيا. بسن جي درين مان سنڌ جي ڳوٺن ۾ ڪيئي سج لهندي ۽ چڙهندي ڏٺا. ننڍين ننڍين ڳالهين تي وڏا وڏا ٽهڪ ڏنا. ساڳين ڇوڪرين سان عشق ڪيا. ساڳين عورتن سان فلرٽ ڪيو. ڪنهن کٽيو؟ ڪنهن هارايو؟ اهو هڪ فضول سوال آهي ۽ انهن زندگيءَ سان ڀرپور گهڙين ۾ اُمالڪ فيبروري 1987ع ۾ زندگيءَ مون سان فلرٽ ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو. ۽ مان ڪلبني نيليور ۾ هليو ويس. ته نصير مون کي ڏسي ۽ مان نصير کي ڏسي ڳائڻ لڳس.

تجهه سي ناراض نهين زندگي، حيران هون مين.
تيري معصوم سوالون سي پريشان هون مين.

۽ اُهو به منهنجو دلبر نصير ئي هو جيڪو منهنجي بيمار ٿي پوڻ تي مون کي L.M.C حيدرآباد وٺي هليو هو. ان رات اسپتال جي جنرل وارڊ ۾ ايڪسٽرا بسترن جي بازار لڳي پئي هئي.
مان، جنهن کي ڪڏهن مٿي ۾ به سور نه پيو هو، اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو هيس! ۽ جنرل وارڊ جي ڇيندڙ روشنيءَ هيٺ، پري تائين بسترن تي ٽڙيل پکڙيل مريضن جي وچ ۾ پاڻ کي بلڪل بي لباس محسوس ڪري رهيو هيس. انهن ظالم گهڙين ۾ نصير مون کي اڪيلو ڇڏي گهر هليو وڃڻ بجاءِ، مون سان گڏ ساڳئي بيڊ تي ليٽي پيو هو. ان هيبتناڪ رات جي صبح اچڻ تائين مون کان پل به پري نه ٿيو هو. اسپتال جي درين تي ظاهر ٿي پيل ان ٽڪل صبح کان پوءِ، پورا

ڏهہ مهينا هر صبح مختلف اسپتالن جي درين مان مون تي ڪلون ڪندو رهيو هو ۽ نصير مون کي آتت ۽ همت جا گلدستا ڏئي، ٽڪل صبحن کي اسپتالن جي درين تان ٽڙيندو رهيو. اهڙن ئي صبحن مان هڪ صبح جو نصير ۽ مان "مڊايسٽ هاسپيٽل" جي ويٽنگ هال ۾ ويٺي منهنجي ڏنل بلڊ ٽيسٽ جي رزلٽ جو انتظار ڪري رهيا هياسين، تہ مان وال ٿو وال شيشي جي ديوار پٺيان، باغ ۾ وڏي ناز سان گهنڊڙ مورن ۽ خيالن ۾ گم هرڻن ڏانهن ڏسي رهيو هيس. انهن گهڙين ۾، نصير منهنجو هٿ پڪڙي چيو هو :" تارا، جيڪڏهن زندگي تو سان وفا نہ ڪري ۽ تون آسمانن ڏانهن اڏامي هليو وڃين، تہ مٿي منهنجو انتظار ضرور ڪجانءِ، اُتي بہ پاڻ ٻيئي گڏجي گهمنداسين، ننڍين ننڍين ڳالهين تي وڏا وڏا ٽهڪ ڏينداسين، ڪنهن حُور سان گڏجي فلرٽ ڪنداسين، تون مون کي پنهنجيون نڪور ڪهاڻيون پڙهائجان، مان توکي پنهنجا نوان لکيل نظم پڙهائيندس." مون کي ياد ناهي تہ ان وقت نصير اهو سڀ ڳالهائيندي، مون وانگر مڊ ايسٽ جي باغ ۾ هرڻن ۽ مورن کي ڏٺو پئي يا نہ پر مون کي محسوس ٿيو هو، جنت تہ مڊ ايسٽ جي شيشي جي ديوار جي ٻيءَ پر آهي (خبر ناهي اهي هرڻ ۽ مور جيئرا بہ آهن يا مري ويا هوندا...؟)

- پڙدو آ، نصير مرزا کان اڳ، طارق عالم جو هڪ دوست پيو بہ هوندو هو، جنهن سان گرمين جي موڪلن ۾ ملڻ لاءِ طارق سيڙجي لاڙڪاڻي ويندي هو، ۽ پوءِ هو ٻيئي گڏجي ڪيهر شوڪت ۽ ملڪ آڪاڻيءَ جي ڳوٺ آڪاڻي ويندا هئا ۽ ليمن ۽ انبن جي باغ ۾ چارئي دوست ويهي تازن ليمن جي شربت جا جڳ پري پيئندا هئا ۽ تريڪا پٽي کائيندا هئا، ۽ طارق دادو ڪئنال جي ڪپ تي ويهي هنن ٿنهي کي، واهہ ۾ ٽپيون ڏيندي ۽ ترندي ڏسندو هو. اهو بہ پڙدو آ تہ، يونيورسٽي واري دور ۾ هو صاحب، طارق جي گهرياتين وانگر رهيو آهي. وقت گذري ويو، هر ڪو پنهنجي ڪمن ڪارين ۽ زماني سازين ۾ لڳي ويو. انهيءَ زماني سازيءَ جي وهڪري ۾ وهندي، طارق جي ان دوست هڪ سنڌي چئنل سان پئنل ڪچهريءَ ۾ پنهنجي ان دوست طارق عالم تي اهڙا تہ ڪي اڻ سونهائيندڙ الزام هنيا، جو پئنل ۾ ويٺل سڪر جو هڪ بيحد ملوڪ شخصيت جو مالڪ، نان ڪنٽراورشل اديب ۽ نامور شاعر، احتجاج طور پئنل ڇڏي هليو ويو هو ۽ انهن الزام تراشين کان پوءِ چئنل ڏسندڙن اهو بہ اکين سان ڏٺو تہ دنيا ۾ اجا بہ ڪي آهن، جيڪي دوستين کي پنهنجي احساس ڪمتريءَ جي چڪيا تي چاڙهي ڇڏين ٿا.

هاڻي طارق، خداءِ بزرگ و برتر کان هميشہ اها دعا گهرندو آهي تہ:" مالڪ مون ۾ درگذر جي همت کي پيٽو ڪري ڇڏ، ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ منهنجي ڪافر قلم جو ڪرٽ ان مهربان دوست کي ڊائسيڪٽ ڪري وجهي ۽ سندس

باعزت ۽ باوقار ڪتنب جي اجري پهراڻ تي ڪڏهن نہ متجندڙ ڇمونءَ جو ڪو داغ نہ ظاهر ٿي پوي. الله پاڪ منهنجي ان مرحوم دوست کي چڱائين جو اجر ڏيہ ۽ مداين کي معاف ڪري (آمين).

- اسان جو شهر گرم مزاج ماڻهن جو شهر آهي. مون جڏهن کان هوش سنڀاليو ۽ جيسين ڳوٺ ۾ پنهنجين پاراٽين وکن سان گهمي مشاهدو ماڻيندو رهيس، منهنجين نگاهن "ڊيڊ هائوس" ۾ ڪيترن ئي ڪارن ۽ ڪارين جا رت ۾ لت پت پوسٽ مارٽم ٿيل لاش ڏٺا. چيريل سينا ڪارن ڏاڳن سان سبيل، ڪوپڙيون ڪليل. پنهنجي حرمت ۽ عزت جي پاسداري ڪندڙ نام نهاد غيرتمندن جي ننگن جو، جنهن انداز سان پوسٽ مارٽم ڪري سندن نياٽيون موٽايون ويندڀون هيون، جيڪڏهن انهن مان ڪنهن ۾ ٿوري بہ غيرت هجي ها، تہ لڄ کان ڌرتيءَ ۾ دفن ٿي وڃي ها. پر سنڌ کي روايت ۾ مليل انهيءَ عجيب غيرت جو تسلسل اڄ بہ اسان جي ڳوٺ قمبر ۽ ان جي پرپاسن ۾ قائم آهي.
- اهو شايد سٺ جو ڏهاڪو هو. جو منهنجي بيحد فيورٽ پيڻ "ادي وڏي" جي پرفيوم جي بوتل جهڙي خوشبودار سونهن سوپيا تي ڪوارپيلو عاشق ٿي پيو هو. ادي وڏي جنهن کي لکڻ پڙهڻ کان وڌيڪ قدرت ڪپڙي جي پڙين تي قئنچيءَ سان فري هينڊ ڊزائين ۾ بيحد نفيس ٽُڪ ٽڪڻ جي ڏات سان نوازيو هو. ۽ جنهن جو هنيل تانڪو عام نگاهہ کي نظر ئي نہ ايندو هو. سندس تخليق ڪيل رليون ڪجهہ تہ اڄ بہ گهر ۾ رکيل آهن، باقي ادا وڏو سوڪڙين ۾ تحفن ۾ ورهائي چڪو آهي.

انهيءَ ٽين ايج آفاقي عشق، کيس اکرن کي سڃاڻڻ جو شعور عطا ڪيو. هڪ اهڙي ڇوڪري، جنهن ڪڏهن الف، ب بہ نہ پڙهي هئي، تنهن کي عشق لکڻ پڙهڻ سيکاري ڇڏيو هو. ۽ اهڙي ڳنڀير صورتحال کي جڏهن بابا پرکي ورتو، تہ هن جي اترادي رت ۾ اٿل آئي، پر لبرل ازم ايترو ئي ڪري سگهي، جو بابا سائين پنهنجي وڏور ڌيءَ کي ڪو سانائيٽ ڏيڻ بجاءِ، گهر ۾ موڊ خراب رکڻ شروع ڪيو ۽ سندس چڙ جهڳڙن ۾ تبديل ٿي وئي. آخر هڪ شام "ادا وڏي" دارا صاحب، جيڪو ان وقت حيدرآباد جي ٽريننگ ڪاليج ۾، سائين ع. ق شيخ وٽ تعليم پرائي رهيو هو. امان، ادي وڏي، منهنجين ڀن ڀيڻن ۽ مون کي، (سيني کان ننڍو هئڻ ڪري) حيدرآباد وٺي آيو. تڏهن مون کي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ننڍي هئڻ جي فائدي جي خبر پئي.

ريل جي هڪ طويل رات جي سفر کان پوءِ، اسان حيدرآباد اسٽيشن تي لٿا هئاسين تہ منهنجي، هوائن جي شهر سان پهرين ملاقات ۾ دوستي ٿي نہ سگهي هئي.

ٻن سالن کان پوءِ 1967ع ۾ اسان ڄام شوري شفٽ ٿي ويا هئاسين. ۽ ڏسندي ئي ڏسندي، سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ جون عورتون، ادي وڏيءَ جي سلائيءَ جون

مداح ٿي پيون هيون. ۽ ادي وڏي ٻه جڻ هر وقت ڪپڙن جي ڪٽنگ ۽ سلائي ڪرڻ سان گڏ پنهنجي اڏرڻيل روح جي سلائي ڪرڻ ۾ محو ٿي وئي هئي.

- پوءِ جڏهن بابا بيمار ٿي پيو ته ادي وڏي، امان کان وڌيڪ بابا جي خدمت ڪئي، مائي ڪارائڻ کان وٺي انگوڇو پڏرائي وهنجارڻ تائين. سندس وڏن برف جهڙن اڇن وارن ۾ تيل وجهي، ڦڻي ڏئي سينڌ ڪڍڻ تائين. ان بعد جيڪو ٻه بيماريءَ جي بستري تي سُتو، ادي وڏي ان جي ماءُ بڻجي پئي. هر وقت سندن کٽ جي پائي سان پڏل، ڇا رات ڇا ڏينهن، اسپتالن جي فرشن تي سمهڻ، ڪين وقت تي دوائون پيارڻ، سندن ڪنجهڻ ڪُرڪڻ تي وارڊن ۾ ڊاڪٽرن جي ڳولا ۾ بنا چپل جي ڊوڙون پرڻ. منهنجي بيحد پياري پيڻ زيب النساءَ جنهن جهڙو ٽيڻ لاءِ اسان گهر جا سمورا ڀاتي جيڪڏهن ست جنم ٻه وٺون تڏهن ٻه سندس پيرن جي مٽي برابر نه ٿي سگهون. مون کي هميشه سندس ڇهري ۾ مدر ٽريسا جهڙي ڏيا نظر ايندي آهي.
- پنجٽيهه سال وهامي وڃڻ کان پوءِ 1992ع ۾، پارڻن جي سياري جي موڪلن ۾ دل ست ڪاڏي ته پنهنجن پٽن هالار ۽ لاهوت کي، ڳوٺ وارو گهر گهمائي اچان ۽ ايئن لاڙڪاڻي جي لاريءَ ۾ چڙهي پيس، جنهن سڄ بيٺي لاڙڪاڻي پهچايو. اتان ٽيڪسي ڪري ڳوٺ لاءِ روانا ٿياسين برساتي ماحول هئڻ سبب سڄو آسمان ڪڪرن سان ستيل هو. روڊ جي ٻنهي پاسن سايون ستابيون ٻنيون، ۽ ٻنين جي وچ ۾ ڳوٺ اکين ۾ تازگي اوتي رهيا هئا. آسمان ۾ الائي ڪٿان ڪهي آيل ابابيلن جي ڪٽڪن اسان جي گاڏيءَ جي ڪڏهن اڳيان، ته ڪڏهن پٺيان اڏام ٿي ڪئي. ۽ رکي رکي سندن عڪس، روڊ جي پاسن تي راتوڪي وسيل مينهن جي نن‍ڍڙين ڍنڍن ۾ ٻه نظر ٿي اچي ويو.

ٽئڪسي جڏهن قمبر شهر ۾ داخل ٿي ته مون تي ڄڻ حيرت جا دروازا کلندا ويا. ڳوٺ ٻاهران ڪجين جا باغ گهرن ۾ تبديل ٿي چڪا هئا. لاڙڪاڻو ناڪو جتي شام جي هوا جهٽڻ لاءِ، ڪنجين، قميصن جي ڪليل گلن ۽ پٽن اگهاڙا قمبر جا رهواسي، سير لاءِ نڪرندا هئا، سو شهر جو وچ بڻجي چڪو هو. مان گهر جي رستي ۾ ايندڙ ڪجهه بچي ويل پراڻين نشانين جي ٻل تي گهر جي يادگيرين آڏو اچي ٽئڪسي روڪرائي هئي. دڪانن جي قطار، گهر کي خبر ناهي ڪاڏي غائب ڪري ڇڏيو هو. مان ڪڏهن سامهون ميدان کي ته ڪڏهن دڪانن جي قطار کي واٽڙين نظرن سان ٿي ڏٺو. انهيءَ دردناڪ ۽ تبديل ٿيل صورتحال ۾ مون کي پنهنجي گهر جو دروازو باوجود ڪوشش جي نٿي ڏٺو. ٽئڪسي مان لهي دڪانن ڏانهن هليو ويو هئس. هڪ دڪاندار کي چيو هيم: "سائين، هتي منهنجو گهر هوندو هو..؟ مون کي نه اهو گهر ٿو نظر اچي، نه ان جو دروازو..؟" مان جملي جي وچ ۾ ڳيت ڏيئي، پاڻ سان ٿي ويل الميي جي حيرتناڪيءَ کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي پڇيو هو. ته دڪاندار مون کي غور سان ڏسي چيو هو: "استاد محمد عالم جو پٽ آهين سائين؟"

”جي.“

هن دخل کولي چابي ڪيندي چيو هو: ” سائين هي دڪان بہ تہ اوهان جا آهن “ ۽ ﹹدڪان مان نڪري هڪ سوڙهي گهٽيءَ ۾ اچي ڪڙي لڳل تالي ۾ چابي ڦيرائي چيو هيائين:”دڪانن نهڻ ڪري نقشو ٿورو مٽجي ويو آهي.“ دڪاندار جي جملي تي منهنجي ذهن ۾ ڳوٺ جو ” ٿورو مٽيل نقشو“ ڦري ويو هو. پٽن کي وٺي گهر آيو هيس. پڙيانگ اڱڻ جي وچ ۾ پير جو وڻ انهيءَ شان سان تہ بيٺل هو. پر سندس جوانيءَ تي ٻڍائپ ڇانئجي چڪي هئي. اُهي ڏار موڪرا ٿي چڪا هئا. جيڪي ڪڏهن حسين هئا. مان پنهنجي پسند جي ڏار ڏانهن ڏٺو هو. جيڪو ان وقت بہ گهر جي ڇت مٿان اوئين نميل هو.

شام جي اداس جهڙالي ۾. وراندي ڏانهن نهاريو هيم. هر شيءِ مان دز ڇٽي رهي هئي. محراب. دريون. ڪنون سڀ هڪ ٻئي کان لا تعلق هئا. ۽ اهو ڪوهہ...؟ جيڪو پير هيٺان منهنجي ڏاڏي اڪيلي سر ڪوٽيو هو. لٽجي چڪو هو.

اُهو ٺي ڪوهہ جنهن مان گرمين جي موسم ۾ اديون. امان ۽ ماڙي جون مايون پنهنجي مٿان بالٽيون پري هاريندريون هيون. هر شئي پنهنجي محور تان هٽي غائب ٿي چڪي هئي منهنجا پٽ ڪڏهن گهر جي وسيع اڱڻ کي، ڪڏهن پيرن سان جهنجهيل قديم پير کي، تہ ڪڏهن منهنجن نيٽن ۾ پرجي آيل لڙڪن کي، حيران نگاهن سان ڏسي رهيا هئا. ۽ مان پنهنجي ٻاروتڻ کي، گهر جي اڱڻ ۾ ۽ وراندن ۾ ڳولهي رهيو هيس شايد....







لهجي جي نزاڪت

۽

خيال جي نفاست جو

هڪ غير رواجي تخليقي مثال

**تي نہ سگهيس شاعر**

پنهنجي ٿهيءَ جي منفرد ۽ منڪسرالمزاج شاعر

**نصير مرزا**

جو ڪُل ڪلام



# رومانويت بابت هڪ پيو موقف

شفقت قادري / ترجمو: عرفانا علي انصاري

قسمت هميشه بدقسمتيءَ لاءِ ڪجهه دروازا کليل ڇڏيندي آهي ته جيئن ڪيس ڪي تدبيرون ملي سگهن.

(سروانٽس- ناول 'ڊان ڪئگزاٽ' مان ورتل)

جڏهن اوهان کي ڏسڻ نه آهي ته پوءِ مشعل ٻارڻ جو ڪو به فائدو نه آهي.

(وليم بليڪ)

محترم ايڊيٽر

هيءَ خط آءٌ محترم اڪبر لغاريءَ جي ان مضمون جي پس منظر ۾ لکان پيو جيڪو سارنگا جي بهار 2008ع واري پرچي ۾ ڇپيو آهي.

محترم ليکڪ جيڪو ڪجهه رومانويت بابت لکيو آهي، آئون ان سان مڪمل طور اتفاق نٿو ڪريان. يورپ جي رومانويت فقط هن لاءِ مدهوشي ۽ تصوراتي خيال اُڻڻ آهي. مجموعي طور تي خوبصورتيءَ کي غير حقيقي بنيادن تي پرکڻ انتهائي خراب آهي ۽ اهو ائين ئي آهي جيئن تخليق جي روح کي خوبصورت انداز سان ڪو الوداع چئي.

ادب جي اثر هيٺ جڙيل ماحول بابت فقط اُهوئي شخص راءِ ڏيڻ جو حقدار آهي، جنهن جو اُنهن تحريڪن بابت لکيل آهم لکڻين جو گهرو مطالعو ٿيل هُجي.

ڇا محترم ليکڪ ٻڌائي سگهي ٿو ته انگلينڊ ۽ فرانس جون حڪومتون رومانس لکندڙ ليکڪن کي ڇو تلاش ڪري رهيون هُيون؟ پڪ ڄاڻو ته ڪا به حڪومت فقط تارن ۾ گهورڻ وارن اديبن کي ڪڏهن به پنهنجو نه ڪندي آهي.

اچو ته پنهنجين يادن کي ڪجهه تازو ڪريون.

رومانوي شاعري انقلاب ۾ جنگ جي دؤران سرجي ويئي ۽ جيڪي ان اثر هيٺ تبديليون رونما ٿيون، سي انتهائي گهريون، عَميق. ڇرڪائيندڙ ۽ حيرت ۾ وجهندڙ ثابت ٿيون تہ جيئن معاشري ۾ انسان هر سطح تي پاڻ کي سجاڳي ۽ پرکي سگهي.

لفظ "رومان" مان اوهان جي ڇا مُراد آهي؟

خوابيده، ڏور يا تصوراتي يا وري ڪا اهڙي مبهم شيءِ. جنهن کي پيار سڏيو ٿو وڃي. شايد ڪنهن نقاب مان ڪنهن جي هڪ جهلڪ؟ ڪنهن چرئي جي بدقسمت تصوير، (وليم بليڪ) من جي دنيا يا تخيل جي دنيا (وڪٽر هيوگو) پاتال ۾ ٻُڏل گهري سوچ (ڪيٽس) ورڊس ورٿ جون ڊيفوڊلس بابت بي ربط ڳالهيون ڪرڻ. شيلي جو پئسن ڏيڻ کان سواءِ وار ڇنڊبيندي نڪري وڃڻ. ڪالرج جو مدهوشيءَ جي عالم ۾ ڪنوارين ڇوڪرين بابت ڳالهائڻ!

اڇو تہ هاڻي تصوير جي ٻئي پاسي ڏسون!

1795ع ۾ ڪالرج فرانس جي انقلاب خلاف جوٽيل حڪومت پاران جنگ جي مخالفت ۾ ليڪچر ڏنو جنهن جي نتيجي ۾ ڪيس جاسوس قرار ڏنو ويو.

1798ع ۾ ورڊس ورٿ کي هڪ پاڙيواريءَ جي چغليءَ تي الفوڪسڊين مان نيڪالي ڏني وئي. مٿس الزام هنيو ويو تہ هو بنياد پرستيءَ واري سياست ڪري ٿو.

1804ع ۾ وليم بليڪ تي ملڪ ۾ بيچيني پکيڙڻ جي حوالي سان مقدمو هلايو ويو. (جيڪو سندس لاڏاڻي کان پوءِ قابل سزا هئو)

1813ع ۾ حڪومت جي هڪ جاسوس شيلي کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

1824ع ۾ بائرن يونانين جي آزاديءَ واري جنگ لاءِ وڙهندي جلاوطنيءَ ۾ لاڏاڻو ڪيو.

1792ع ۾ رابرٽ سائوديءَ کي ويسٽ منسٽر مان ٻارن کي جسماني مار جي مخالفت تي تڙيو ويو. وليم ڪوبيٽ، لي هنٽ، ٽوم پيني، هڪ ڊگهي فهرست آهي، جن سيني کي سندن بنياد پرستيءَ واري سوچ تي باندي بڻايو ويو.

ڇا اِهو دؤر رومانويت جي اصولن جو حامي ٿي سگهي ٿو؟
روح جي مسرت ان ۾ آهي تہ پرهہ ڦٽيءَ جو جئيدان هُجي.
۽ جنت جيڪا....

(ورڊس ورٿ)

هاڻي اچو تہ ڏسو تہ ڪيٽس هن دنيا بابت ڇا ٿو چوي. ڪيٽس جنهن لاءِ سڏڙين نقادن جو خيال آهي تہ هو سمورن رومانوين ۾ بهتر رومانيت سان پُرَ هئو ۽ گڏوگڏ هو جماليات گهڙڻ جو شاهہ ڪاريگر هئو.

"هن دنيا جو نالو عام طور تي گمراهہ ۽ مابعد الطبيعات مان هڪ اهو بہ آهي تہ اِها ڳوڙهن جي ترائي آهي، جنهن مان نجات فقط خدا جي ٿالثيءَ واري مداخلت جي نتيجي ۾ ئي حاصل ٿي سگهي ٿي. تنهن بعد ئي جنت ڏانهن نيو ويندو... ۽ واقعي ڇا تہ خيال جي حد بندي ڪئي وئي آهي.

"روح - گري کان نجات" واري فلسفي کي جيڪڏهن اوهين موهت ڪرڻ چاهيو ته پوءِ هن دنيا کي پُڪاريو. تنهن بعد ئي اوهان کي هن دنيا ۾ رهڻ جو مطلب سمجھ ۾ ايندو." (جان ڪيٽس جو جارج ۽ جارجينا ڏانهن خط)

وردس ورٿ بشپ لينڊف جي اُن فرمان جنهن ۾ هن چيو ته "خدا جي ڪيڏي نه ڏاهپ ۽ چڱائي ان مان ثابت ٿئي ٿي ته هُن امير ۽ غريب ٻنهي کي خلقيو آهي" ۽ اُن سان گڏ جيڪب جي فرانس ۾ انقلابي وڳوڙن جي به پنيرائي ڪندي لکي ٿو:

"تو چيو: آئون آزاديءَ جي آڏيءَ تان ڏهڪاءَ ۽ سخت نفرت سان اُڏندس. جڏهن پوڙهن، معصومن، بي يارو مددگارن، مذهب جي داعين ۽ ڪرندڙ سلطنت جي پيروڪارن جي رت جي خوشبوءِ هوا ۾ گهلندي- ڇا؟ انسان جي اُن جبلت بابت اوهان ڄاڻو ٿا ته ماڻهو انقلاب وقت اِهو وساري ويهندو آهي ته اُها موسم آزاديءَ جي موسم نه هوندي آهي؟

هي سڀ ڪجھ محترم لغاريءَ لاءِ تصوراتي ۽ خيالي ڳالهيون آهن.

رومانويت ادب، موسيقي ۽ فنونِ لطيفه ۾ جذبن ۽ اُمنگن جي ترجماني ڪري ٿي، نه ڪي عقليت ۽ عقلمنديءَ جي. اهو ئي نظريو اڪثر جهاليت واري سونهري ماضيءَ ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو. جڏهن ته اُنهن معاشرن ۾ جن ۾ جاگيرداريءَ جي باقيات موجود هُجي، سا ماڻهن کي پنهنجي رسم و رواج موجب ظلم، جبر ۽ استبداد خلاف ڪري ٿي. شيلي جو منظوم ناٽڪ "دي سينسي" يا بائرن جو سمورو شاعراڻو ڪم، "مئن فريڊ" انهيءَ خيال جا نمايان مثال آهن. اِنهن ۾ خاص طور تي ميري شيلي جو فرينڪسٽين مثالي تخليق آهي. وليم هيزليٽ جو چوڻ آهي ته رومانويت فرانس جي انقلاب وانگر آهي. بليڪ "پرووربس آف هيل" ۾ لکي ٿو: "هي اُهي آهن جن خواهش ڪئي، عمل نه ڪيائون نتيجي ۾ وبا ۽ بدحاليءَ کي جنم ڏنو." قيدين کي قانون جي پٿرن مان جوڙيو ويو. چڪلن کي مذهب جي سِرن سان اڏيو ويو. ڇا ڪو هن کان وڌيڪ ماڻهو جو فليڪس ڪُلپا واري پُراڻي فڪر خلاف ڪيل احتجاج ڪنهن ٻئي هنڌ تلاش ڪري سگهي ٿو؟

"I fruitless mom to Him that cannot hear,
And weep the more because I weep in vain" (Gray)

جڏهن وردس ورٿ پنهنجن انقلابي نظرين کان موٽ کاڌي (حوالو: وردس ورٿ جي آتم ڪهاڻي، مصنف هربرٽ ريڊ) ته شيلي اُن تي لکيو:

"There is bondage worse far worse than him,
Who breathes by the roof, flour and the wall,
Pent in ■ tyrant's solitary thrall Tis his,
Who walks in the open, being of the nation who henceforth,
Must wear its fetters in its soul. For who could be,
Even the best, in such condition, be free. Naver be it,
Ours to see how brightly the sun will shine."

جيڪڏهن ڪو ماڻهو رومانويت جي منشور لاءِ واجهائي ٿو ته پوءِ اُن صورت ۾ ماڻهو واقعي به ڪيڏانهن منهن ڪري؟ ان ڏس ۾ مُحرڪن پاران ڇپايل ڪتابڙا ڪارائتا ثابت ٿي سگهن ٿا. مثال طور، ورڊس ورٿ جو لکيل ديباچو ڪالرج جا ليڪچر ۽ تنقيدي ڪتاب. شيلي جو نثري ڪم ۽ اُن جا دهريت تي لکيل مضمون وغيره.

جرمنيءَ ۾ رومانيت پنهنجا خوبصورت پرچارڪ پيدا ڪيا. اسان ڪي اُنهيءَ رومان پرست نسل ڪي نه وسارڻ گهرجي، جن يورپ ۾ صنعتي انقلاب جو مشاهدو ڪيو. اسين شايد 20 نسل انقلاب کان پري وارو نسل آهيون بلڪ اسان اجا تائين صنعتي انقلاب جي ايندي به پنهنجو پاڻ کي اُن ۾ سمائي نه سگهياسين. ملڪ ۾ غير فطري قوتن جي اثر هيٺ ايندڙ تبديليون، نو آبادياتي ڪشمڪش، انقلابي سرگرميون، مطلب ته ڇا ڇا نه هئو؟ اُهوئي نسل هو جنهن پنهنجين اکين آڏو اُهو سڀ ڪجهه ڏٺو جيڪو هاڻي تاريخ جو باب آهي. حرڪت ماڻهوءَ جي جبلت ۾ شامل آهي ۽ خاموشي اختيار ڪرڻ آهي- يا وري اُهي خيالي جنت ۾ رهندڙ احمق بنجيو وڃن ۽ ذهن اڏجندڙ هوائي قلعن يا خواهشن جي حصول لاءِ ممڪنات سان ڪيڏندا رهندا آهن. (يو ٽوپيين سوشلسٽس يا رومان پرست جن جو تعلق فرينچ اسڪول واري فڪر سان هئو تن وانگر) نتيجي ۾ اُهي اڪيلائي جي ڳُن ۾ وڃي ڦاسندا آهن.

پر ڇا اِها اڪيلائي قابل حصول آهي؟

انهيءَ موضوع تي ڪيٽس جو حسين ترين نظم The nightinglc آهي:

Adieu! The Fancy Can not Cheat so well,

As she is fam'd to do.

هي نظم فراريت، اڻ ٽيٽين ۽ زندگيءَ جي بي مقصديت واري سوچ کان فراريت واري پس منظر ۾ لکيل آهي. محسوس ائين ٿيندو آهي ته هر شيءِ پنهنجي جوڙ کان هٽيل آهي ۽ هرڪا چوٽي وشالتا گهرندي آهي. رومانويت پسند هيڪڙائي واري خيال ۾ افراتفري ۽ بي چينيءَ واري ماحول دؤران مداخلت ڪرڻ چاهيندا هئا. اُهي رومانويت پسند آهن. پر فقط ان ڳالهه جي ڪري دنيا وارن جو رومانويت بابت رايو آهي ته هو شعر و شاعري جا وڏا مداح آهن. هيڪڙائي ته فقط هڪ ۾ آهي. ۽ واحد فقط خدا جي ذات آهي. اِهو دنيا تياڳڻ نه آهي جيئن لغاري صاحب دعوي ڪئي آهي، نه ئي وري اُنهيءَ جي پرپوريت کان ڪو انڪار. رومانويت مقصدن حاصل ڪرڻ ۾ بنا ڪنهن نقصان رسائڻ جي مدد ڪري ٿي. رومانويت جو اصل مقصد ڪنهن فرد کي هڪ اهڙي حقيقي دنيا مهيا ڪرڻ آهي، جنهن ۾ هو رهي ڪري، پنهنجي حقيقي زندگي جي سگهي. هُو "آئون" جو اکر استعمال ڪن ٿا. "مان" ۾ گهرائي آهي. رومانوين جي اِها خود نمائي معاشري ۾ رهندڙ سندن ئي همعصرن جي پيداوار آهي. هو ان ڳالهه ۾ آسائتا آهن ته ماڻهوءَ جي شخصيت جيئن جيئن نمايان ٿيندي، تيئن تيئن اُها انسانذات کي هڪ ٻئي جي ويجهو ڪندي ويندي (ان لاءِ هُنن فقط جذبن ۽

اُمنگن واري ادب کي پنهنجي اظهار جو ذريعو بنايو آهي. وردس ورٿ جي شاعر بابت تعريف ياد ڪرڻ گهرجي، جنهن موجب ماڻهو ماڻهن سان مخاطب هجي ٿو ۽ انهيءَ اظهار ۾ هو پنهنجي اڪيلائيءَ جي نجات ڳولهي لهن ٿا.

ان لاءِ ڪالرج جي "The Rime" جو ڀيهر مطالعو ڪرڻ گهرجي. هي نظم هن دنيا ۾ ٻئي تائين پنهنجي ڳالهه صحيح نموني نه پهچائي سگهڻ بابت لکيل آهي، جنهن جو هو پاڻ به شڪار رهيو.

"اُهو سپاهي ۽ وڙهندڙ ڏينهن هوندو جنهن ڏينهن انسانذات کي هر هنڌ آزاديءَ جو حق حاصل هوندو." اِهو ئي آخري عظيم رومانوي هينرچ هين لکيو آهي. اِها هُن جي خواهش ۽ تصديق نامو آهي.

ادب ۾ رومانويت توانائي وانگر آهي. صرف اِهو آهي جو اِها هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه ۽ وقت کان ٻئي وقت تائين فرق رکي ٿي. ان ڳڻيون ڪوششون ڪيون ويون ته اُن جي ڪا مڪمل تشريح ڪئي وڃي ۽ سڀئي ناڪام ٿيا. ڇو ته هُنن ان کي فقط هڪ "خيال" ۽ "تصور" ڄاتو ۽ ڪيس تاريخ ۽ جاگرافيءَ کان ٻاهر ڪڍي پرڪيو ويو.

رومانويت ارڙهين ۽ اوڻهين صديءَ ۾ ادب لاءِ متوسط طبقي وارن جي انقلاب جي اظهار جو ذريعو بڻي. عام ماڻهن جي ٻوليءَ ۾ ڪٿي ائين ڇنڇي ته رومانويت جديد دنيا جي لاءِ جدوجهد ۽ وچولي طبقي جي لاءِ غلاميءَ مان آزاديءَ جو ذريعو بڻي. ساڳئي وقت تي اها جماليات ۽ فنڪارانه صلاحيتون رکندڙن لاءِ "آزاديءَ جو اعلان" ۽ "ماڻهن جي حقن جو اعلان" وارو مسودو ثابت ٿي.

اسان جي ڄاڻ ۾ اِهو به لازمي طور هجڻ کپي ته وردس ورٿ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته هن جي شاعري "مشاهدو" آهي. جنهن جو بنيادي مقصد اِهو ظاهر ڪرڻ آهي ته "عام ماڻهن جي زبان شاعريءَ لاءِ ڪيئن نه موزون ترين آهي." رومانويت خوبصورت رنگن جي تبديل ٿيڻ جو مظهر آهي. ڇو ته وچولي طبقي سان تعلق رکندڙن جو انقلاب، يورپ جي ٻين ملڪن ۾ ساڳئي وقت نه آيو هو ان ڏس ۾ برطانيا اڳواٽي ڪئي، فرانس ان جو پوئلڳ بڻيو ۽ جرمني ته هئو ئي پويان. ۽ ٻوڪن ته انتهائي گهڻا ويڇا وجهي ڇڏيا. اهو ان ڪري ٿيو جو وچولي طبقي وارو انقلاب مغربي يورپ جي ملڪن جي فطرت، مقصدن، ثقافت ۽ فلسفي تحت پروان چڙهيو. برطانيا ۾ ته اڳ ۾ ئي وچولي طبقي سان تعلق رکندڙن جي تحريڪ پنهنجي عروج تي پهچي چُڪي هئي. ان لاءِ رومانوي تحريڪ آزاديءَ واري تحريڪ جي جذبي سان سرشار ٿي وئي.

اِها تحريڪ ڪرام ويل جي ريپبلڪ ساڻ شروع ٿي ۽ 1688ع ۾ (عظيم الشان انقلاب) فتح حاصل ڪئي. تنهن بعد، اسڪاٽش نشاط الثانيه ۽ اسڪاٽ لئنڊ ۾ سياسي معاشرت وچولي طبقي لاءِ راهون هموار ڪيون. فرانس ۾ جنهن جاگيرداريءَ خلاف لٺ کڻڻ 1789ع تائين همٿ نه ساري، جيستائين Ancien Regime واري تڪرار زور پڪڙيو جنهن ۾ نئين ۽ پراڻي تڪرار جو نبيرو نه ٿيو.

لينن چيو تہ "نوان هميشہ پنهنجي ميڄتا لاءِ وڙهندا رهندا آهن". ڪاميابي اُنهن بي چين ڏاهن، گهريتڙن ۽ خواب ڏسندڙن لاءِ واجهائي رهي هئي. انهيءَ مقصد يا ڪاميابيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ جن پرپور ۽ مضبوط آوازن لشڪر جي صورت اختيار ڪئي، تن ۾ وڪٽر هيوگو، لامرٽائين، گوتيئر، وگني ۽ جارج سينڊ نمايان هئا.

پر جرمني انقلاب واري دؤر ۾ ڪٿي هُئي؟ ۽ جرمني ادب ۾ انهيءَ تحريڪ جو متبادل Storm and stress هئو جنهن ان مقصد لاءِ ڪم ڪيو. سياسي ۽ معاشي طور تي پنتي پيل جرمني جيڪا، نام نهاد ننڍين ننڍين سلطنتن جي تڪرار جاگيرداريءِ اٽبرابريءَ جي ور چڙهيل هئي، سا بہ اُن وقت ٽيهہ سال هلندڙ جنگ جي تباهڪارين جي ڪرب مان گذري رهي هئي. تنهن بہ وچولي طبقي واري انقلاب لاءِ ان وقت ايندڙ سالن تائين سوچيو نہ هئو. جرمنيءَ ۾ وچولي طبقي سان تعلق رکندڙ اُيريا ئي هئا تہ تاريخي پس منظر ۾ اُتي ڪڙا ٿيا. فرانسيسي انقلاب پنهنجن جن ليکڪن، مفڪرن کي اُتساهہ بخشيو تن ۾ فريڊرڪ شلر ۽ نوجوان گوئٽي پرڻ کان اڳ ئي اُجهامي ويا. اُن زماني ۾ جن بہ نوجوان ڇوڪرن يا ڇوڪرين آرٽ کي پنهنجي اظهار جو ذريعو بڻايو تن کي انتظاميا ۽ ڪورٽن ياران سختي ڏسڻي پئي. جنهن جي پٺيان فقط ۽ فقط حاڪمن ۽ جاگيرداري نظام جو هٺ هئو. ادب ۾ مفڪرانہ ۽ فلسفيانہ روين عام ماڻهوءَ کي رومانويت کان هٽائي ڇڏيو ۽ فقط ڪا شيءَ جيڪڏهن وچي بچي تہ اها هئي Imagination (تصورات) جرمن جي رومان پرستن تصوراتي دنيا جا اهڙا خواب ڏسڻ شروع ڪيا، جن ۾ بيماري ۽ موت جي دؤران هڪ وشالتا ۾ غير حقيقي عمل ممڪن هو. نووالس، هولڊرلن، ڪليسٽ ان مايوسيءَ جي شدت جون واضح علامتون آهن. نتيجي ۾ بجاءِ دنيا جي روين خلاف ٿيڻ جي بدلي جي باهہ پنهنجن جو ئي ڪاج بڻي.

(Read Goethe's Sorrows of Young Werther)

رومانويت هڪ دؤر هئو جيڪو باهہ وانگر يورپ ۾ پڙڪي اٿيو. شايد ميري شيلي جا لفظ ئي اُن فريبي ۽ غير مستقل مزاج رکندڙ رومانويت کي بيان ڪري سگهن.

"آئون اُن کي حاصل ڪرڻ چاهيندس، جيڪو مون کان ڏور اُڏامي ويجي" اِها ئي تلاش هئي اڻ ڇاڻائي، بي ڊپائي ۽ سوچ جي بنا سرحد جي.

بلڪل! ان دؤر ۾ اُنهن چمني صاف ڪندڙ ٻارڙن جي حقن جي ڳالهہ ڪرڻ جڏهن هزارين پينو ٻار امير ماڻهن جي گهر جون چمنيون صاف ڪندا هئا. جيڪو اُنهن لاءِ "خودي" ۾ مست رهڻ جيان هُئو. ۽ هڪ تصور!!!

ان ڏس ۾ ريمنڊ وليمز جو "Art and society" پڙهڻ گهرجي تہ جيئن رومانويت بابت چٽائي ٿي سگهي.

محترم لغاري سماجي حقيقت ۽ سماجيات کي بيان ڪرڻ جي جيڪا ڪوشش ڪئي، تنهن وقت سندس ڇيد ڪرڻ وارو پيمانو شايد تنقيد وارو وڌيڪ لڳي ٿو. ها! بالزاڪ هڪ حقيقت پسند هو پر سندس حقيقت نگاري کهڙي شيءَ تي

ٻڌل هئي؟ بالزاڪ پنهنجن پيارن امير امرائن جو هر حال ۾ برباد ٿيڻ ڏسي ئي سندن لاءِ چيو تہ "هي اُهي ماڻهو آهن، جيڪي وڌيڪ چڱائي نہ ٿا لهڻن". هن مستقبل جا اصلي ماڻهو ڏٺا، جتي هُو ڪنهن وقت بہ ملي سگهن پيا.

هاڻي اِهو رجحان ئي پيو آهي تہ اسٽالن جي پوئلڳي ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن محترم لغاري ان رجحان جو شڪار ٿئي ٿو تہ پوءِ ساڻس همدردي ئي ڪري سگهجي ٿي. سماجي حقيقت شناسي ڪجھ بہ ناهي، فقط ۽ فقط اسٽالن ۽ ڊيوس جو هڪ پيو گناهہ آهي. ان ڏس ۾ مشهور انگريزي تنقيد نگار آرنلڊ ڪيٽل ڪي پڙهڻ مددگار ثابت ٿيندو. شايد اِهو ڪتاب محترم لغاريءَ جي رجحانات ۽ ميلانات واري رويي ڪي دڳ لائي سگهي. جيئن پروفيسر ڪيٽل لکيو آهي "ادب جي ميدان ۾ سماجي حقيقت شناسي جيئن مون سمجهيو آهي، سا اِها آهي تہ اُهو ادب جيڪو طبقاتي احساس رکندڙ ماڻهن جي راءِ حاصل ڪري لکيو ويو هجي، جن جي اشتراڪيت واري رويي ماڻهوءَ جي پنهنجين صلاحيتن، دنياويءَ ۽ فطري شين ڪي بہ ختم ڪري ڇڏيو هُجي.

"تنقيدي حقيقت شناس ادب منهنجي سمجھ ۾ اُهو آهي جيڪو طبقاتي معاشري جي اثر هيٺ سرجيو ويو هُجي، جنهن ۾ زندگيءَ جون حقيقتون بيان ڪيون ويون هُجن، جن ذريعي انسانذات جي مٿان سماج پاران مڙهيل شعوري فڪر جي حد بندي ڪيل هُجي، تنهن ڪي آزاد ڪيو ويو هُجي."

مان نٿو ڄاڻان تہ سماجي حقيقت شناسي ڇا آهي؟ پر جنهن شيءَ ڪي ليڪڪ سماجي حقيقت شناسي سڏي ٿو حقيقت ۾ اُها تنقيدي حقيقت شناسي آهي، جنهن جو ذڪر اسين پنهنجي ڪري آيا آهيون. محترم لغاريءَ جو چوڻ آهي تہ 1934ع کان 1990ع تائين روس ۾ غير معمولي ادب سرجيو نہ ويو جنهن ڪي ياد رکي سگهجي. جڏهن تہ گورڪي جو "ماءُ" روسي ادب جي معمولي تخليق آهي. شولو خوف عظيم المرتبت اديب نہ هو! حقيقت ۾ سوويت يونين جي لائبريرين ۾ جڙتو ۽ هٿ ٺوڪيل شيون موجود هيون.

ان ۾ هُن ڪهڙي فلسفي ڪي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. شولو خوف ڪي وچولي طبقي وارن انقلابين سرد جنگ دوران سڃاڻپ ڏني، جڏهن ڪيس نوبل پرائز سان نوازيو ويو. هتي آئون محترم لغاري صاحب ڪي صلاح ڏيندس تہ هو شولو خوف جو "At the bidding of the hearts" Quiet flows the down ۽ virgin oil upturned تي هڪ نظر ضرور وجهي. شايد انهن ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ بعد سندس ابهام ختم ٿي سگهي.

لغاري صاحب يقيناً ارنسٽ فسچر بابت ٻڌو هوندو. فسچر لکي ٿو "سويت يونين ۾ اِهو رويو موجود آهي، جنهن تحت فنونِ لطيفہ حاصل ڪيو ويو. جنهن جو انسان ذات سان ڳانڍاپو هُجي ٿو. وچولي طبقي وارن لاءِ ادب فقط هڪ عادت يا شوق، اهڙو عمل جيڪو عام ماڻهن لاءِ ڪا وٿ نہ رکندو هُجي. اشتراڪيت واري دُنيا آرٽ ڪي انتهائي اهميت جوڳو قرار ڏيندي آهي.

آئون روس جي نوجوانن سان بينن. بلاڪ، ماياڪو وسڪي، يي توشينڪو ووزينسيڪي کي نہ فقط بحث هيٺ آڻي چُڪو آهيان. پر سندن دانشمنديءَ ۽ دانائيءَ جو داد بہ ڏنم. نوان ڪتاب. فلمون، ۽ موسيقي نہ فقط سَوَن پر هزارن ۽ لکين ماڻهن ان مان تفريح ۽ چاڻ حاصل ڪئي، پر اُنهن هڪ بحث لاءِ بہ کين دعوت ڏني. فنونِ لطيفہ جو ڪوبہ ڪم فقط هڪ ڏينهن جو ڪم نہ آهي، پر اهو هڪ عمل آهي جنهن جا نتيجا هميشہ ڏور رس هوندا آهن. حقيقت مان جنم وٺندڙ هميشہ حقيقت جي ڪِلي تي ڪُڏندو آهي. نوجوان ماڻهو نظم تي نزديڪيءَ سان پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندو. شاعري گهڻين ۾ نکري چُڪي آهي. آرٽ ۽ آرٽ بابت بحث ڪرڻ اشتراڪيت واري دنيا جو اهميت پريو حصو آهي."

فشر پڻ ان ڳالهہ جو دعويدار آهي تہ اولهہ جيڪو چئي ٿو ان جي ابتڙ اها ڳالهہ آهي تہ بورس پاسترناڪ کي سوويت يونين ۾ تمام وڏي تعداد ۾ ماڻهن زنده رکيو آهي، جو تہ اڻ ڳڻين ماڻهن کي سندس ڏکيا نظم دلي طور تي ياد آهن.

مان پڇان ٿو تہ 1934ع کان پوءِ ڇا ٿيو جو محترم لغاري دعويٰ ڪئي آهي تہ انهيءَ تاريخ کان پوءِ سوويت روس ۾ غير معمولي ادب نہ سرجيو ويو هو.

ڇا لغاري صاحب رسول حمزه توف کي بہ اهم نٿو سمجهي يا الگيزي ٽالسٽاءِ، انٽون ميڪارينڪو جي بہ وٽس ڪا اهميت ناهي؟

فطرت پرستي محترم ليکڪ لاءِ حقيقت شناسيءَ جو نچوڙ آهي. ياد رکڻ گهرجي تہ اِها ئي فطرت پرستي هئي، جنهن کي ابسين ۽ برنارڊشا رد ڪيو ۽ نتيجو ڇا نڪتو؟ حقيقت شناسي مڪمل طور تي آرٽ ۾ پنهنجي جڳهہ ٺاهي.

اسان کي وسارڻ نہ گهرجي تہ گورڪي هڪ ڪارڪن هو پر هُن دنيا ۾ پنهنجو منصب "دنيا جو بهترين ليکڪ" طور حاصل ڪيو.

معاشري ۾ پنهنجي نمايان حيثيت حاصل ڪرڻ واري لاءِ اِهو عجيب آهي تہ گورڪي ڪاموڪي ڪرڻ کي ناپسند ڪيو ۽ ماڻهن جي خدمت کي ترجيح ڏني. هي اُنهن جو آواز بڻيو. گورڪي ۽ لينن جي وچ ۾ آرٽ تي تمام گُوڙها ۽ فڪر انگيز بحث مباحثا ٿيا. گورڪي کي عام رواجي ليکڪ تصور ڪرڻ کان اڳ اسان کيِ اِهي بحث مباحثا پڙهڻ گهرجن. جن مان اسان کي ڪافي ڄاڻ حاصل ٿيندي.

"يورپ ۾ حقيقت شناسي جي ترقي" ۾ گورڪي جي ڪردار ۽ مرتبي بابت جيڪڏهن اسان کي ڄاڻو آهي تہ پوءِ هنگري جي جڳ مشهور تنقيد نگار جارج لوڪاس جي هيٺين ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ کپي:

"History and class consciousness" "The development of Realism in Europe" the historical Novel, "The Form and the Soul," The writer and the Critic".

آئون سمجهان ٿو تہ ڪوبہ شخص جيڪي ڪجهہ تحرير ڪري ٿو هو اُن جو ذميوار خود آهي ۽ اِهو ئي ادب جو مزاج آهي.

اُهي سوويت ڪميونسٽ هئا، جن اسان کي وچولي طبقي سان تعلق رکندڙ انقلابي ليکڪن سان متعارف ڪرايو. هاڻي ڪراچي ۾ قائم روسي ڪلچرل سينٽر تقريباً ڪنهن وساريل عمارت جو ڍيک ڏئي رهيو آهي. ڇو؟ ان لاءِ جو جمهوري سرمائيدار، ترقي يافته معاشري جا پيروڪار جن وٽ روس جون واڳون آهن، سي نٿا چاهين ته سندن ثقافت اسان تائين پهچي. اُتي وڃڻ اُتي جي لائبريرين کان معلوم ريو هُوءَ اوهان کي ٻڌائيندي ته بحاليءَ جي عمل کان پوءِ هڪ ڪتاب به وصول نه ٿيو آهي.

آئون هي خط ان آس سان موڪلي رهيو آهيان ته ان کي سارنگا ۾ جڳهه ملندي اُميد آهي ته اسان جو ايڊيٽوريل بورڊ فڪر ۽ اظهار جي آزاديءَ تي يقين رکندو هوندو.

اسپنوزا جو چوڻ آهي: نڪتو ان لاءِ نه پيش ڪيو جي ته اُن تي روئجي يا ٺاڪار جي پر اُن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي.



## سارنگا پاران نامور ڏاهي حيدر علي لغاريءَ لاءِ تعزيتي ريفرنس






نامور ڏاهي ۽ تعليمي ماهر حيدر علي لغاري صاحب 25 آگسٽ 2008ع تي حيدرآباد ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. تنهن ڪري "سارنگا" پاران سنڌي ادبي سنگت شاخ حيدرآباد جي سهڪار سان 4 سيپٽمبر 2008ع تي سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد جي هال ۾ هڪ تعزيتي ميڙاڪو ڪوٺايو ويو جنهن جي صدارت مشهور عالم ۽ دانشور محمد ابراهيم جويي ڪئي. جڏهن ته تقريب کي امداد حسيني، شمس الدين عرساڻي، امير علي قادري، اڪبر لغاري، نصير مرزا، تاج جويو، آسي زميني، اعجاز قريشي، سڪندر علي لغاري، اسرار لغاري، الطاف ميمڻ، اسحاق سميجو ۽ ٻين خطاب ڪيو.



# سنڌي اديب جو انٽرويو

حليم بروهي

"اوهان جي ڄم جي تاريخ ڪهڙي آهي؟"

"جڏهن مون کي هوش آيو تڏهن مان اڳي ئي ڄميل هوس. تنهنڪري مون کي پنهنجي ڄم جي تاريخ جي خبر ڪانهي."

"اوهان جي پيدائش جو هنڌ؟"

"اهو شايد منهنجي ڄمڻ وقت کٽ تي وڇايل هو."

"اوهان جو لاڙو سنڌي ادب ڏانهن ڪيئن ٿيو؟"

"پنهنجا لکيل ليک پڙهڻ ڪري، منهنجو لاڙو سنڌي ادب ڏانهن ٿي ويو."

"اوهان شاهه جي رسالي جو مطالعو ضرور ڪيو هوندو؟"

"ڪهڙو شاهه جو رسالو؟"

"شاهه عبداللطيف جو رسالو."

"هفتيوار آهي يا ماهوار؟"

"شاهه عبداللطيف جي بيتن جو مجموعو آهي."

"تنهن جي معنيٰ ته ڪتابي سلسلو ڪري ڇپائيندو آهي. شايد ڊڪليئريشن نه هوندس. منهنجو پڙهيل ڪونهي، پر شاهه صاحب منهنجا ليک ضرور پڙهيا هوندا."

"تنهن جو مطلب ته توهان شاهه صاحب جي بيتن کان متاثر ٿيل نه آهيو."

"بلڪ منهنجو خيال آهي ته شاهه صاحب منهنجي بيتن کان متاثر ٿيل هوندو."

"آڳاٽي ادب مان ڪهڙي اديب جي لکڻين اوهان تي سڀ کان وڌيڪ اثر ڪيو؟"

"آڳاٽي ادب مان منهنجين پنهنجين لکڻين مون کي سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪيو."

"پر اوهان کي تہ جديد دور جي اديبن جي صف ۾ شمار ڪيو ويندو آهي؟"

"پر منهنجي لکڻين مان ڪي اهڙيون بہ آهن، جن کي آڳاٽو ادب بہ چئي سگهجي ٿو."

"آڳاٽي ادبي دور جي ليکڪن جو اوهان مطالعو ڪيو آهي؟"

"آڳاٽي ادبي دور جي ليکڪن مان مون فقط پنهنجو مطالعو ڪيو آهي- ۽ اهو بہ ٿي ويو مون ڪيو ڪونہ."

"جديد دور جي اديبن مان اوهان کي ڪهڙو اديب پسند آهي؟"

"جديد دور جي اديبن مان مون کي فقط مان پاڻ پسند آهيان."

"اوهان ڪهڙا رسالا شوق سان پڙهندا آهيو.؟"

"مان سيني رسالن جا فقط اهي پرچا شوق سان پڙهندو آهيان، جن ۾ منهنجا پنهنجا ليک ڇپيل هجن- ۽ انهن پرچن ۾ بہ مان فقط پنهنجون لکڻيون شوق سان پڙهندو آهيان."

"سنڌي ليکڪائن جي لکڻين بابت اوهان جو ڪهڙو خيال آهي؟"

"سنڌي ليکڪائن جو نالو عروج تي هجي ها، جيڪڏهن مان ليکڪ بدران ليکڪا هجان ها. مصيبت هيءَ آهي تہ ليکڪا بڻجڻ لاءِ مادي بنجڻ ضروري آهي، تنهن ڪري مان ليکڪائن جي ڪا مدد نٿو ڪري سگهان. مان سمجهي نہ سگهيو آهيان تہ هي سوين ليکڪ ڪيئن مادي ليکڪائون بنجي ويا. الائجي شايد هي هزارين ليکڪائون نَر بڻجي ويون. هونئن مان هڪڙي اهڙي ليکڪا کي سڃاڻان، جيڪا فرصت ۾ ليکڪ نظر ايندي آهي، يا اهڙي ليکڪ کي بہ سڃاڻان، جيڪو مشغوليت ۾ ليکڪا بہ نظر ايندو آهي- يا مون کي منجهائي ماريو اٿن؟ يا مان پاڻ منجهي مٺو آهيان. مون کي الائجي ڇو ٿورڙو شڪ پيو پوي تہ اوهان جو سوال بنيادي طرح غلط هو."

"سنڌي ادب جي مستقبل بابت اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟"

"سنڌي ادب جي مستقبل بابت مان فقط ايترو چوندس تہ مستقبل پاڻيهي ثابت ڪندو تہ ماضي نهايت شاندار هو."

"اوهان کي ڪيترا ٻار آهن؟"

"پهرين هڪڙو ٿيو پوءِ ٻيو ٿيو ۽ پوءِ ٽيون ٿيو ۽ پوءِ مون ڳڻڻ ڇڏي ڏنو. هاڻي الائجي ڪيترا اٿم. گهران پڇي اچان؟"

"اوهان جي زندگيءَ جو ڪو اهڙو واقعو، جنهن اوهان جي نجي زندگيءَ تي اثر ڇڏيو هجي."

"منهنجي زندگيءَ ۾ اهڙو غير معمولي المناڪ واقعو ٿيو هو جنهن منهنجي المناڪ زندگيءَ کي نئين المناڪ موڙ تي آڻي بيهاريو."

"اهو المناڪ واقعو ڪهڙو هو؟"

"اهو المناڪ واقعو ايتري قدر تہ المناڪ هو جو جنهن نئين المناڪ موڙ تي ان المناڪ واقعي منهنجي المناڪ زندگيءَ کي آڻي بيهاريو هو سو المناڪ موڙ نئون هوندي بہ ايتري قدر تہ المناڪ هو جو ان نئين المناڪ موڙ بہ منهنجي زندگيءَ کي هڪڙو بيو المناڪ موڙ ڏيئي، بلڪل نئين ۽ جديد طرز جي نهيل المناڪ موڙ وٽ آڻي بيهاريو ۽ پاڻ کسڪي ويو."

"آخر اهو المناڪ واقعو ڪهڙو هو؟"

"مون هڪڙو عشق ڪيو."

سنڌي اديب جو انٽرويو جاري

(رف لکيل، جنهن کي فيئر پوءِ ڪبو.)

"سنڌي ٻوليءَ جو اديب ٿيڻ لاءِ ڪهڙيون لياقتون ضروري آهن؟."

"فقط عشق ڪرڻ ضروري آهي. بي اي، ايم اي ۽ پي ايڇ ڊي وغيره واريون ڊگريون اجايون آهن. جيڪڏهن اوهان ڪڏهن بہ ڪو هڪڙو عشق ڪيو آهي تہ اوهان بہ سنڌي اديب بنجي سگهو ٿا."

"اوهان جو مطلب آهي تہ سنڌي اديب ٿيڻ لاءِ تعليم ضروري ڪانهي؟"

"منهنجو مطلب آهي تہ جيئن ٽيليويزن جي پروگرامن جي سربراهہ ٿيڻ لاءِ فقط چنگ وڄائڻ ئي ڪافي آهي، تيئن سنڌي اديب ٿيڻ لاءِ فقط هڪڙو عشق ڪرڻ ئي ڪافي آهي. جيئن عشق بہ دنيا کان لڪائي ڪبو آهي، تيئن چنگ بہ باٿ روم ۾ وڄائبو آهي. فقط دنيا کي ريڊيو تان ٻڌائبو آهي تہ مان چنگ وڄائڻ ڄاڻان ٿو- ۽ اهو بہ ٺهڪ ڏيئي هونئن چنگ وڄائڻ مان گهڻا ئي فائدا آهن."

"اوهان جي خيال ۾ سنڌي اديب ٿيڻ لاءِ ڪي ٻيون لياقتون بہ ضروري آهن؟"

"جي ها. ۽ ٽيليويزن جو سربراهہ ٿيڻ لاءِ بہ ٿورو ساڙ ٿورڙو حسد. ٿورو گهڻو ڪينو سازشي فطرت جو ذرو ۽ تمام گهڻي ٽرڙائپ -اهي لياقتون بہ ضروري آهن. چنگ وڄائڻ سان انسان جا ڏند مضبوط ٿيندا آهن."

"ڪهڙن اديبن کي اوهان صحيح اديب قبول ڪريو ٿا؟"

"ورهاڱي کان اڳ پيمراج گربخشاڻي، رام ڪرپالاڻي، ڀڳوان رامچنداڻي ۽ واسديو ڪرمچنداڻي سٺا اديب هئا. ورهاڱي کان پوءِ علي باباڻي، طارق اشرفاڻي، قمر شهبازاڻي ۽ ظفر حسناڻي سٺا اديب ثابت ٿيا. مون کي ڀيرين امر جليلاڻي نہ وڻندو هو پر پوءِ جڏهن مون کي خبر پئي تہ ريڊيي تي وڏو آفيسر آهي، تڏهن هڪدم وڻڻ لڳم.

جنهن خونيءَ کي امر جليلاڻي در پويان لڪايو هو. تنهن خونيءَ کي مون گهر جي پاڇين سان گڏ رهايو هو. پهرين تہ امر جليلاڻي اها ڳالھ قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو پر پوءِ جڏهن مون تمام گهڻي جاڙي هنئين، تڏهن لاچار ٿيو. چنگ وچائڻ مان اهو بہ وڏو فائدو آهي جو ڇاڙيون مضبوط ٿيو وڃن.“

”ايشور لال پريمچنداڻيءَ جي لکڻين بابت اوهان جو ڪهڙو خيال آهي؟“

”سچ پڇو تہ مون کي آغا سليماڻي ۽ جمال ابڙاڻي وڌيڪ پسند آهن. آفيسر تہ ايندا ويندا رهندا آهن.. پر جيستائين آغا سليماڻي ۽ جمال ابڙاڻي آفيسر آهن، تيستائين ايشور لال پريمچنداڻيءَ جو ذڪر ڪرڻ وقت ضايع ڪرڻ برابر آهي. اوهان منهنجو ريڊيي تان ٺهڪ ٻڌو هو؟“

”غلام نبي مغلاڻي بہ ڪنهن زماني ۾ سهڻو لکندو هو. هن جي آکاڻين جي باري ۾ اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟“

”غلام نبي مغلاڻي کان تہ ڪرمچند ٽيڪچنداڻي سٺو لکندو هو جو گهٽ ۾ گهٽ گيھ جو دٻويا کنڊ جو سير تہ وٺي ڏيندو هو. سليم چناڻي هاڻي مون کي وڻڻ لڳو آهي، جو سپيريئر سروس ۾ چونڊجي ويو آهي. جيستائين مان ٽيليويزن تي ويٺو آهيان، تيستائين مان اوهان کي فقط ڏاڏي آدم جي زماني جا سنڌي ڊراما ڏيکاريندو رهندس. مان اوهان کي چنگ وڄائي ٻڌايان؟

ٽيليويزن جي سنڌي پروگرام سان واسطو رکڻ ڪري، منهنجي فطرت ڪجھ اهڙي ٿي وئي آهي، جو مان جنهن بہ ڳالھ يا آکاڻي يا ڊرامي تي روشني وجهندو آهيان، تنهن جو خانو خراب ڪري ڇڏيندو آهيان. اوهان کي شايد خبر ڪانهي تہ مون هزارين افسانا لکيا آهن، جيڪي اڃا ڇپيا ڪينهن.“

”اوهان پشپا عاملاڻي ۽ مس رتنا ليکراج ايشوراڻيءَ جا افسانا تہ ضرور پڙهيا هوندا. انهن جي باري ۾ اوهان جو ڪهڙو خيال آهي؟“

”انهن ٻنهي کان وڌيڪ مهتاب محبوباڻي سٺي ليکڪا ثابت ٿي. جو تہ منهنجي دوست جي گهر واري آهي. مس تبسم مهتاب قريشاڻي جج هئڻ ڪري سٺي ليکڪا ثابت ٿي رهي آهي، پر جيئن جيئن هو وڏي جج ٿيندي ويندي، تيئن تيئن هن جي افسانن ۾ وڌيڪ فن ايندو ويندو. هن وقت ٽيليويزن تي سندس انٽرويو منهنجي ڪيني، ساڙ حسد ۽ ڪروڌ لاءِ خطرناڪ ثابت ٿي سگهي ٿو. اوهان کي شايد خبر ڪانهي تہ مون هزارين ڊائلاگ لکيا آهن، جيڪي اڃا ڇپيا ڪينهن. دراصل مون کي باٿ روم ۾ چنگ وڄائڻ کان فرصت نہ ملي سگهي آهي.“

"شعر ۽ شاعريءَ سان بہ اوهان جي ضرور واقفيت هوندي؟"

"ضرور. ٻين شاعرن لاءِ پنهنجي بغض، حسد ۽ ساڙ جي آگ ٻجهائڻ لاءِ ضروري آهي تہ مان ڪنهن بہ شاعر جو نالو نہ وٺان ۽ تنهن جو بهترين طريقو هي آهي تہ فقط ايترو چوان تہ شاهہ لطيف کان پوءِ ڪنهن بہ ٻئي شاعر جو نالو وٺڻ اجايو آهي. ڪنهن بہ شاعر جو نالو نہ وٺڻ ڪري، منهنجو بغض بہ پورو ٿيو ۽ شاهہ لطيف جو نالو وٺڻ ڪري، منهنجي عزت بہ رهجي آئي. هي گرم سوٽ بہ منهنجو آهي ۽ هيءَ ٽاءِ بہ منهنجي آهي. اوهان کي شايد خبر ڪانهي تہ مون هزارين شعر لکيا آهن. جيڪي باٿ روم ۾ چنگ تي ڳائيندو آهيان. اوهان کي شايد خبر ڪانهي تہ مان باٿ روم ۾ وهنجندو بہ آهيان. مون "مهراڻ جي موتين" ۾ اوهان کي اهي موتي ڏيکاريا آهن، جن کي زمين جي اندر هئڻ گهربو هو."

"امداد حسينيءَ ۽ سحر امداديءَ جي شاعريءَ بابت اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟"

"هنن جي شاعري مان مون کي ڪڏهن ٻوڙ جي خوشبو ايندي آهي تہ ڪڏهن پلاءَ جي خوشبو ايندي آهي. هنن جي هڪڙي شعر مان مون کي پلي جي ڏپ بہ آئي - ۽ پوءِ هنن هڪڙي ڏينهن حلوو بہ پچايو هو جنهن جي خوشبو هنن جي هڪڙي شعر مان ظاهر هئي. اهو سچو سسٽم غلط آهي. رڌڻي ۾ ويهي شاعري ڪرڻ غلط شاعري آهي. اجايو پاڙي وارن کي شڪ پوندو تہ شايد شاعري پيا رڌين. تنوير عباسيءَ جي شعرن مان مون کي دوائن جي ڏپ ايندي آهي ۽ شيخ ايازيءَ جا شعر پڙهڻ لاءِ مان پي ايل ڊي پڙهندو آهيان. هونئن منهنجا ڏند مضبوط آهن. فقط ڳوٺ ۾ هاڻي نئون باٿ روم ٺهرايو اٿم."

"قمر شهبازيءَ جي قوتِ قلم بابت اوهان جو ڪهڙو خيال آهي؟"

"الائجي ڪهڙو قلم استعمال ڪندو آهي، جو قوت صفا ڪانهيس. شايد بال پوائنٽ استعمال ڪندو آهي. شمشير حيدريءَ سرڪاري ايمپلائي هئڻ ڪري، گهر ۾ بہ گهڻو ايمپلائيڊ رهندو آهي. گهر ۽ آفيس ۾ وڏو فرق هجڻ کپي، پر شمشير حيدريءَ ڪنفيوزڊ ٿي ويو آهي ۽ ڪنفيوزن ۾ تمام گهڻا ٻار ڄڻي ويو آهي- يا شايد گهڻن ٻارن ڪري ڪنفيوزڊ ٿي ويو آهي. اوهان جو ڇا خيال آهي؟"

"هي جيڪي سنڌي رسالا ضبط ٿيا آهن، تن جي باري ۾ اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟"

"مان حيران آهيان تہ آخر شاهہ لطيف جو رسالو ڇو ضبط نہ ڪيو ويو آهي ۽ آخر ڇو شاهہ لطيف تي ڊي پي آر جا وارنٽ نہ نڪتا آهن. مان جڏهن بہ حيران ٿيندو آهيان، تڏهن پنهنجي ڳوٺ ۾ نئين ٺهرايل باٿ روم ۾ چنگ وڄائيندو آهيان. مڙس ملوڪ آهيان. اوهان منهنجو ريڊيي وارو ٺهڪ ٻڌو هو؟ ڪنهن زماني ۾ مان ريڊيو تي هوس ۽ سنڌي پروگرامن کي بہ سئو سال پوئتي رکڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهيس. ڏيان

ٿهڪ؟...منهنجو خيال آهي تہ شايد پوليس وارن وٽ شاھہ لطيف جي ايڊريس ڪانهي ۽ تنهنڪري ڊي پي آر وارنٽ تعميل نٿو ٿئي. هونئن شاھہ لطيف جي ايڊريس تمام سولي آهي. شاھہ عبداللطيف، ويٺل ڳوٺ پنهنجو۔ ۽ بس. ايتري ايڊريس ڪافي آهي. ظفر حسناڻي ۽ قمر شهبازاڻي ليڪچرار هئڻ ڪري، ڪافي اهميت حاصل ڪري ويون آهن. منهنجو مطلب آهي تہ تنوير جوڻيجاڻي ليڪچرار هئڻ ڪري ڪافي اهميت حاصل ڪري ويو آهي. معاف ڪجو مان ٿورو منجهي پيو آهيان، پر اوهان منهنجو مطلب سمجهي ويا هوندا تہ ڪير ٿي ويون آهن ۽ ڪير ٿي ويو آهي۔ هونئن اديبن جي وچ ۾ مذڪر ۽ مونث جو تفاوت رکڻ بورجوا مينٽلٽي جي نشاندهي ڪري ٿو. اھا نشاندهيءَ واري ڳالھہ اوهان کي وڻي؟ آخر بي اي آهيان ۽ گريجوئيٽ آهيان. ۽ گريجوئيٽ هئڻ ڪري بي اي آهيان ۽ بي اي هئڻ ڪري گريجوئيٽ آهيان. ڊراماٽسٽ اهڙو سنو آهيان، جو اڃا تائين فقط باٿ روم ۾ چنگ وڄائيندو آهيان، يا وري پنهنجن دوستن جي وچ ۾ ويهي ليڪچر ڏيندو آهيان تہ ڊرامو ڪيئن لکجي ۽ ڊرامو ڇا کي چئجي. اوهان کي خبر آهي تہ ڊرامي ۽ پلي ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ مون هزارين چرچا لکيا آهن، جيڪي اڃا ڇپيا ڪينهن. ڊائلاگ لکڻ تمام سولو آهي، ۽ مون ڪئين ڊائلاگ لکيا آهن، جيڪي اڃا ڇپيا ڪينهن."

"سنڌي ادب جي مستقبل بابت اوهان جو ڪهڙو انديشو آهي؟"

"انديشو ئي انديشو اٿمہ ۽ مان خير انديش پڻ آهيان. مان سنڌي ادب جو دعاگو آهيان. ڏسو ڇا ڇا نہ ٿيو آهيان، جو گريجوئيٽ پڻ آهيان. اديب جيئن جيئن ڏڪارين ٿا، مان تيئن تيئن هن جي هنج ۾ آهيان. منهنجو ادب سان ڪهڙو واسطو؟ چنگ جون ڳالهيون ڪريو. منهنجي ٿهڪ جون ڳالهيون ڪريو. تيغ جون ڳالهيون ڪريو. تلوار جون ڳالهيون ڪريو."

"سنڌي اديبن جو مستقبل؟"

"سنڌي اديبن جو مستقبل تمام شاندار آهي. ڇو تہ مستقبل ۾ سنڌي اديبن تي اهي ساڳيا تجربا ڪيا ويندا، جيڪي سائنسي تحقيقات لاءِ جانورن تي ڪيا ويندا هئا. اوهان کي شايد خبر ڪانهي تہ جانورن جي دل بہ ڪاهي پاسي هوندي آهي. سنڌي ليکڪائن جو مستقبل تمام روشن آهي. ڇو تہ سنڌي ليکڪائن تي وري اهي سهڻا تجربا ڪيا ويندا، جيڪي سائنس جي ليبارٽرين ۾ ڪوئن تي ڪيا ويندا آهن. هونئن اوهان ڪهڙي مستبقل جو پڇيو هو؟ مستقبل قريب جو يا مستقبل بعيد جو؟ ڪهڙي ليکڪا هئي، ثريا زريناڻي. خدا جي قدرت آهي جو نجم عباساڻي بہ ڊاڪٽر

آهي. منهنجو مطلب آهي تہ خدا جي قدرت آهي جو نجم عباسائي بہ اديب آهي. مون کي سندس اها آکاڻي ياد آهي، جنهن جو نالو هو "شيشي ڀڳي، سيٽي وڳي، گاڏي ڀڳي. " خدا طارق اشرفائيءَ کي حياتي ڏئي، جس ني همين قاتل بنا ديا. خليل قاضيءَ کي ايجاد ڪري، پاڻ ئي پنهنجي ايجاد کان منڪر ٿي ويو. اوهان ٿي وي ڏسندا آهيو؟ ٺهڪ ڏيان؟ چنگ وڄايان؟ مون ڳوٺ ۾ پنهنجيءَ جاءِ ۾ جيڪو باٿ روم ٺهرايو آهي، سو ٻڌڻ وٽان آهي. منهنجو مطلب آهي تہ منهنجو چنگ ٻڌڻ وٽان آهي ۽ منهنجو باٿ روم ڏسڻ وٽان آهي. مسعود نوراني ڪٿي آهي؟ مسعود مسعود پڪارون مين، بن مسعود بسا موري من مين... ڪيئن؟"

"اوهان جا پسنديده اديب ڪهڙا آهن؟"

"مون چڱن خاصن اديبن کي ٽي وي تي آڻي، آل پاڪستان ايڪٽر بنائي ڇڏيو. امر جليلائي، علي بابائي ۽ هڪ ٻن ٻين جي افسانن ۽ ڊرامن جو ٽي وي تي اهڙو حال ڪيو جو اهي ڊراما ۽ افسانا بہ پنهنجن ليکڪن کي حرام جو سڃاڻن. هونئن علي بابائي بہ ماڙي اڏي آهي. مائٽ اٿم. دوست ٿون دلدار پوءِ الائجي ڇا آهي، جنهن کي ٿون آباد ڪجئين. بورڊ وارا شوڪت حسينائي ۽ مرليڌر نارائڻ گنجائي ڀئي جهڙا سڳا ياٿر. سنڌي ادبي بورڊ وارا اهڙا عاليشان ڪم پيا ڪن، جو حرام جو ڪنهن سنڌيءَ کي ذري بہ خبر پوي تہ ڇا پيا ڪن! پاڻ ڪتاب لکن، پاڻ پڙهن ۽ پاڻ فيصلو ڪن تہ غلط ڪتاب ڇپي ويناسين. پاڻ پئسا ورهائين ۽ پوءِ پاڻ رڙيون ڪن تہ غلط ماڻهن کي غلط پئسا ڏيئي ويناسين. مرليون وڄائڻ وارا هزارين ٿي پوندا، پر چنگ وڄائڻ وارو مان اڪيلو هان. آن!... آن؟...

ٻئرا بہ اسپيشل چانهيون آڻ. هو پريان جيڪي بہ ماڻهو ويٺا آهن، سي نچڻا آهن ۽ منهنجي خوشامد ڪندا آهن تہ مان ڪين پروگرام ڏيان. ڪلهہ مون موهن جي دڙي جي ڪاٽي ڪنئين تہ من ڪو مهراڻ جو موتي ليجي پئي- جيئرن موتين کي مان ڏيڻ مان جاٽان ڪونہ. آهي ڪو مرڻ ڪنڌيءَ تي تہ ٽي وي تي ايڪٽر بنايانس! آهي ڪو؟ هلندي ڪا ٿنڊي؟ ٻئرا، چانهن ڪيڏانهن وئي؟ چانهن ڪاڏي وئي؟ ڪيڏانهن وئي؟ ڪاڏي وئي؟ ڪيڏانهن؟ ڪاڏي؟ ٻئرا....او ٻئرا....اڙي او ٻئرا...!!



# مزاحمت: پشتو شاعريءَ جو اصل

## Resistance: The origin of the Pushto Poetry



"يا تہ مان هن وطن کي باغ عدن بڻائي ڇڏيندس،
يا تہ تباهي ۽ بربادي هن قوم جو مقدر ٿيندي"

# مزاحمت: پشتو شاعريءَ جو اصل

محمد ابراهيم ڪامران /ترجمو: منير چانڊيو

پشتون يا افغان قوم جو خمير مزاحمت ۽ وطن پرستيءَ جي مٽيءَ مان ڪنيو ويو آهي. هيءَ قوم پهرين ڏينهن کان عالمي سامراج ۽ علائقائي جبر ۽ ڏاڍ سان مزاحمت ڪندي آئي آهي. ان ڪري هتان جو ادب، ثقافت، تاريخ، تمدن، دوستي، دشمني ۽ روز مره جي عام زندگي به هڪ مڪمل ۽ همه گير مزاحمت سان ڀرپور آهن. هن قوم جي پسمانده ترين طبقن به ڪڏهن مزاحمت ۽ وطن پرستيءَ کان منهن نه موڙيو آهي.

پشتو زبان ۽ ادب ۾ بن محبت ڪرڻ وارن لاءِ به سڀ کان وڏي ترجيح وطن پرستي ۽ دشمن سان مزاحمت ۾ ڪردار ادا ڪرڻ رهيو آهي. "ننگ" پشتون قوم، زبان ۽ ادب جو اهو نوس استعارو آهي، جنهن ۾ پشتون/ افغان مزاحمت ڪندي فنا ٿيڻ لاءِ دعائون گهرندا آهن. پشتو شاعريءَ جي عوامي صنف "ٽپا" مزاحمت جي عوامي سڃاڻپ رهي آهي. ان سلسلي ۾ هڪ تاريخي ٽپو عالم گير مقبوليت ماڻي چڪو آهي:

"منهنجا محبوب!
جيڪڏهن تون پنهنجي وطن تي قربان نٿو ٿين،
ته پوءِ سمجهي ڇڏ! توکي بي همتي ۽ بي غيرتيءَ لاءِ پاليو پيو وڃي."

اهڙي قسم جا هزارين لکين "ٽپا"شايد پشتو شاعريءَ کي دنيا جي ٻين قومن جي شاعريءَ کان مٿانهون ڪن ٿا. ڇو ته شاعريءَ جي ان صنف ۾ ٻين ڪيترين ئي عوامي صنفن تمام گهڻو مزاحمت جو درس ڏنو آهي. اوهان پشتو جو ڪوبه تحقيقي يا عوامي شاعريءَ جو ڪتاب کڻو ۽ ان کي جتان چاهيو کوليو ان ۾ اوهان کي پهرين صدا مزاحمت جي ئي ملندي، ان کانپوءِ ٻيا موضوع ملندا.

---

*محمد ابراهيم ڪامران اڇڪزئي پشتو ٻوليءَ جو معروف ليکڪ ۽ نقاد آهي. هو همعصر پشتو ادب تي ڪافي گهري نظر رکي ٿو. سارنگا جي گذارش تي هن موجوده دور جي پشتو شاعريءَ ۾ مزاحمت جي موضوع تي هيءُ مضمون خاص طور سنڌيءَ جي پڙهندڙن لاءِ لکيو آهي ۽ هيءُ مضمون پهرين ڀيرو سنڌيءَ ۾ ئي ڇپجي رهيو آهي (ادارو)*

پشتو زبان، ادب، شاعريءَ ۽ زندگيءَ مان جيڪڏهن مزاحمت ڪڍي ڇڏجي ته انهن ۾ باقي وڃي بيا موضوع فقط پنج سيڪڙو مس بچندا. اها ڳالهه پشتو جي ڪلاسيڪل شاعري ۽ جديد شاعريءَ تي به لاڳو ٿئي ٿي. پشتو شاعريءَ ۾ مزاحمت جو لهجو بدلجي ويندو آهي، ان جي هيئت تبديل ٿي ويندي آهي، ان جي اظهار جو طريقو مختلف شڪل اختيار ڪري وٺندو آهي پر مزاحمت بذات خود ان مان ڪڏهن به گهٽ نه ٿيندي آهي.

پشتو شاعريءَ ۾ غزل ۽ نظم جي شروعات به مزاحمت ۽ وطن پرستيءَ جي عهد ۽ عمل سان ٿئي ٿي. پشتو جو سڀ کان پهريون غزل اڪبر زميند اوري جو آهي. اڪبر زمينداوري مغل بادشاهه تيمور، جنهن کي لنگڙو تيمور (تيمور لنگ) به چوندا آهن، ان جي زماني (807_771هه_ق) کان پنهنجي شاعريءَ ذريعي پشتونن ۾ مزاحمت جي آبياري ڪندو رهيو. هو چوي ٿو:

"تيمور مغل پشتون سرزمين تي اهڙي آڳ لڳائي آهي،

جو ان آڳ جي ماتم ۾ مان زميندوار کي وساري ڇڏيندس."

اهڙيءَ طرح پشتو جي پهرين نظم ۾ ٿي زبردست قومي فڪر ۽ نوس مزاحمت جو اثر انگيز ۽ ولولا انگيز بيان ٿيل آهي. امير ڪروڙ پهلوان پنهنجي هڪ نظم ۾ چوي ٿو:

"مان پشتون/ افغان شير آهيان، مون کان وڌو هيرو سڄيءَ دنيا ۾ ٻيو ڪو به نه آهي،

نه هندستان ۾، نه وسيع تر سنڌ ۾ ۽ نه تخار ۽ ڪابل ۾ـ مون کان وڌو ڪو به هيرو نه آهي."

مزاحمت جي حوالي سان پشتو شاعريءَ جي شروعات ان زبردست طريقي سان ٿئي ٿي، جنهن کي پڙهي ماڻهو حيران ٿيو وڃي. ان شاعريءَ جو معيار ڪنهن به طرح گهٽ نه آهي. جڏهن ته اها رڳو شروعاتي دؤر جي شاعري آهي. بدقسمتيءَ سان ان دؤر جي ٻي شاعري ۽ ٻيون شيون محققن کي نه ملي سگهيون آهن. اها جيڪا ٿوري گهڻي شاعري ۽ جيڪي ڪجهه ٻيون شيون مليون آهن، اهي فقط مختلف تذڪرن ۾ حوالي طور ڏنل آهن. پر ننڍي کان ننڍو حوالو به ان ڳالهه جي چٽي ثابتي ڏئي ٿو ته مزاحمت ئي پشتو شاعريءَ جو اصل، وڏو موضوع ۽ حصو رهيو آهي.

پشتو شاعري، ادب ۽ سياست ۾ بايزيد روشان جو دؤر باقاعده تحريڪ ۽ مزاحمت جو دؤر آهي. هن کي سندس تحريڪِ مزاحمت جي ڪري قدامت پرستن "هير تاريڪ" چيو، جو ته هن مزاحمت ۽ روشن خياليءَ کي هڪ باقاعده اداري جو درجو ڏنو. روشان جي تحريڪ پشتونن جي اندروني اصلاح ۽ قوم پرستيءَ جي وڏي حامل هئي. ان جي مقابلي ۾ اخوند درويزه هو جيڪو قدامت پرستن جي باقاعده تحريڪ جو باني سمجهيو ويندو هو. ان دؤر ۾ به پشتو شاعريءَ جي منزل مزاحمت ۽ وطن پرستيءَ واري رهي. ان دؤر جو مشهور شاعر ملا ارزاني هو جيڪو پشتو شاعريءَ جو پهريون صاحبِ ديوان شاعر آهي، ان نه رڳو باقاعده جدوجهد ڪئي ۽ جابر قوتن

جي خلاف آواز اُٿاريندو رهيو پر پنهنجي شاعريءَ ۾ بہ مزاحمت ۽ اصلاح جي ترغيب ڏيندو رهيو. ان جا ڪجهہ شعر آهن:

"صلاح فلاح (عربيءَ ۾) پڙهيو آهي،
پر اها اذان (پشتونن لاءِ) پشتو ۾ آهي."

هتي اها وضاحت ضروري آهي تہ پشتو لفظ رڳو پشتو ٻوليءَ ۾ ئي نہ پر پشتون/ افغان معاشري ۾ دستور جي حيثيت رکي ٿو.

"جيڪڏهن اوهان قومي مقصد ۾ پنهنجي ڪاميابي چاهيو ٿا،
تہ افغان (پشتو) زبان ۾ افغان جون ڳالهيون ارزاني افغان کان ٻڌو."

پشتو ادب جو استاد ۽ محقق دوست محمد خان ڪامل ملا ارزاني کي پشتون قوميت ۽ مزاحمت جو سرچشمو سمجهي ٿو. هو پنهنجي تصنيف "رحمان بابا" ۾ لکي ٿو تہ: "ارزاني جي قوميت واري شعور کي پڙهي خوشحال خان خٽڪ، رحمان بابا ۽ ٻين شاعرن اهو محسوس ڪيو آهي تہ پشتون قوميت جي جذبي جا اصل محرڪ ملا ارزاني ۽ ان جي شاعري آهن."

مزاحمت ۽ قوم پرستيءَ جي ان احساس کي اڳتي وڌائيندي ۽ ان کي پنهنجي قوم لاءِ بنيادي اُصول سمجهندي علي محمد مخلص، مرزا حنان بارڪزئي، دولت لواني ۽ ٻين شاعرن مزاحمت کي پنهنجي شاعريءَ جو بنيادي محور بڻايو.

مزاحمت، ننگ ۽ وطن پرستيءَ جو سڀ کان وڏو علمبردار خوشحال خان خٽڪ آهي، جنهن سڄي زندگي پنهنجي قوم جي رهنمائي ڪئي. هن عملي طور هڪ هٿ ۾ تلوار کنئي ۽ ٻئي هٿ ۾ قلم کڻي ان سان مزاحمت جا اهڙا تہ لافاني نظريا ڏنا، جو دنيا انهن کان متاثر ٿيڻ کانسواءِ رهي نٿي سگهي. مزاحمت جو تاريخي پس منظر بيان ڪندي صاحب سيف لکي ٿو تہ:

"اسان جا وڏڙا شهيدن جي حيثيت ۾ مُئا آهن،
پشت بہ پشت ۽ نسل بہ نسل اسان جو اهو ئي هنر رهيو آهي."

"ان سلسلي ۾ ٻيو ڪوبہ رستو نہ آهي،
يا تہ مغلن جي تباهي، بربادي ۽ خاتمو ٿيندو
يا تہ پوءِ پشتونن جي غلامي."

پشتونن/ افغانن جي اُٿڻي ويهڻي، محبت ۽ نفرت، سياست ۽ سماج مزاحمت سان ڀرپور آهن، ان ڪري ئي هڪ وڏو ۽ عالمگير صوفي ۽ عالم بہ پنهنجو پاڻ کي مزاحمت کان الڳ نہ ڪري سگهيو. ان درويش صفت ۽ ملنگ شاعر بہ پنهنجي تمام گهڻي شاعري وطن پرستيءَ ۽ مزاحمت جي نانءِ ڪري ڇڏي آهي.

"منهنجي هر شعر جي مصرع زلفِ جانان تي وڇي
تہ جيئن افغان وطن معطر رهي."

رحمان بابا کان وٺندي جديد دؤر جي شاعرن تائين اهڙا ڪيترائي نالا آهن جن مزاحمت جي فلسفي کي وڌيڪ توانائي بخشي ۽ ان کي جاري ۽ ساري رکيو. انهن ۾ اشرف خان هجري، علي خان ۽ حميد عوضد کان وٺي احمد شاهہ ابدالي تائين ڪيترائي انسان شامل رهيا آهن پر موجوده دؤر ۾ مٿين نالن کانسواءِ ڪجهہ ٻيا ٿورا شاعر آهن. جن کان سواءِ ڪو وڏو شاعر اُڀري نہ سگهيو آهي. انهن ۾ ڪاظم خان شيدا ۽ معزالله عوضد شامل آهن. ان جو بنيادي سبب خوشحال خان خٽڪ ۽ رحمان بابا جو اثر آهي. جيڪو اڄ تائين پنهنجي پوريءَ طاقت سان گڏ پشتو شاعريءَ تي ڇانيو پيو آهي. پشتو جي ان ٻن سڀ کان وڏن شاعرن جو جديد دؤر تي بہ واضح اثر آهي. ان جو سبب هيءُ آهي تہ پشتون معاشري جي اصل حالت ۽ ان جا اصل مسئلا اڄ تائين ساڳيا آهن. ويجهي ماضيءَ جا شاعر مطالعي ۽ تحريڪن جي پيداوار آهن. انهن جو عملي ميدان تي حصو فقط دانشوري، صحافت ۽ احتجاج تي ٻڌل آهي. جيتوڻيڪ انهن شاعرن ۾ مزاحمتي رويي ۾ ڪا ڪمي نہ آئي آهي پر عالمي استحصالي ۽ جابر قوتون وڌيڪ طاقتور ٿي ويون آهن. ان ڪري انهن جو رويو هڪ مزاحمتي فرد (Resistance Activist) ۾ تبديل ٿي ويو آهي ۽ جڏهن کان هنن عدم تشدد واري فلسفي سان ناتو جوڙيو آهي. مزاحمت جي جنگجو واري طرز جي ضرورت نہ رهي آهي. موجوده صوبي پشتون خواه (صوبي سرحد) ۽ قبائلي علائقن ۾ خدائي خدمتگار تحريڪ، ڏکڻ پشتونخواهہ (برٽش بلوچستان) ۾ خان عبدالصمد خان اچڪزئي جي تحريڪ ۽ افغانستان ۾ قومي جدوجهد پشتون شاعرن کي اظهار مزاحمت جو وڏو موقعو ڏنو آهي.

حمزه شنواري، عبدالغني خان، گل باچا الفت، ملنگ جان، ملا عبدالسلام اچڪزئي، قلندر موضد ۽ علامہ عبدالقلي اهڙا شاعر آهن جن نئين دؤر جي ابتدا ڏني ۽ راحت زاخيلي، اجمل خٽڪ، رحمت شاهہ سائل، سيف الرحمان سليم، درويش دراني، ولي محمد طوفان، هميش خليل، هاشم بابر، خير محمد عارف ۽ ٻين ڪيترن ئي اهڙن شاعرن ان موضوع کي نئين انداز سان نباهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهو دؤر تعليم ۽ سياسي شعور جي سجاڳيءَ جو دؤر هو. ان دؤر جا مزاحمت ۽ وطن پرستيءَ جي حوالي کان چار شاعر حمزه شينواري، عبدالغني خان، ملا عبدالسلام ۽ اجمل خٽڪ نهايت اهم آهن. ان سلسلي ۾ امير ڪروڙ پهلوان، خوشحال خان خٽڪ ۽ ٻين پنهنجي قومي شاعرن جي فڪر کي جاري رکيو ۽ مزاحمت جي فلسفي کي پوري آب ۽ تاب سان پنهنجي نوجوان نسل ڏانهن منتقل ڪيو.

"جيڪڏهن برطانوي فوج مون کي ٽڪرا ٽڪرا نہ ڪندي،
تہ منهنجي ماءُ! تون مون تي ڪيئن روئنديئن؟"

(غني خان)

"مون کي قسم آهي تہ مان جنت مان موٽي ايندس،
جيڪڏهن مون اتي پشتون جي گار نہ ٻڌي"

(غني خان)

–

"يا تہ مان هن وطن کي باغ عدن بڻائي ڇڏيندس،
يا تہ تباهي ۽ بربادي هن قوم جو مقدر ٿيندي"

(غني خان)

–

"اي الله! مون کي اهڙي طاقت ڏي جو مان تو کانسواءِ،
ٻئي ڪنهن اڳيان نہ جهڪان! منهنجي دل مسلمان رهي
۽ مون وٽ فڪرِ پشتون هجي."

(حمزه شينواري)

–

"اي عشق! تون خود ڏسين ٿو تہ مان پشتون آهيان،
مون پنهنجين اکين کي فقيري ناهي سيکاري"

(حمزه شينواري)

–

"مون کي پيا جيترا بہ غم هوندا، اهي تہ برداشت ڪري ويندس،
پر مان ڪنهن هڪ افغان جو بہ غم سهي نٿو سگهان."

(حمزه شينواري)

–

"جيڪڏهن مان اها گهربل ڪنوار (آزادي) نہ وٺي آيس،
تہ پوءِ اي پشتونو ٻڌي ڇڏيو!
مون کي منهنجي پشتون ماءُ نہ ڄڻيو هوندو."

–

اجمل خٽڪ جي شاعريءَ ۾ مزاحمت لاءِ وڏو ولولو ۽ جوش آهي. جڏهن تہ ٻين شاعرن وٽ مزاحمت جو فلسفو ۽ تجزياتي عنصر وڌيڪ آهي. عبدالغني خان جيڪو باچا خان جو پٽ هو، اهو جديد دؤر جو سڀ کان وڏو مزاحمتي شاعر آهي. ان مزاحمت سان گڏوگڏ طنز کي بہ پنهنجي اظهار جو ذريعو بڻايو.

ڪلاسيڪي شاعرن ۾ عبدالسلام اڇڪزئي جي طنزيہ شاعريءَ جو انداز ڏاڍو منفرد آهي، جڏهن تہ هيئيت جي لحاظ کان هن جي شاعري غني خان کان مختلف آهي. غني خان کي باچا خان جي شاعر ۽ فلسفي پٽ هئڻ جي حوالي کان بہ ڄاتو ۽ سڃاتو وڃي ٿو. هن کي اصل ۾ اعليٰ مقام تڏهن

ملندو، جڏهن ماڻهو هن جي شاعريءَ جي اعليٰ مقام ۽ ان جي فني ۽ فڪري وسعت کي سمجهندا.

اجمل خٽڪ وري غني خان ۽ حمزه شنواري جي برعڪس پشتون نوجوانن سان مخاطب ٿيندي، کين طعنا ڏيندي جهنجهوڙي ولولو پيدا ڪري ٿو:

"جتي ٻه هنن کي غيرت ۾ مست ڇوڪريون ملن ٿيون،
تہ اتي هي ٻي حياءَ ٻي غيرت ۽ ٻي همت ڇوڪرا انتهائي شرم مان نظرون جهڪائي هليا ٿا وڃن"

موجوده دؤر جي هر پشتون/ افغان شاعر وٽ بغاوت ۽ مزاحمت جا عنصر نمايان آهن. پشتون قوم جي فطرت جي مطابق بغاوت ۽ مزاحمت ۾ ئي ان جي بقا آهي. موجوده دؤر جي وڏن مزاحمتي شاعرن ۾ رحمت شاهہ سائل، درويش دراني، سليم راز، افراسياب خٽڪ، خير محمد عارف، حبيب الله رفيع وغيره اچي وڃن ٿا. جڏهن تہ نوجوان نسل جي شاعرن ۾ حسينہ گل، اباسين يوسفزئي، عبدالرئوف عارف، همايون همدرد، پير محمد ڪاروان، عبدالرزاق فهيم، پروين ملال، فيض محمد شهزاد، نسيم اچڪزئي، عصمت الله زهبير ۽ خليل باور پنهنجو اثر رکن ٿا.

رحمت شاهہ سائل ۽ درويش درانيءَ نئين نسل تي ڏاڍا اثر ڇڏيا آهن. سائل وٽ مزاحمت جو رستو هڪ روشن مستقبل سان جڙيل آهي. هن ايترو تہ زبردست ۽ جادوئي اندازِ بيان اپنايو آهي، جو لڳندو تہ ڄڻ اهو پشتون زبان جي ئي ڪينواس لاءِ هجي. ان جي ڪجهہ شعرن جو ترجمو ڪرڻ ڄڻ ناممڪن لڳي ٿو:

"اسان جا ڏينهن ۽ راتيون ايئن ٿا گذرن
جيئن ڪو ڇڪيءَ ۾ پيسجندو هجي."

(سائل)

-

"مان ترقيءَ لاءِ مزاحمت جو سُرخ پرچم هن رستي کان کڻي ايندس،
ڇو تہ منهنجو لشڪر دشمن تي ڌاڪو ڄمائڻ لاءِ سئو سيڪڙو تيار آهي."

(سائل)

-

درويش دراني مستقبل مان نااُميد تہ نہ آهي پر ان جي مزاحمت جو اندازو ماتمي آهي:

"پراون ماڻهن کان پنهنجي وطن ڏانهن ڪوچ ڪري ويو
هن شهر جو محڪوم آخرڪار شهرِ خاموشان ڏانهن ڪوچ ڪري ويو."

(درويش دراني)

-

"اي منهنجا خدا! مان پنهنجا ڳوڙها ڪيئن اُگهان؟
مون وٽ جهولي تہ آهي پر مون وٽ هٿ نہ آهن."

(درويش دراني)

پشتو شاعريءَ ۾ مزاحمت پهرين دؤرن کان بغاوت جي صورت ۾ موجود رهي آهي، بغاوت جو تمام گهڻو حصو پشتو شاعريءَ ۾ موجود آهي. جڏهن تہ موجوده دؤر ۾ وري مزاحمت احتجاج جي صورت ۾ نظر ٿي اچي. احتجاجي مزاحمت کي ڪيترائي وسيلا ۽ فورم ميسر آهن. ان ڪري اڄڪلهہ اها وڌيڪ نظر اچي ٿي. نئين نسل جون نظرون پنهنجي اصلاح ۽ قوم جي اندروني مسئلن ڏانهن بہ آهن. ٻين قومن جي ترقي ۽ زوال ڏانهن بہ آهن. اهو نسل علم مان لاڀ بہ حاصل ڪري رهيو آهي ۽ اهو نسل اهو بہ ڄاڻي ٿو تہ مزاحمت ڪنهن جي خلاف ڪجي ۽ اهو نسل اهو بہ ڄاڻي ٿو تہ مزاحمت جو رستو ئي پشتو شاعريءَ جو اصل رستو آهي. نئين نسل کي درپيش مسئلا بہ ڪيترائي آهن ۽ انهن تي ذميواريون بہ ڪيتريون ئي آهن پر تنهن هوندي بہ ان نوجوان نسل جي پشتو شاعرن جي دماغ ۾ اڃان بہ بغاوت ۽ مزاحمت جا جذبا موجود آهن.

پشتو جي جديد دؤر جي شاعريءَ ۾ جن شاعرن کي تمام گهڻي شهرت ۽ پذيرائي ملي آهي، ان جو بنيادي سبب ئي اهو آهي تہ انهن پنهنجي وطن سان ٿهر جي محبت ڪئي آهي ۽ پنهنجي وطن جي دفاع جو پرچم مضبوطيءَ سان کڻي بيٺا آهن. جن ٻين شاعرن کي ڪجهہ ٻين سببن جي ڪري پذيرائي ملي آهي. اهي بہ بنيادي طور تي مزاحمت واري تحريڪ ۾ اعليٰ مقام رکن ٿا. رومانويت تغزل ۽ ٻيون خاصيتون بہ پشتو جي ڪلاسيڪي شاعريءَ جو اهم حصو آهن. پر جديد شاعرن جي مزاحمتي شاعري ئي انهن جو اهم حصو آهي. غني خان هڪ فلسفي، دانشور ۽ حُسن جو شاعر بہ آهي پر سندس شهرت جي ان مقام جو سبب، ان جي مزاحمتي، سياسي ۽ سماجي شاعري آهي.

اهڙيءَ ريت حمزه خان شينواري کان وٺندي رحمت شاهہ سائل، ملنگ جان، درويش دراني ۽ ٻين ڪيترن ئي نوجوان شاعرن تائين مزاحمت ئي واحد ۽ مستقل خصوصيت آهي، جيڪا بدلجندڙ وقت ۽ حالتن جي مطابق بہ پنهنجو اثر ۽ اهميت رکيو پئي اچي. جديد دؤر جي پشتو شاعريءَ ۾ مزاحمت جا انداز ۽ رخ ڪجهہ تبديل ٿيا آهن. جيڪڏهن خدائي خدمتگار تحريڪ ۽ انجمن وطن تحريڪ انگيز راڄ جي خلاف مزاحمت ڪئي تہ پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ پشتون مزاحمت جو مرڪز علائقائي ۽ عالمي استحصالي ڌرين جي خلاف هو. افغانستان جي شاعرن هڪڙي پاسي پنهنجي ڌرتيءَ جي دفاع ۽ مغربي قوتن جي مخالفت ۾ شاعري ڪئي آهي تہ ٻئي پاسي انهن جو روس جي خلاف جهاد جو عملي ۽ فڪري ڪردار نظر اچي ٿو. ان حوالي کان مختلف نڪتہ نظر هجڻ جي باوجود پشتو شاعريءَ ۾ شديد مزاحمت جي مستقل پرچار نظر اچي ٿي. ٻنهي پاسي زبردست ۽ همہ گير مزاحمت جي معيار مزاحمت جي پرچم کي بلند رکيو آهي ۽ اهو نظريو ڏنو آهي تہ وطن دشمنن جي مزاحمت بندوق ۽ قلم ذريعي ڪرڻ لازمي آهي ۽ اهو عزم تيستائين جاري رکڻو آهي جيستائين پنهنجي وطن ۽ ان جي ماڻهن جي حفاظت ۽ آزادي يقيني نہ بڻجي.

موجوده دؤر جي جن نوجوان شاعرن مزاحمتي شاعريءَ ۾ پنهنجو اثر قائم ڪيو آهي تن ۾ اباسين يوسفزئي، پير محمد ڪاروان، راز محمد راز، عصمت الله زهبير، ڊاڪٽر عبدالرئوف رفيقي، عبدالرزاق فهيم، سلميٰ شاهين، پروين ملال، رياض تسنيم، عنايت الله ضياءَ، نسيم اچڪزئي، ڊاڪٽر لياقت تابان ۽ ٻيا ڪيترائي نالا شامل آهن. هن دؤر جي اڪثر سنجيده شاعرن وٽ مزاحمت علامتي رهي آهي، پلي انهن مان ڪوبہ شاعر کهڙي بہ نقطئہ نظر جو پرچارڪ چو نہ هجي پر ان جي شاعراڻي مزاحمت جو انداز سيني افغانن/ پشتونن لاءِ قابلِ قبول رهيو آهي. موجوده دؤر جا پشتو شاعر وطن دشمنن جي مزاحمت ۾ اڳ کان اڳرا آهن. ان سان گڏوگڏ گلوبلائيزيشن جي منفي رجحانن، آمريڪي جارحيت ۽ آزاد ملڪن ۾ ان جي مداخلت جي خلاف بہ پشتو شاعرن تمام گهڻو لکيو آهي. ان سلسلي ۾ سندن تربيت سينيئر شاعرن ۽ سياسي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن ڪئي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ايئن لڳندو آهي تہ موجوده دؤر جا ڪجهہ شاعر پنهنجي سينيئر شاعرن ۽ سياسي ڪارڪن ڪان بہ وڌيڪ شديد مزاحمت ڪن ٿا ۽ سندن مزاحمت انهن کان وڌيڪ همہ گير آهي. سينيئر شاعرن ۾ اجمل خٽڪ، قلندر موضد، عبدالغني خان، حمزه شينواري، ملنگ جان، گل باچا الفت ۽ سبحان لائق اهم آهن. ان کان پوءِ رحمت شاهہ سائل، سعيد الله جان جرق، درويش دراني، سليم راز، سيف الرحمان سليم، افراسياب خٽڪ ۽ ٻين ڪيترن ئي شاعرن ۽ سياسي رهنمائن پنهنجي نوجوان نسل کي مزاحمت جو زبردست درس پڻ ڏنو آهي.



Address
M. Ibrahim Kamran
Section Officer (Coord) S & GD
Government Of Balochistan, Quetta.
E-mail: kamranachak@yahoo.co.uk

## فطرت جي ماءُ_ شاعر کي

راحت زاخيلي

اي منهنجا جادوگر! اي منهنجا پٽ
توکي جيڪڏهن انقلاب واري راهه جي تلاش آهي
تہ پوءِ پنهنجي جگر جي رت سان مظلومن
جو عڪس ٺاهہ
انهن جي دردن ڀري ڪهاڻيءَ لاءِ محفل سجاءِ
اي منهنجا شاعر جادوگر پٽ!
هن محفل جي دردمندن کي سمجهاءِ
سندن دلين جي گهراين ۾ درد ڀري چڏ
۽ انهن کي مزاحمت جي راهہ ڏيکار!
منهنجا پٽ! منهنجي جان!
اهو ئي انسان جي انقلاب واري راهہ جو نقش آهي.

◎

## درِ خيبر

ولي محمد طوفان

اي خيبر جا غيرتمند انسانو!
اسان جون فضائون ڪنهن همايون کي نٿيون مڃين،
عوام ڪانسواءِ ڪنهن جي حڪم کي نٿيون مڃين،
قوم جي خلاف ڪنهن بہ قانون کي نٿيون مڃين،
اسان جو دشمن جڏهن اسان جي مزاحمت ۽ قوت ڏسي ٿو
جڏهن هو اسان جي تاريخ ۽ ڪارناما ٻڌي ٿو
۽ جڏهن هو اسان جي مستيءَ جي طوفان کي ڏسي ٿو
تہ پنهنجا حواس وڃائي بوکلائجي ٿو وڃي.

◎

## سندره (گيت)

رحمت شاهہ سائل

اي آزاديءَ جي ڪنوار! مون کي تنهنجي ديوانن ڇاڇين جو قسم،
مان تنهنجي سُرخ سيج پنهنجي وطن کٽي ويندس.
تنهنجن خاڪي ۽ الهڙ نوجوانن جو قسم
تہ مان تنهنجي ناموس لاءِ رداءِ حياءَ وٺي ايندس.
مونکي باچا خان جي فڪر ۽ ان جي پشتو (واعدي) جو قسم،
مان سڄي عظيم خيبر لاءِ فطرت جا گل ڇونڊي ڇونڊي کٽي ايندس.
اي منهنجي وطن جي شهزادي! تون ناراض نہ ٿيءُ،
مون کي پنهنجن شهيدن ۽ انهن جي مقدس خون جو قسم،
مان سُرخ (مزاحمت جو) پرچم ارتقا واري رستي کان کٽي ايندس.

◎

## زنده قبرستان

افضل شوق

آهہ..... هي تہ هڪ پُر هجوم قبرستان آهي،
ڪنهن پئي چيو تہ هيءُ شهر آهي؟
هتي تہ قبرون ئي قبرون آهن،
نہ ڪو شهر آهي ۽ نہ ڪو گهر،
مئل احساس ۽ مئل مئل اکيون،
مئل جذبا ۽ مئل ضمير،
هتي تہ هر ڪنهن کي ڪفن پهريل آهي،
هي ڪهڙي زندگي آهي جو هر قدم تي
موت جا فرشتا انتظار بيٺا ڪن.

◎

## شهيد جي ڀيڻ

درويش دراني

اي منهنجا شهيد ڀاءُ!
تو جو مون ڏانهن هڪ تحفو موڪليو آهي،

اهو جنتي تحفو منهنجي اکين تي،
تو وٽان تحفي طور موڪليل اها چمڪندڙ بندوق
منهنجي زندگيءَ جي ساٿي رهندي
ڇو تہ اهو اوهان وٽان مون لاءِ آخري تحفو آهي،
آسمان ۾ چمڪندڙ ستارا هجن يا سج جا ڪرڻا
اڄ کان پوءِ اسان اهي گڏ گڏ ڏسنداسين،
اڄ کان پوءِ گلن جي نمائش هجي يا جنگ جا شعلا هجن،
اهي اسان گڏ گڏ ڏسنداسين.
جيستائين زندگي سلامت آهي ۽ اسان ۾ طاقت آهي
اسان ٻئي هڪٻئي سان وفا ڪندا رهنداسين ۽ پنهجي
پياري وطن جي حفاظت ڪندا رهنداسين،
جنهن وطن جي مٽيءَ تي تون قربان ٿيو آهين،
ان وطن جي مٽيءَ جي ذري ذري جي
حفاظت ڪندا رهنداسين.



## شاعر ڏانهن

رحمت شاهہ سائل

اي شاعر!
توکي ۽ مون کي جيڪي زخم ملندا رهن ٿا
پاڻ زخمي چمن سان بهار جو ناڻ وٺندا رهنداسين
پاڻ ٻئي پنهنجي ٻرندڙ اُڄ اُجهائڻ لاءِ
پنهنجي رت سان رڱيل دل جي ڪشتي کي ڪٽنداسين
تنهنجو غزل بہ ڪٽيل زبان جي واويلا هوندو
پنهنجا گيت سرخ چمن لاءِ باهہ جيئن هوندا
پنهنجون تخليقون ماتم جون هڏڪيون هونديون.
اسان جا جذبا هتڪڙين ۾ جڪڙيل آهن
اسان جا خيال پشتونن جو ادراڪ ڪندا،
اي شاعر!
پاڻ ٻئي ان باهہ ۾ جلندا رهنداسين
۽ پنهنجي قسمت تي ناز ڪندي،
انڌيرن کي روشني مهيا ڪندا رهنداسين.

## قطعو

رحمت شاهہ سائل

هر پشتون جي ذهن مان آزاد زندگيءَ جي
آذانن جون تصويرون
شعلن جيئن پڙڪي
اُٿي رهيون آهن.
اي سائل! تنهنجا غزل، تنهنجا نظم، تنهنجا گيت،
عظيم پختون خواهہ جي سرحد جون تصويرون آهن.



## ڌرتي جلي ٿي جتي

قلندر عوضد

جڏهن مان ويٽنام جي بربادي‌ءَ کي ڏسان ٿو
تہ مون کي حُسن جي تصور کان ئي نفرت ٿي وڃي ٿي،
آئون حيران ٿيان ٿو تہ هيءَ ڪهڙو انصاف ۽ معيار آهي،
جو ٻين لاءِ هڪڙو ۽ مون لاءِ ٻيو آهي!
هُتي انسان جي قتل کي قتل ئي سمجهيو وڃي ٿو
پر اسان وٽ اهو ثواب ۽ جهاد ٿي وڃي ٿو.
جڏهن هِتي تباهي ٿئي ٿي تہ اُن کي نصيب چون ٿا.
پر هنن وٽ اها ئي بربادي فتنو ۽ فساد ٿي وڃي ٿي.
ظلم جو نتيجو هر هنڌ ساڳيو ئي هوندو آهي،
عورتون بيواهہ، پُٽ قتل ۽ ڏيئرون لُٽجي وڃن ٿيون،
هي ڪهڙيون اکيون آهن جيڪي پري تائين ڏسي سگهن ٿيون،
پر ويجهو نٿيون ڏسن. ڇا اهو عجب نہ آهي؟
آئون سڙي چڪو آهيان،
اُن ڪري ئي تہ سڙيلن جو سور سمجهي سگهان ٿو
ڇا اهو عجب ناهي تہ جيڪي سڙيا نہ آهن، اُهي رڙيون ڪن ٿا.
آئون جڏهن ايشيا ۽ آفريڪا جون رڙيون ٻڌان ٿو.
تہ (مزاحمت لاءِ) رڙيون ڪندي افغان بڻجي وڃان ٿو





# محمود درويش جي موڪلاڻي

محمد چانڊيو

هن 13 مارچ 1942ع تي ابيروي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺڙي ۾ جنم ورتو. 1948ع واري جنگ کان پوءِ اسرائيلين هنن جي ڳوٺ تي قبضو ڪري ورتو هو. ائين محمود ۽ سندس ڪٽنب ڌرتي ڌڪاڻا ٿي ڀڄي ويا.

جڏهن يهودين بروهه جي کنڊرن تي يهودي آبادڪاري ڪئي ته هنن جو ڪٽنب هڪ ٻئي عرب ڳوٺ ۾ آباد ٿي ويو جتي درويش جو ننڍپڻ گذريو. محمود لاءِ اهو تجربو ڏاڍو تلخ هو. انهيءَ واقعي سندس دنيا تبديل ڪري ڇڏي هئي. اهو اسرائيلي غلامي، ظلم جبر جو پهريون سبق هو جيڪو کيس ننڍيءَ عمر ۾ مليو هو. گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ هو هيئفا ڏانهن منتقل ٿيو جتي هن صحافت شروع ڪئي. 1961ع ۾ هو اسرائيلي ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو. 1970ع ۾ هي ماسڪو پڙهڻ ويو پر 1971ع ۾ روس کي ڇڏي آيو. ساڳئي سال هن اسرائيل کي الوداع ڪيو ۽ بيروت ۾ اچي آباد ٿيو. لبنان ۾ رهائش اختيار ڪرڻ دوران هن P.L.O لاءِ ڪم شروع ڪيو ۽ ماهوار رسالو "شان" ۽ "فلسطينيا" شروع ڪيائين. ادبي رسالي "الڪرميل" جو چيف ايڊيٽر ٿيو. جڏهن اسرائيل 1982ع ۾ لبنان تي حملو ڪيو ته P.L.O وارن کي پنهنجا ٺڪاڻا ڇڏڻا پيا. ان کان پوءِ درويش سائپرس هليو ويو. 88_1987ع ۾ کيس اهم عهدو ڏنو ويو. هن 1988ع ۾ فلسطيني آزاديءَ جو پڌرنامو لکيو پر پنجن سالن کان پوءِ اوسلو واري ناهه تي اختلاف ڪندي هن استعيفيٰ ڏئي ڇڏي

محمود درويش اسڪول جي ڏينهن کان ئي شاعري ڪرڻ شروع ڪئي هئي. هن جو پهريون ڪتاب 1961ع ۾ شايع ٿيو. تڏهن سندس عمر فقط 19 سال هئي. سندس ٻيو مجموعو 1964ع ۾ ڇپيو جنهن جو عنوان هو: "A wraq at Zattun"

هو جلد ئي مزاحمتي شاعر طور فلسطين سميت دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور

تي ويو. هن جي شاعري فلسطيني ماڻهن جي رت ۾ ٻوڙڻ لڳي.

درويش کي ڪيترا ئي ايوارڊ پڻ مليا 1969ع ۾ کيس يونين آف ايرو ايشين رائيٽرز طرفان "لوٽس پرائيز" مليو. 1983ع ۾ لينن پيس پرائز کان علاوه 1997ع ۾ فرانس نائٽ هڊ آف آرٽ، بيلس ليٽرس ۽ ٻيا ڪيترا ئي ننڍا ۽ وڏا ايوارڊ کيس دنيا جي مختلف شهرن ۾ ڏنا ويا.

محمود درويش جي مزاحمتي شاعري جهنگ جهر ۾ ڳائي وئي، جيڪا تمام گهڻي مقبول ٿي ۽ ان ماڻهن تي زبردست اثر وڌو. 1999ع ۾ موسيقار مارسيل خيلفيهه تي ڪفر جو الزام لڳو ۽ کيس بيروت جي ڪورٽ ۾ پيش ٿيڻو پيو. اهو الزام مٿس محمود درويش جي گيت ڳائڻ سبب لڳايو ويو هو جنهن ۾ محمود قرآن جي آيت کي بنياد بڻائي، يوسف جي ان ڏک کي بيان ڪيو آهي، جيڪو کيس پنهنجي ڀائرن طرفان مليو هو.

گيت جو عنوان هو "اي منهنجا پيءُ! مان يوسف آهيان، جنهن سان ان جا ڀاءُ پيار نٿا ڪن، نه اهي کيس پنهنجو ڀاءُ سمجهن ٿا." هن ان آيت کي بنياد بڻائي، يهودين ۽ فلسطين کي تاريخي پس منظر جي آڌار تي ملايو.

محمود درويش پنهنجي پوري زندگي خانه بدوشيءَ ۾ گذاري. هي لبنان، سائپرس، تنزانيا، جارڊن ۽ فرانس ۾ به رهيو. 1996ع ۾ 26 سالن جي جلاوطني ڪاٽڻ کان پوءِ هو پنهنجي وطن وريو ۽ 1990ع ڌاري پنهنجي ڳوٺ ڏانهن موٽيو. رملا ۾ هن جو گهر ويسٽ بئنڪ آف ٽائون ۾ هو جتي ياسر عرفات جو هيڊ ڪوارٽر هيو. 2002ع ۾ ويسٽ بئنڪ ٻيهر جنگ جو ميدان بڻجي وئي ۽ اسرائيلين ان کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو.

هن ٻه شاديون ڪيون، پر کيس ڪوبه اولاد نه ٿيو.

سندس پهرين گهرواري رينا ڪيباني خود هڪ ليکڪا هئي. 1980ع جي وچ ڌاري هن مصر جي ترجمي نگار خاتون حيات هيني سان شادي ڪئي، جنهن کان پڻ اڳتي هلي عليحدگي اختيار ڪيائين.

سندس شاعريءَ جا 31 ۽ نثر جا ■ مجموعا شايع ٿيل آهن.

درويش 9 آگسٽ 2008ع تي 67 سالن جي ڄمار ۾ هوسٽن جي هڪ اسپتال ۾ وفات ڪئي. هن پنهنجي وصيت ۾ تدفين لاءِ ٽن جاين جي چونڊ ڪئي هئي: هن جو اباڻو ڳوٺ البروا سندس پر وارو ڳوٺ جتي سندس خاندان اڃا تائين رهي ٿو ۽ ويسٽ بئنڪ آف سٽي رملا.

رملا جي ميئر جينل ميخائيل اعلان ڪيو ته محمود درويش کي رملا جي ثقافتي محل جي پرسان دفنايو ويندو ۽ سندس مان ۾ هڪ مقبرو قائم ڪيو ويندو. ائين کيس رملا جي ثقافتي محل پرسان ئي دفنايو ويو. ميڊيا موجب هن جي جنازي ۾ اٽڪل 3 لک ماڻهن شرڪت ڪئي. ڪنهن شاعر سان پنهنجي ماڻهن جي محبت ۽ وابستگيءَ جو اهو هڪ غير رواجي مثال آهي.

## محمود درويش چيو!

آئون سمجهندو هئس ته شاعري سڀ ڪجهه تبديل ڪري سگهي ٿي. تاريخ ۾ انسان کي ٻاجهه ۾ رحم وارو بڻائي ڇڏيندي ۾ مان اهو به سمجهندو هئس ته ڪو فريب ڪنهن شاعر لاءِ انتهائي اهم آهي، جنهن مان هو اتساهه ماڻي. پر هاڻي مان سمجهان ٿو ته شاعري فقط شاعر کي ئي تبديل ڪندي آهي.

❋

اسان ڪنهن خودڪش بمبار کي صحيح نٿا چئون. اسان انهن جي خلاف آهيون، پر اسان کي اهو سمجهڻ کپي ته اهي ڇيرو ائين ڇو ٿا ڪن؟ ڇاڪاڻ ته اهي اهڙي موت جهڙي اونداهي زندگيءَ مان آزاد ٿيڻ چاهين ٿا. اهو نظريو نه آهي، پر نااميدي ۽ مايوسي آهي.

❋

اسان کي اهو الميو سمجهڻو پوندو جنهن لاءِ فلسطين جا نوجوان موت کي چونڊين ٿا ۽ خودڪش حملا ڪن ٿا. فقط ان لاءِ نه ته کين جنت ۾ ڪنواريون حورون ملنديون (جيئن مسلمانن لاءِ مشهور آهي) فلسطيني ماڻهو زندگيءَ سان محبت ڪن ٿا ۽ کين زندگيءَ سان ڀرپور عشق آهي، پر اهو فقط تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن کين اميد ڏني ويندي، هڪ سياسي حل ڏنو ويندو. تڏهن اهي پنهنجو پاڻ کي مارڻ بند ڪندا.

❋

آءٌ دشمن کي انسانيت سيکاريندو رهندس. منهنجو پهريون استاد جنهن مون کي عبراني سيکاري، اهو هڪ يهودي هو. جنهن سان مون پهرين محبت ڪئي، سا به هڪ يهودي عورت هئي. پهريون پيرو جنهن جج مون کي جيل موڪليو سا به هڪ يهودي عورت هئي. تنهن ڪري شروع کان وٺي مون يهودين کي نه ئي شيطان جي روپ ۾ ڏٺو آهي، نه ئي ڪنهن فرشتي جي روپ ۾! مون فقط انهن کي انسان ئي سمجهيو آهي. منهنجي ڪئين نظمن ۾ انهن لاءِ محبت آهي. اهي نظم پيار ۽ امن جي پاليسي آهن، جنگ جي نه!

⊙⊙

پشتو جي مشهور شاعر پروفيسر پريشان خٽڪ کي اردو گهڻي نه ايندي هئي. هن جنهن ڪاليج ۾ نوڪري شروع ڪئي، تنهن ۾ ڪا خاتون ليڪچرر به پڙهائيندي هئي. هو کيس "قبلي قبلي" ڪري ساڻس مخاطب ٿيندو هو. هڪڙي ڏينهن مائيءَ کي ڏاڍي مٺيان لڳي ۽ کيس چوڻ لڳي "توهان سدائين مون کي قبلي قبلي ڇو پيا سڏيندا آهيو." پريشان خٽڪ انتهائي احترام سان جواب ڏنو "مردن کي احترام مان "قبلا" چوندا آهن، ته يقينن عورت کي "قبلي" ئي چوندا هوندا.



# خواب مرندا ناهن....

خالد آزاد

فيض احمد فيض کان پوءِ احمد فراز ئي هو جيڪو اردو شاعريءَ جي روايتي لاڙن ۽ مذهبي آميزش کان بالاتر، صحيح معنيٰ ۾ مٽي، محبت ۽ وطن جو عظيم شاعر هو. اردو شاعريءَ جي روايتي تڪ بندي ۽ سخت گيريءَ جي نسبت، بي ساختگيءَ ۽ بي ڪيفي جي شاعر احمد فراز وٽ هڪ شاعر جو تصور صرف لفظن جي بازيگر ۽ هڪ بي پرواهه شخص جهڙو قطعي نه هو. فراز عام ۽ روايتي شاعرن جهڙو شاعر نه هو هن وٽ شاعر جو تصور لطيف جهڙو هو هڪ اهڙو شخص، جيڪو لفظن جي صراف ۽ احساسن جي عڪاس سان گڏ پنهنجي دور جي شعور جو به ادراڪ رکندو هجي ته پنهنجي ذميدارين کان به واقف هجي. تڏهن ته هن چيو هو ته ڪو به شاعر، ڪنهن بي خبر ۽ بي ضمير شخص وانگيان، پنهنجي آسپاس جي حالتن کان بي نياز نٿو رهي سگهي- ۽ پنهنجن ماڻهن ۽ وطن ڏانهن ذميداريءَ جي ان احساس ئي فراز کي، اقبال ۽ فيض کان پوءِ عام ماڻهن ۾ مقبوليت جو اتاهون درجو ڏنو جنهن لاءِ شايد اردو شاعر هڪ وڏي عرصي تائين حسرت ئي ڪندا رهن! پهاڙن جي ديس جي هن پهاڙ جيڏي شاعر احمد فراز سدائين پنهنجن اصولن ۽ آدرشن جي پاسداري ڪئي. پنهنجن انهن اعليٰ آدرشن جي پاداش ۾ هن جيل، جلاوطني ۽ گهر بدريءَ سميت ڪيترين ئي عقوبتون برداشت ڪيون، پر پنهنجي اندر جي ان پهاڙ شاعر/ ذميوار شخص کي ڪڏهن به جهڪڻ نه ڏنائين.

احمد فراز اردو شاعريءَ ۾ ڪئين نوان لاڙا (Trends) ڪٽي آيو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ بي ساختگيءَ سان دل جون ڳالهيون ڪيون، جيڪي هڪ عام ماڻهوءَ جي جذبن ۽ امنگن جو حسين اولڙو هيون. احمد فراز وٽ اردوءَ جي ٻين شاعرن وانگر ڳنڀل پيڇل قافين ۽ رڳو فارسي زده استعارن ۽ تشبيهن جو ذخيرو نه هو پر وٽس ٻوليءَ جي

سادگي، نون ۾ دل کي ڇهي ويندڙ استعارن جو خزانو بہ هو تہ هڪ سچي شاعر واري زبردست فڪري اڏام بہ هئي. سائين محمد ابراهيم جويي لکيو آهي تہ "... اردو شاعريءَ کي ڏسبو تہ پوري شاعريءَ ۾ ڪل سئو سوا کن قافيہ نظر ايندا، جي ولي دکنيءَ کان فيض احمد فيض تائين شاعرن وري وري پئي ڪم آندا آهن ..."۔ پر شايد جويي صاحب جي اها راءِ فيض تائين ئي اچي بيهندي، ڇاڪاڻ تہ احمد فراز جي 13 شعري مجموعن ۾ نون ۾ اڻ ڇهيل قافين، تشبيهن ۾ استعارن جي جهان کي ڏسي، شاعر جي زبردست تخليقي اظهار تي ايمان پختو ٿي ويندو. نہ صرف اهو پر احمد فراز وٽ احساسن جي اظهار جي جيڪا بي ساختگي آهي، تنهن کي پڙهندڙن پنهنجي روح تائين محسوس ڪيو۔ ۽ ايئن ئي احمد فراز هڪ زبردست عوامي شاعر تي اپريو ۽ ماڻهن جي دلين ۾ زنده رهڻ جو هنر سکي ورتائين. احمد فراز جي شاعري محبتن جي معراج جي شاعري آهي. سندس لفظن جي سادگيءَ ۾ ماڻهوءَ جي اندر جون اهي ڳجهيون ڳالهڙيون آهن، جيڪي ڪنهن عام سان سلڻ جهڙيون نہ آهن. اهي بس محسوس ڪرڻ جهڙيون ڳالهڙيون هونديون آهن، جيڪي هڪ ٿڌي شوڪاري جي صورت ۾ ئي اندر مان اڇل ڏيئي نڪري سگهن ٿيون. فراز وٽ تخليقي عمل جي لاءِ عشق جي عنصر جو هجڻ انتهائي ضروري هو. هن کي پنهنجي ماڻهن، پنهنجي وطن ۽ پنهنجي آدرشن سان عشق هو ۽ هن پنهنجي سموري زندگي انهن اصولن تي ڪاربند رهندي گذاري.

احمد فراز محبت ۾ انتظار ۾ زندگيءَ ۾ جدوجهد جو شاعر آهي۔ ۽ سنڌ جي مٽي محبت ۾ ڪاهوڙڪي روايت جو حسين امتزاج آهي. شايد تڏهن ئي فراز کي محبتن جي موٽ جيتري سنڌ مان ملي، اوتري شايد ئي ڪنهن ٻئي خطي مان ملي هجي. فراز سوشلسٽ تحريڪ جو بہ حصو رهيو هن ڪميونزم ۾ ڪيپيٽلزم کي بہ پڙهيو ۽ مذهب ۾ نفسيات کي بہ ... هن پنهنجي شاعريءَ ذريعي سماجي ناانصافي ۾ ڏاڍ کي نہ صرف للڪاريو پر ان جي جواب ۾ عقوبتون بہ سٺيون. سنڌ، ڇاڪاڻ تہ سياسي شعور جو مرڪز رهي آهي، ان ڪري ئي فراز جي ارڏائي، بي ڊپائي ۾ اعليٰ تخليقي قوت سنڌ جي ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ۽ سنڌ جي ماڻهن فراز کي بہ ايترو ئي پيار ڏنو جيترو شيخ اياز کي.

ڀٽو صاحب، احمد فراز جو سياسي آئيڊيل هو. 1977 ۾ جڏهن هن پنهنجو مقبول نظم " پيشہ ور قاتلو" لکيو تہ کيس پنهنجي آفيس مان گرفتار ڪيو ويو. حالانڪ هو ان وقت ان اداري جو ڊائريڪٽر جنرل هو. اهو ڀٽي صاحب جو آخري زمانو هو. ملڪ تي فوج جي گرفت مضبوط ٿيندي پئي وئي. لانگ بوٽن وارا کيس اکين تي پٽي ٻڌي کنيي کڻي ويا هئا. بعد ۾ کيس سپريم ڪورٽ آزاد ڪري ڇڏيو پر تڏهن بہ سندس ڪورٽ مارشل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ڀٽي صاحب سندس زندگي بچائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. حالانڪ ڀٽي صاحب سان هن جي ڪا ملاقات بہ نہ

هئي، پر پٽي صاحب کيس فون ڪري چيو: "فرازا مان ذوالفقار آهيان. هن وقت تہ مون تنهنجي حياتي بچائي آهي، پر هو تنهنجو ٽرائيل ڪرڻ چاهن ٿا." هن پٽي صاحب جو شڪريو ادا ڪيو. پٽي صاحب کانئس پڇيو تہ "اڃا شاعري ڪبي!" تہ هن جو جواب هو "شاعري ڪبي، پر مان نہ تہ جالب آهيان ۽ نہ ئي جميل الدين عالي"- پٽو صاحب هن جي اهڙي جواب کي سمجهي ويو هو ۽ کيس اڪادمي ادبيات جو ڊائريڪٽر جنرل بڻايو هئائين. بعد ۾ 1994ع ۾ شهيد پٽي جي شهيد نياڻي، محترمہ بينظير ڀٽو کيس نيشنل بوڪ فائونڊيشن ۾ ايم ڊي مقرر ڪيو هو.

احمد فراز سدائين غاصب قوتن سان مهاڏو اٽڪائيندو رهيو پر افسوس تہ هن پهاڙ جيڏي شاعر سان مشرف شاهي دور ۾ انتهائي ناروا سلوڪ ڪيو ويو. نہ فقط کيس عهدي تان هٽايو ويو پر سرڪاري گهر مان سندس سامان بہ ڪڍي، ٻاهر روڊ تي ڦٽي ڪيو ويو پر اها ڳالهہ فراز لاءِ نئين نہ هئي. هو تہ سدائين غاصب قوتن سان ويڙهہ ۾ رهيو هو. ڪڏهن کيس غير ملڪي ايجنٽ جو ليبل هڻي قيد خانن ۾ واڙيو ويو هو تہ ڪڏهن مٿس ملڪ دشمنيءَ جا ڪيس هلايا ويا هئا. جيل جون يادگيريون شيئر ڪندي، پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ هن ٻڌايو هو:"مون کي اکين تي پٽي ٻڌي ڪئمپ جيل ۾ آندو ويو. پهرين تہ هڪ تهہ خاني ۾ رکيو.ويو. جنهن کان پوءِ جيل ۾ وڌو ويو تہ مان خوش ٿيس تہ گهٽ ۾ گهٽ سيخن پويان آهيان. هوا تہ کائي سگهجي ٿي. ٻاهر هڪ گارڊ کان پڇيم تہ هيءَ ڪهڙي جاءِ آهي، هن ٻڌايو: مانسر ڪئمپ. ان کان پوءِ هڪ ميجر آيو ۽ مون کي گهوري ڏسڻ لڳو. پڇيائين: اوهان احمد فراز تہ نہ آهيو. وراڻيم تہ جيڪي مون کي هتي ڇڏي ويا آهن، انهن منهنجي باري ۾ معلومات تہ ضرور موڪلي هوندي، ميجر وراڻيو تہ اسان کي تہ چيو ويو هو تہ ڪو انڊيا جو ايجنٽ آهي...." احمد فراز 2004 ۾ مليل هلال امتياز 2006 ۾ بلوچستان ۾ هلندڙ آپريشن ۽ جنرل مشرف جي پاليسين خلاف احتجاج طور واپس ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪيبينيٽ ڊويزن کي لکيو هئائين تہ "هلال امتياز يقينن وڏو ايوارڊ آهي، پر جڏهن آئون پنهنجي فڪري اک سان ان ايوارڊ کي ڏسان ٿو تہ اهو مون کي ڪارنهن جو ٽِڪو لڳي ٿو. عوام مون کي جيڪو پيار ڏنو آهي، اهو ڪنهن بہ غير جمهوري، غير عوامي ۽ غير نمائنده حڪومت پاران ڏنل ايوارڊ کان وڌيڪ آهي" - سندس اهڙي ئي ارڏائيءَ جي موٽ کيس گهر خالي ڪرائڻ جي صورت ۾ ڏني وئي هئي. احمد فراز ملڪ کان ٻاهر هو ۽ سندس گهرواريءَ کي اها رات گيسٽ هائوس ۾ گذارڻي پئي هئي.

زندگيءَ جي عقوبتن ۾ بہ خوش رهندڙ فراز کي "احمد فراز" جي حيثيت سان زنده رهڻ ۾ مزو ايندو هو. هو احمد فراز جي حيثيت سان جيئڻ ۾ تمام گهڻو خوش هو. شاعري هن لاءِ زندگي هئي، جڏهن کانئس پڇيو ويو تہ اوهان ڇو لکندا آهيو؟ تہ هن جو جواب هو: اهو تہ اهڙو ئي سوال ٿيو تہ مان ساهہ ڇو کڻندو آهيان! دراصل شاعري سندس زندگيءَ جو جزو ۽ جواز بڻجي چڪي هئي.

احمد فراز هڪ خواب هو هڪ نوجوان عاشق جي آسوند اکين جو خواب.... هڪ پوڙهي انقلابيءَ جي اکين جو خواب..... ۽ هڪ نوخيز نينگريءَ جي نيڻن جو خواب..... اهو خواب جيڪو ڪڏهن بہ مرندو ناهي. سندس نظم آهي:

### خواب مرتي نهين

خواب دل هين، نہ آنکهين، نہ سانسين ڪہ جو
ريزہ ريزہ هوئي تو بکهر جائين گي
جسم ڪي موت سي يہ بهي مر جائين گي
خواب مرتي نهين
خواب تو روشني هين، نوا هين، هوا هين،
جو ڪالي پهاڙون سي رڪتي نهين
ظلم ڪي دوزخون سي بهي ڦُڪتي نهين
روشني اوُر نوا اور هوا ڪي عَلم
مقتلون مين پهنچ ڪر بهي جهُڪتي نهين
خواب تو حَرف هين
خواب تو نُور هين
خواب سقراط هين
خواب منصور هين.



قطري کي قلزم بنجندي جنهن بہ مانڌاڻ ۽ مانداڻ مان گذرڻو پيو، هئڊروجن جي ماليڪيول کي نيوٽران ۾ تبديل ٿيندي ڪٽي ڪيئي جُڳ لڳا، مگر جڳن ۽ لمحن جا ليکا ڪري، آب و گِل ۽ باد و آتش جي سنگم محض کي انسان جي هيئت جو سزاوار قرار ڏيڻ هڪڙو يوڳ ٿو لڳي. اُهو انسان، جو غلام ٿي وري آقا ٿيو وري آقا مان پيهر غلام بڻيو ۽ نيٺ آقائيت جي بہ ۽ غلاميءَ جي بہ هن زوردار نفي ڪئي. ڳالهہ آهي تہ جيستائين ڪنهن پراسرار شانائتي شعور ۽ عرفان جي ڪنهن آجاتي پنڌار مان هن جي طبعي هست کي ڪنهن لمس، ڪنهن ڇهاءَ ۽ ڪنهن فيض جو اشتراڪ ميسر ناهي، تيستائين هن جي تنزل ۽ ترقيءَ جون هڙئي ڪارستانيون بي معني لڳن ٿيون، اناخير مِنل، انالحق، سبحاني مااعظم شاني... انهن سڀني جو ماخذ هڪ ئي آهي يعني اهوئي "انا اعلم وانتم لاتعلمون" وارو.

آدمي عدم تڪميل جي ڪل گير احساس ۽ هيجان مان نڪرڻو ناهي، هو ڀلي ڪيڏيون بہ ڪاميابيون ماڻي، ڪهڙيون بہ بلنديون سَر ڪري، ڪيتريون ئي وسعتون عبور ڪري، هن جي خودي مطمئن ناهي رهڻي. سندس تڪميل جي آرزو۔ لاحد جو هيجان آهي. اهو اهڙو خلا آهي، جيڪو پُر ٿيڻو ناهي۔ ڪهڙي بہ نوعيت ۾، ڪهڙي بہ سطح تي، ڪهڙي بہ نيچ ۽ پست يا اوچي ۽ بلند معيار ۽ محاذ تي، انسان جي حسرت جو محڪمو خالي جو خالي رهڻو آهي.

■ حيدر علي لغاري



# سائين حيدر علي لغاريءَ جي ياد ۾

الطاف ميمڻ

سائين حيدر علي لغاري، اسان جو سائين، اسان جو استاد، سنڌ جو يگانو عالم، اديب، شاهہ لطيف جو شارح ۽ سيني کان وڌيڪ هڪ عظيم انسان. ايڏو عظيم انسان جو انسانيت پنهنجون ڪسوٽيون ۽ معيار مقرر ڪرڻ کان پهرين سائين حيدر جي شخصيت ڏي نگاهہ ڪري، جيئن لطيف چيو:

"هَلو تہ پڇون سُهڻي، جا ڪر ڄاڻي نينهن".

نينهن ڇا آهي؟ لطيف چي: جيڪو جيڪو سهڻي ڪري، سو نينهن آهي. ائين ئي جيڪو جيڪو حيدر علي لغاري ڪري، سا انسانيت آهي.

هو ڄاڻو تہ هو هڪ اهڙي گهراڻي ۾، جيڪو ڪڏهن سنڌ جو حڪمران ٿي رهيو هو، پر هن "نوابيءَ" کي عيب سمجهندي، پنهنجي نالي مان ئي ان حرف کي ڪڍي ڦٽو ڪري ڇڏيو هو. هن پنهنجي ذات جي موروثي خانداني خول کي پيچي پورا ڪري ڇڏيو ۽ "ٻيهر ڄاپي ڄاڻ" جي سڌ کي ورنائيندي، نئون حيدر علي تخليق ڪيو هو. نئون، مستحڪم ۽ مُستند وجود، جنهن ڪنهن بہ خول ۾ رهڻ پسند نہ ٿي ڪيو. سندس آدرش لطيف ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي هئا ۽ سندس پروفيشن هو Teaching. سماج پلي ان کي "ٽڪي جي ماستري" چوي، پر ان مبارڪ ۽ مانائتي پروفيشن سان نڀائڻ جو هنر ڪو هن شخص کان سکي. هو پنهنجي استاد سيد اڪرام علي وانگر، جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن نہ پڙهائيندو هو تہ ڪيس ننڊ نہ ايندي هئي. سنياسين وانگر "لڪا پٽن لوڪ ۾" واري زندگي گذاريندڙ سائين ماٺ ميٺ ۾ چڻ تہ هڪڙو اهڙو غير روايتي ادارو قائم ڪيو هو جنهن ۾ هر روز ڪئين نوجوان سندس گِرد گڏ ٿي ويندا هيا. هو انهن سان ڪچهريون ڪندو انهن جون ڳالهيون ٻڌندو. ڪڏهن سندس ننڍڙو ڪمرو سندس وشال دل جيان شاگردن جي علم جي اُڃ اجهائڻ لاءِ وسيع

درسگاهہ ٻٽيل رهندو ته ڪڏهن اختر ڪاٽيجز کان گلشن سحرِ جا پيچرا سندس مبارڪ آواز ٻيا ٻڌندا. ڪڏهن پٽ تي، ته ڪڏهن ڪنهن ٿلهي تي ويٺا علم ۽ عرفان، الفت ۽ احسان جي ڪٽوري پڪيڙيندا. نجف ڪلينڪ ۽ شاندار فلور مل جي آڏو وارا پَٽ ته هاڻ سندس مُستقل بينڪ ٻڻجي ويا هئا. جتي روايتي طور ڪنهن اسڪول يا ڪاليج جي عمارت ته واقعي ڪا نه هئي، جتان هُن کي پگهار ملندو هجي يا "وقت جي مها ڏاهن" جيان جتان هو اُجورو Claim ڪندو هجي، پر اُتي هِن استاد پارن علم جي امانت ورهائيبي هئي. سندس صحبت ۾ ماڻهو شدت پسند ٿي ايندو ته ضرور هيو، پر هي رهبر ڪامل ان کي نظر جي وسعت فڪر جي سرشاري، هاڻ جي سچائي ۽ وُجود جي سچائيءَ جون سوکڙيون ڏئي، جيئڻ جو رنگ ۽ ڍنگ سيکاري ڇڏيندو هو.

جتي ماڻهو ڪوڙيون سچيون ڳالهيون ٿاهيو پذيرايون پيا وٺن، اُتي هِن ڀڄڻ انسان پنهنجي ڪم کي ترجيح ڏني.

شاگرد ساٹس حُجتون ڪندا، مذاقون ڪندا، ويندي دل آزاري به ڪندا، پر پاڻ ڳالهه ڳالهه تي کلي معصوم مُرڪ جا موتي ورهائيندو رهندو. ڪنهن کي هن اندر جي اڌ ٽيل ۽ ڳترا ڳترا دل رکڻ واري زنده دل انسان جي ٿهڪن ۾ لڪل درد جو پلا ڪهڙو احساس.....!!

فراز اُس ڪي هنسي مين چهپي درد ڪو محسوس تو ڪر،
وه تو يون هي هنس هنس ڪي خود ڪو سزا ديتا هي.

ڪيس بس "ماڻهوءَ جي پار جي وُجود ۾ موجود انساني امانت ۽ ضميري صداقت جي احترام جو اصول" ئي ياد رهيو.

ڪڏهن رسندويہ ته وري هلي وڃي پاڻ ئي پرچائيندو انهن کي هٿ ٻڌندو جڻ "پاڻ وڃي پرچاء" واري سِٽ سندس لاءِ ئي نازل ٿي هجي. دل آزاريءَ جا ريڪارڊ ٽُٽي ويا. ويندي گهر مان پئسا ۽ سامان به چوري ڪيو ويو پر ڄاڻندي به ڪڏهن ڇڙٻ نه ڏنائون. شايد تدريس جي اها ئي ذميواري هئي......!

مون اهو محسوس ڪيو ته سائينءَ وٽ سندس هر هڪ شاگرد جي هڪ خاص انفرادي حيثيت هئي. هُو انهن جي نفسيات کي سمجهندي، انهن سان ڳالهائيندو بلڪ انهن جي ذهني سطح تي لهي، انهن سان رهاڻ ڪندو. انهن جي شڪن ۽ چرڪن جي مُلهه جو احساس ڪيس ئي ته هيو. ضروري سمجهندو ته ڪين خط لکي، سندن رهنمائي ڪندو. سڀ ڪو ائين پيو سمجهندو ته سائين منهنجو آهي، نه عمري تقاضائن جو احساس، نه علمي تفاوت جو خيال. مال ملڪيت جا فرق ته وٽس هئا ئي ڪون. سڀ ڪو پيو سائينءَ کي پنهنجو دوست Claim ڪندو. هُن کي ان ڳالهه جو اُلڪو ئي نه هو ته ماڻهو ڇا چوندا ته سائين ٻارن سان ويٺو آهي. ماڻهو ڀلي پيا چريو چون يا کٽي چون ته "چاٻيءَ وارو راندڪو" آهي، پر هو علم جو امين، پنهنجي غرض کان آگاهہ شخص سدائين مُرڪندي علم جا واهڙ وهائيندو رهيو.

نه مخالف جي چنتا، نه چوٻڇو جو احساس، نه تهمتن جي پرواهہ، نه طعنن جو ملال.

بس خاموشيءَ سان هي خوبصورت جهان بہ ڇڏي ويو. جتي اسين سندس پونئير سندس مال ۽ ملڪيت، شهرت ۽ پذيرائي جي ڪري ڪيس ياد نہ ٿا ڪريون. ڇاڪاڻ تہ اهو سندس اثاثو ئي نہ هيو بلڪ هو پنهنجي رحمت پري شفقت، قربت، نوڙت ۽ علمي عظمت جي ڪري، اسان جي روح جو حصو بڻجي رهجي ويو آهي.

جان جان هُئِي جيئري، ورچي نہ ويئي،
وَڃِي پُون پيئي، سارينديءَ ڪي سڄڻين.

لطيف جا ڪئين شارح ڏٺاسين، پر هي انهن سڀني کان مُنفرد ۽ يگانو هيو. هڪ ڀيري سندن محفل ۾ بيت پڙهيم:

جوڳيءَ تي جڙاءُ، نِسورو ئي نينهن جو
پتنگ جئن پيدا ٿيو سامي سِڄ وڙاءُ،
آيو ڪاڪ تڙاءُ، ڳُنئارن ڪڪوريو.

سائين کان پڇيم اهو "ڳُنئارن ڪڪوريو" ڇا آهي؟
منهنجي اکين ۾ شرارت ڏسندي چيائين "اها ئي معنيٰ آهي، جيڪا تون سمجهين پيو." مون چيو تہ اوهان ٻڌايو. سائين چيو:
ڪنواري معنيٰ اڻ ڇهيل. ڪنوارا رڳو انسان ناهن هوندا، پر هڪڙا آدرش بہ ڪنوارا آهن. هڪڙا اصول ۽ قدر بہ ڪنوارا آهَن. جيڪي ڪڏهن ڪنهن ڇهي ۽ لکي تہ ڇڏيا، پر انهن تي عمل اڄا سوڌو انسان ذات لاءِ Challenge آهي پر لطيف جو هي جوڳي، جنهن تي سينگار "نينهن" جي بيوٽي پارلر جو ٿيل آهي، ان کي انساني قدرن جي ڪنواري اهڙو تہ ڪڪوري ريتي ڳاڙهو لال ڪري ڇڏيو آهي، جو هن جو تاءُ سِجَ جيان پوري ڪائنات کي روشن ۽ منور ڪيو بيٺو آهي. واهہ! ڇا تہ تعبير آهي لطيف جي هن آدرش جي. هڪڙي ڀيري ڪٿان لطيف جو هڪ بيت ٻڌم، پاڻ کي تہ ڳالهہ نُپ ڪانہ سمجهہ ۾ آئي، نہ ئي ٻڌائڻ واري سمجهائي. سو ٺڪ سلام عليڪم سڌو سائينءَ وٽ. بيت سائين کي ٻڌايم. سائين ڪڏهن ڪڏهن اکيون پوري، گهري خيال ۾ گم ٿي ويندا هيا. سو هن بيت بہ اهڙي ڪيفيت طاري ڪري ڇڏي جڏهن موٽيا تہ چون: "واهہ! لطيف ڇا تہ چئي سگهيو آهي!" چئي: ماٺهو جنهن کي پاڻي، ڇِتائي، اهو ئي ٻين لفظن ۾ هن جو سڄڻ آهي. هاڻ ماٺهو ڇا کي ٿو پاڻي ۽ ڇاهي: اهو آهي آرام ۽ سُک. اهڙي زندگي جنهن ۾ ڪو بہ ڏک نہ هجي. ٻئي طرف جيڪو هن کي تڪليف پهچائي، ان کي يقيناً هو پنهنجو ويري، پنهنجو دشمن سمجهندو. هتي لطيف انهيءَ معنيٰ ۾ ائين چئي سگهيو آهي تہ:

سڄڻ سڀ مرن، ويرئين وار ونگو نہ ٿئي،
الا! اڙ مَ اچن، گهڻو گهران جن کي.

ماٺهو گهڻو گهري ٿي سک کي ٿو پر اهو سُک ڏک بنا، تڪليف بنا جيڪڏهن ماٺهوءَ جو مقدر بنجي وڃي تہ منجهس ماٺهپو رهندو ئي ڪونہ ۽ ماٺهپو نہ رهندو تہ پوءِ هن ڪائنات جو اصلي مقصد ضايع ٿي ويندو. اڪثر هي بيت سڀ ڪو پيو پڙهندو آهي تہ:

سُونهن وچايم، سومرا! ميرو مُنهن ٿيوم،
وَڃڻ تِتِ پيوم، جت هلڻ ناهه حُسن ري.

پر مونکي خيال ٿيو تہ مارئي تہ پنهنجي ارادي تي، حوصلي ۽ عزم سان مستحڪم بيٺي هئي، ميرو منهن تہ عمرجو ٿيو. مارئي تہ "سامي سِچ وڙاءُ" جيان روشن ۽ منور منهن ڪريو عمر جي حقي مقصدن کي متيءَ ۾ ملائي ڇڏيو هو. ان لاءِ ڪيئن ٿو لطيف چئي تہ، هُن جو منهن ميرو ٿيو ۽ هن سونهن وڃائي. ۽ اها شڪايت بہ هو وري سومري عمر سان ٿي ڪري، اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچڻ جهڙي نہ هئي! هڪڙي پاسي لطيف مارئيءَ کي پيتا ٿو پيش ڪري ۽ ٻئي پاسي هيءَ روئداد! اهووري ڪيئن؟ اهو وري ڪيئن؟ دوستن سان بہ اهي خيال ونڊيم، پر حاصل ڪجهہ بہ نہ ٿيو. نيٺ سائينءَ سان حال اوريم. سائين نهايت ئي ڌيرج سان منهنجي ڳالهہ ٻڌي ۽ چيو:

چوپچو جو خيال ماٺهوءَ جو من منجهايو وجهي. توڙي جو مارئي اڏولتا سان وقت جي ظالم حڪمران کي نيچ ۽ هيچ ڪري ڇڏيو پر ماڻهن ۾ پنهنجي Image تي سوچيندي، هوءَ پاڻ لاءِ ائين سوچي ٿي، جنهن احساس جي ترجماني لطيف انهن لفظن ۾ ٿو ڪري، باقي تہ ساڳي مارئيءَ لاءِ هو ائين بہ چوي ٿو تہ:

"پلي چائي مارئي، جنهن مارو ملهايا."

يا

ايءَ نہ مارُن ريت، جيئن سيڻ مٽائن سون تي،
اچي امرڪوٽ ۾، ڪنديس ڪا نہ ڪُريت،
پکن جي پريت، ماڙين سين نہ مٽيان.

سائين کان سدائين علامہ آءِ آءِ قاضي جو ذڪر ٻڌندا هئاسين. سو هڪ ڏينهن پاڻ سان گڏ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ آيا. آرٽس فئڪلٽي کان سنڌالاجي ويندي، جڏهن قاضي صاحب جي مزار وارو موڙ آيو تہ مون چيو: "سائين، قاضي صاحب جي مزار تي هلون؟" مون ڏي ڏسي، فارسيءَ جو هڪ شعر پڙهيائون ۽ چيائون:

"عالمن جون مزارون ڌرتيءَ ۾ ناهن هونديون،
اهي دلين ۾ وسندا آهن"

بس هو هڪ آدرشي استاد لطيف جو يگانو شارح ۽ هڪ عظيم انسان هيو. هن جو پورهيو هونئن تہ ظاهري طور صرف ٻن ڪتابن جي جاءِ والاري سگهيو آهي، پر هن اڻ ڳڻيا غير روايتي شاگرد پيدا ڪيا، جن کي "اندر اُجارڻ" جو درس ڏنائون. قلم سان سندن رشتو اُڌمن جي اظهار وارو هيو نہ تہ ڪڏهن فرمائشن تي لکيائين، نہ تہ Right thing in wrong way for wrong end جي "ڪارائتي اصول" کي پنهنجي زندگيءَ ۾ شامل ٿيڻ ڏنائون. بس هڪ ڏينهن سندس صرف ٻن ڪتابن لکڻ بابت پڇيم، تہ نهہ پهہ چئي ڏنائون:

"انسان جي اوسر ۽ عظمت ۾ اهي ڪتاب ڇهہ مهينا بہ ڪڍي ويا تہ انهن جو مقصد پورو ٿيو"

ارجن حاسد

## ٻہ غزل

هوءَ سمجهي تہ ٿي، پورو سمجهي نٿي،
ڪجهہ ڏکيو ئي حساب، سوچي پلي.

جسم ڪي آهي سُرهاڻ ڪِردار ڪا،
واسَ ۾ ڏوپ سان ٿا ڪيون آرتي.

لفظ جٖو مَرم معنيٰ سڃاڻي نٿو
لوڙَ تخليق ڪي ڪانهي تنقيد جي.

سَڏَ جو سُرُ الئي ڇو لڳو اوپرو
ڇڻنگ ڦُر پُر جي جِئن بعضي رهنڊَي اچي.

سڀ تہ چاپوڙا آهن، ٿا لهندا وڃن،
ايڏي پائيندو آهين تون ڇو ڇُهنڊڙي

ڏارَ ديوار ۾، هَٿُ لڳائين متان،
ڪتڪتائي ڪبي آ، اکين سان ڇُهي.

سَمنڊُ، آڪاشُ، ڪڪرين سان ڦهليل سڄو
جُهنڊ ڇولين جو حاسد رڳو جهاڳَ ئي.



توکي ڇوڙ اچي ها، اڪ سان پيچ اچي ها،
ڪنهن وقت سونهن ٻڌجي، مرڪ رسڻ اچي ها.

پازيبُ، سارنگي سُرُ، مخمل جي آرزوءَ ڪي،
هڪ پير پير ڪٽندي، تورو جهڪڻ اچي ها.

ڪهڙيءَ بہ طرز سان ٿو ڪنهن سوچَ کي نچوڙيان،
وياڪُل جي آهيان پيڙا، ڳوڙهو ڳهڻ اچي ها.

ڪو پاپ ڏوهہ بڻجي، آغوش ۾ پرين ٿو
لذت جو ذائقو پِي، مون کي لچڻ اچي ها.

ڪهڙي بہ تيل جوئي، ننڊڙو ٿي ڏيئو بيشڪ،
معصوم شانت مَن کي، ٽِم ٽِم ٻرڻ اچي ها.

سُنسان ٿي سگهڻ پڻ، ڪيڏو ڏکيو بڻي پيو
ڪنهن ڪُنڊ جي رڳو جي، مٿي ٻڏڻ اچي ها.

آسيس ٿي گهريائين، حاسد گُهري تہ ڪنهن کان،
ٻانهون پساري اُپ ۾ اُڏري وڃڻ اچي ها.



## بہ وايون

پنهنجا ها ۽ پنهنجا آهن،
ڪهڙيون ڳالهيون!
مُنهن مهانڊا هاڻ نہ ساڃيا، گڏبا آهن،
ڪهڙيون ڳالهيون!
مُند مٿي آ مِڻ مِڻ پُڙ پُڙ واڪا آهن،
ڪهڙيون ڳالهيون!
ڪا تہ پرولي ڳجهي ڳجهي، ڪا معنيٰ آهن،
ڪهڙيون ڳالهيون!
گُهنج اکين ۾ لهجا لفظ اُگهاڙا آهن،
ڪهڙيون ڳالهيون!
ڪنهن ٿي سمجهو ڏوهہ بہ ايڏا ڏاها آهن،
ڪهڙيون ڳالهيون!

سَچُ ڳالهائڻ سکندا، نيٺ بهانا آهن،
کهڙيون ڳالهيون!
کيڪارياڻون، حاسد تو نہ سچاتا آهن،
کهڙيون ڳالهيون!



تارن واري راتڙي،
اکڙين ۾ پاٻوهُہ
پاڻ کي ڳولهڻ تو لڳان، پائي تي جي ڳرانڙي،
اکڙين ۾ پاٻوهُہ
مان پتڪان تو چانوَ لئہ اوسيئڙي ۾ ڏر تتي،
اکڙين ۾ پاٻوهُہ
جنهن جي مُنهن ۾ گهُنجُ هو کلهہ واري ساڳئي هُئي،
اکڙين ۾ پاٻوهُہ
ڪٿان اچي پڙلاءُ تو سَڏَ ڪري تي سنڌڙي،
اکڙين ۾ پاٻوهُہ
انگ انگ سرهاڻِ آ، ننڊ اچي ڪنهن کي نٽي،
اکڙين ۾ پاٻوهُہ
ڪنوڻ ڪِنوي، اُپ تو گجي، منهنجي پر ۾ سانوري،
اکڙين ۾ پاٻوهُہ
حاسد مون وٽ ماٺِ آ، هوءَ تہ بہ گهوريندي رهي،
اکڙين ۾ پاٻوهُہ

وفا پلي.

## غزل

تنهنجا حرف حسابن وانگي،
منهنجا لڙڪ جوابن وانگي.

دل جو ڪبوتر ڪيسين اڏري،
پنتئون نيڻ عقابن وانگي.

توسان عمرون گذريون آهن،
خوابن جيئن، حجابن وانگي.

اطلس ماٺهو ريشم ماٺهو،
تنهنجا انگ گلابن وانگي.

مون ڪان سرزد ٿي ويا آهن،
ڏوهہ بہ يار ثوابن وانگي.

منهنجي ڪليل اکڙين ۾ اڄ،
ڪڏهن تہ پيارَ نوابن وانگي.

مير محمد پيرزادو



دروازا ديوار ڪري وئين،
چاٽي سجاٽي ڏار ڪري وئين.

ديوارن ۾ ڏار ڪري وئين،
منهنجا اڇا وار ڪري وئين.

تاري تاري ڏار ڪري وئين،
هاءِ کھاڙا مار ڪري وئين.

تنهنجي وس وڇوڙا ئي هئا،
ڪٽو ڪٽي ڪان ڏار ڪري وئين.

پنهنجي گهر جو رستو مون لئہ،
هاڙهو ۽ هالار ڪري وئين.

ڪاڙهي ۾ تون ڏسندي ڪڙهندو
مون تي سايا وار ڪري وئين.

ساغر ساغر، جهڙ ڦڙ جهڙ ڦڙ،
موسم ميگهه ملهار ڪري وئين.

غير ڪان مرڻا ڪين هئاسين،
پنهنجن وس تلوار ڪري وئين.

Address:
P.O Umerkot
Dist: Umerkot Sindh

**میر محمد پیرزادو**

## غزل

سمنڊ – وِيرَ ڇا هي ڏٺو چانڊنيءَ ۾،
ضروري نہ آ ڪو سبب دل لڳيءَ ۾.

ڇوَن ٿا تہ دانگيءَ مٿان رَتُ وري ٿو
سچائي پلا ڪا رهي آ انهيءَ ۾.

ڳنڍي ڪوڙ پيرا سڄي ڪي آ سگهبو،
ڳنڍڻ جو ذريعو نہ پر دل ڍڳيءَ ۾.

رڱيا لال موتي ها رنگين ڳوٺن،
لُڏي تورَ تي ٿئونر سونهن سڄيءَ ۾.

ڇڏيُن ننگ آرڻ جي ڪارڻ، ورن شل،
پنيرڪي مهل جي هليا ويا پنيءَ ۾.

اِهو هڪ ٿي منظر آ حاصل عُمر جو
نهاري نظر ترڇي موڙيئين مڳيءَ ۾.

اَمنَ لاءِ ايڪو ڪپي ٿو دنيا ڪي،
ڳنڍڻَ ۾ جُڙي ڳالهہ چاهي چنيءَ ۾.

بهادر ۾ آزاد جيئڻ روح جو گهرُ،
غلامي ڪندي گهر تيئين آ ڍنيءَ ۾.

هي فنڪار جي ڦوڪَ جو ئي اثر آ،
ٻٽي دَردُ جو ٻينَ پيو آ وَڄيءَ ۾.

**ايازگل**

## غزل

تو وِساريو نہ پنهنجو ناتو آ،
مون انهيءَ ۾ سُڪون پاتو آ.

ها وڏي واڪ ٿا چئون اَڄ پي،
نينهن لاتو آ، نينهن لاتو آ!

عشقُ هاڻي جتي بہ پُهچائي!
پارَ مقتل ۾ پيرُ پاتو آ.

دل ۾ محسوس ٿيا ٿي وَسڪارا،
ڪنهن جو ٿرَ ۾ ملهار ڳاتو آ.

جيڪو پنهنجو ئي ڪين ٿيو ڪڏهين
ڪيئن تو ڪيس، پنهنجو ڄاتو آ؟

مُنهن موڙي ٿو سنڌُ کان، اڳ تنهن،
سڳ ڪهڙو پلا سُڃاتو آ؟

ادل سومرو

## غزل

سمنڊ تي ڪا زندگي بيچين هئي،
ڇولين جي نغمگي بيچين هئي.

رقص جي ناهي اجازت ديس ۾،
ڪيتري هو نرتڪي بيچين هئي.

راتِ ڪي اُلڪا ورائي ها ويا،
جهوپڙيءَ ۾ ڪا بتي بيچين هئي.

ٽُنهنجي چپن تي اچي ها شعر ڪو
ڊائريءَ ۾ شاعري بيچين هئي.

شخص هرڪو منتظر تو لاءِ هو
شهر جي هر چوڏڳي بيچين هئي.

هو اچا طوفان گهريءَ ننڊ ۾
ڇو ڏيئي جي روشني بيچين هئي.

سانوريا برسات جان آئينءَ نہ تون،
منهنجي دل جي ڌرتي بيچين هئي.

ڇڻ تہ ڪا اُجڙيل حويلي ٿي وئي،
تو سِوا هيءَ دل اڪيلي ٿي وئي.

پيار جي اِهڙي هوا هُن کي لڳي،
لام خاليءَ مان چنبيلي ٿي وئي.

زندگيءَ جو ڪو سبب بڻجي پيو
شاعري منهنجي سهيلي ٿي وئي.

هر گُذارش کي ڇڏي ٿي رد ڪري،
هُوءَ صفا آهي هٺيلي ٿي وئي.

مان ڪيان پرواهہ ڪنهن جي هاڻ ڇو
عاشقي آ ٻانهن ٻيلي ٿي وئي.

## علي دوست عاجز

# غزل

سجي پاڙي خوشبُو پکيڙي ڇڏيئي،
کِلي هِيانوَ چورن جا کيڙي ڇڏيئي.

اُٺاري ڇڏيئي ڪيترن جون دليون،
ڳلُون ڪوڙ سارن جون ٽيڙي ڇڏيئي.

ڇُميون ڏئي چوايئي ڪئي ڳالهڙيون،
ڇپن کي ڇپن ساڻ ڇيڙي ڇڏيئي.

الا، وڪري عاجز وڃي هان صفا،
صحيفي جيان سو سهيڙي ڇڏيئي.

اُڌيڙي۔ سِبي، جڻ سِبڻ پئي سِکيئي،
ائين سارو اندرُ اڌيڙي ڇڏيئي.

*

ڪري لاٽ جيئن ڳُم ٿي تارو وڃي،
اسان جو ڪلڻ ۽ مِلڻ ايترو!

سوا تنهنجي پيارا نٿا جي سگهون،
محبت ۾ آيس چوڻ ايترو!

رُني ۽ لُڇي تنهنجي لئہ عُمر پر،
وتو دل اسان جو چوڻ ايترو.

هلي پيو نہ تہ بہ هڪ حياتي سگهي،
قدم ڪنهن سان گهرجي کڻڻ ايترو.

بہ چمپا، بہ موتيا، پوي چاندني،
هجي گهٽ ۾ گهٽ گهر۔ اڱڻ ايترو.

ڪڏهن ٿئي نہ احساس اونداهہ جو
اندرُ ڳهُرجي ٻاري رکڻ ايترو!

عزيز گوپانگ

## غزل

تون دڪان بند دوا جا نہ ڪر،
ختم ملڻ جا سلسلا نہ ڪر.

گهٽي پنهنجي ڪي گوڙئو ڄڻ،
دل مُنهنجي کي ڪربلا نہ ڪر.

زخم نوان سهي نہ سگهنديس،
پيدا نوان ڪي واسطا نہ ڪر

هڪڙي گل جي چانئَ ۾ ويهي،
ٻئي گل جي گِلا نہ ڪر.

خدا جو خوف ڪر تون زاهدا!
بند مون تي مئڪدا نہ ڪر.

سيني ۾ ٽٽي تا منهنجي پوڻ،
تيرن کي پنهنجي رسوا نہ ڪر.

ٻئي جي حياتيءَ ۾ شامل ٿي،
منهنجي زندگيءَ لاءِ دعا نہ ڪر!

يار ڏکيا سوال نہ پُڇ،
اسان ڪان اسان جا حال نہ پُڇ.

مقتل ڪان ٿي موٽيو آهيان،
قاتل جا تون ڪمال نہ پُڇ.

مون کي ڪائي خبر نہ آهي،
مون کي ڪهڙو ملال، نہ پُڇ.

قتل شهر جهڙي دِل آ،
ٿيندي ڪڏهن بحال نہ پُڇ.

تو سوا ڪيئن گذريا آهن،
قيامت جهڙا سال، نہ پُڇ.

دِل کي چئہ تہ ”عزيز“ اسان ڪان،
ڇا ٿيندو آ، وصال نہ پُڇ!

بخشل باغي

## غزل

هُن کان وڇڙي ٻـ الاهي ڏسجي،
ڪجهہ تہ هِن دل جي تباهي ڏسجي.

تو ٿُني ڪنڌُ يا ڦاهي ڏسجي،
وقت، مُنصف جي گواهي ڏسجي.

اڄ تہ اي سمنڊ! دَم پُڄايون پئي،
ڪنهن جي آهي گهٽي ساهي ڏسجي.

موت جي، زندگيءَ جي رستي ۾،
ڪيتري اُونهي آ کاهي، ڏسجي.

ڪوڙ عرصي کان ڏسان پيو دنيا،
هاڻ دنيا ۾ ڪو ماهي ڏسجي.

سارو رستو لِڦون لِڦون تي ويو
نيٺ هي ڪير آ، راهي ڏسجي.

٭

انتها تي پُڳي ڪهاڻي آ.
دوستو! هاڻ موڪلاڻي آ.

خودڪشيءَ لاءِ سمنڊ ڪجهہ ناهي،
تنهنجي نيڻن ۾ گهڻو پاڻي آ.

زندگي، موت جي نگاهن ۾،
ننڊ جي ڇڻ تہ اوجهراڻي آ.

ڏِسُ! شفق آ، جنم تماچيءَ جو
شام، ڪينجهر مٿان نِماڻي آ.

سرد آهون، ڳِلن تي نمڪيني،
ڳالهہ، يادن ۾ ڪا پُراڻي آ.

جنهن جي نالي سان سُڃاڻپ منهنجي،
منهنجي نالي کان سا اَياڻي آ.

Address
Bhangwar Colony
Nawabshah-Sindh

عامر سيال

## غزل

لڳي تو آسماني خواب آهي،
اها تنهنجي جواني خواب آهي.

سنيالي رک آدائن کي اکين ۾،
مُحبت جي نشاني خواب آهي.

بهارن جون اکيون مخمور آهن،
۽ لهرن جي رواني خواب آهي.

سموريون خواهشون هَڪِي اُٿيون هِن،
اجا موسم سُهاني خواب آهي.

ڏڪيندي ويسُ ڪڏهين ساپيلن جو
اسان جي زندگاني خواب آهي.

متان سمجهين اُنهيءَ کي تون حقيقت،
اِهو عامر بہ ڄاڻي! خواب آهي.

*

اسان سڀ نظارا، اُجارا ڏٺاسين!
اُجارا، اُجارا، اُجارا ڏٺاسين!

مِلي اُڄ چاهت جي هر ڪنهن چَپن تي،
سڀئي عشق وارا، اُجارا ڏٺاسين!

هُئي سمنڊ سان جن جي ياري پُراڻي،
اُهي پيي ڪنارا، اُجارا ڏٺاسين!

ٿيا ٻار معصوم رَستن حِوالي،
سوين بي سهارا، اُجارا ڏٺاسين!

رڳو چنڊ – چانڊاڻِ پٽي مُسڪرايو،
تڏهن سڀ سِتارا، اُجارا ڏٺاسين!

نہ آيو ڪو عامر! اسان جي چَمن ۾،
اکيون خواب – چارا، اُجارا ڏٺاسين!

## ڇھ ستا

پيار زندگي آھي،
پيار مئڪشي آھي،
پيار التجا آھي!
پيار وَجدُ جون اڪيون
پيار آ عبادت ۽
پيار ئي خدا آھي!

–

تون ڪٿي لڪي وئي آن؟
توکي نيڻ ڳولن ٿا،
زندگيءَ جي راھن ۾!
تو سوا مان تنھا اڄ،
ڪيترو رُلان وينو
بيوسيءَ جي راھن ۾!

–

تو چيو: "ڪڏھن ايندين؟"
مون چيو: "جڏھن چئُ تون
توکي مان چمڻ ايندُس."
تو چيو: "نہ اچجانءِ پو."
مون چيو: "نہ گھبرائج
سمنڊ ۾ مرڻ ايندُس."

–

سانوري شُتل آھي،
جنھن جي جيءَ ۾ منھنجو
ھڪڙو خواب جاڳي ٿو!
چؤطرف ڏسان وينو
رقص تي ڪري خوشبو
جڻ گلاب جاڳي ٿو!

چو پيو لڳي مون کي،
جڻ تہ منھنجو رھجي ويو
ساءُ ڄامشوري ۾،
ھي ھوا جي سرگوشي،
روز ٿي چَوي مون کي:
"آءُ ڄامشوري ۾!"

–

لفظ لفظ چوليءَ تي
نانءُ ھن جو آڻي ٿو
پيار سمنڊ وانگر آ!
رات جو رھي مون سان
ڏينھن جو وڃي گم ٿي
ھُو بہ چنڊ وانگر آ!

–

ڍينگرن مٿان چوليون
اڄ سُڪي رھيون آھن
بيخوديءَ جي ٻانھن ۾!
آ ڀني ڀني خوشبو
ھڪ عجيب آ جادو
لاڙ جي ھوائن ۾!

Address:
City GPO Box No:6396
Karachi-74000, Sindh
Email: aamir.sial@gmail.com

## ٻہ غزل

وڃائي راھہ ۾ پيرا، پُڳا هون پاڻ صحرا ۾،
ڪٿي هُو ٻانهن جا گهيرا، پُڳا هون پاڻ صحرا ۾.

مُسافت دشت جي دنيا، اسان جي آرزو پانڌي،
ڪٿي آ ساھہ بس جيئرا، پُڳا هون پاڻ صحرا ۾.

ڪٿي ڪي خوابَ نيڻن ۾، هئي دل آسوند نڪتي،
مليا پر خوب انڌيرا، پُڳا هون پاڻ صحرا ۾.

تلاشيو پياسَ تي ساگر، مِلي آ بُوند مشڪل سان،
اُڃائي تڙپ تي خيرا، پُڳا هون پاڻ صحرا ۾.

سدائين بيقراريءَ ۾، پناسين پاڻ تي بادل،
اکين ۾ لڙڪڙا ميرا، پُڳا هون پاڻ صحرا ۾.

هجر جا پيچرا اوکا، پرت جا پيرڙا ڪومل،
حُسن تي پؤنر جان پيرا، پُڳا هون پاڻ صحرا ۾.



اسان جي پياس کي پنڌ جا انوکا ماڳ وئي ڏيئي،
اسان جي طلب ۾ بارش مگر هُوءَ آڳ وئي ڏيئي.

ڇيو سين "چنڊ" کي تورو ڪڪر ڪاڪل ڇڏيو چوڙي،
ڪِلي هُوءَ ڪنوڻ جان خوشبو سندا آ ڀاڳ وئي ڏيئي.

اسان لئہ هير جو جهونڪو هُئي جا موھہ جي موسم،
اسان جي خواب نيڻن کي ازل جي جاڳ وئي ڏيئي.

گُذر جو شام جو ٿيو آ، لٿي آ رات تنهائي،
نظر جي ديد کي هرڪا، پهر آ لاڳ وئي ڏيئي.

هُئي جا خواب جي صورت، سدا ڪنهن ساز جو نغمو
اسان جي روح کي ڪيئي نوان هُوءَ راڳ وئي ڏيئي.

ابرار ابڙو

# غزل

روح کان خالي بدن ۽ پيار کان خالي اکيون،
سانوريءَ کان پوءِ ٿيون سنسار کان خالي اکيون.

جاڳ آ جذبات ۾ ۽ جستجو آ جاڳ ۾،
ننڊ ميڙن ڪيئن منهنجون يار کان خالي اکيون.

ڪير جاڳيو روح اندر عشق جهاڳي روشني،
ٿيون زماني جي سڄي وهنوار کان خالي اکيون.

نيڻ صحرا جون ڪهاڻيون، پيرواريءَ جي ڪٿا،
جسم جوڳي ويو کڻي آ، بار کان خالي اکيون.

سُونهن ڪنهن جي ساٿ جي زندگيءَ لئه زندگي،
زندگيءَ کان بي خبر جنسار کان خالي اکيون.



ياد جي مهڪ ٿي، رات جي رقص ۾ جهومندي ٿي رهي،
گيت جهڙي سڪي ڏات جي رقص ۾ جهومندي ٿي رهي.

آءُ آهيان تہ آهيان بہ هُن جي بقا جي ڪهاڻيءَ پُنيان
هُن جي موجودگي ذات جي رقص ۾ جهومندي ٿي رهي.

نيڻ جاڳن پيا، پيار جي پوئتان ساهہ جهاڳين پيا،
هوءَ دل جي سدا تات جي رقص ۾ جهومندي ٿي رهي.

ڳالهہ ڳايان، تہ ڪيڏو ڳهڻ ٿو پيو ڳالهہ مان هارجي،
هوءَ منهنجي سدا بات جي رقص ۾ جهومندي ٿي رهي.

# غزل

نہ چيڙ مون کي، نہ ميڙ مون کي، مٽيءَ وانگي اُڏي وڃان مان،
اڃا بہ چاهين تہ ٽيڙ مون کي، مٽيءَ وانگي اُڏي وڃان مان!

ٿمهان تہ پڇران، رُلان تہ تڙپان، الائي ڪهڙي مٽي آ مون ۾،
اُڏاءِ مون کي، اُبيڙ مون کي، مٽيءَ وانگي اُڏي وڃان مان!

ٽڪن، پنن جان وجود منهنجو اداس دڳ تي پيو ٿو ڪڙڪي،
گلاب ناهيان نہ کيڙ مون کي، مٽيءَ وانگي اُڏي وڃان مان!

اکيون ڇٽن ٿيون ڪچي گهڙي جان، بدن پُري ٿو ڪچين پٽين جان،
نہ هاڻ ڪڏهين سهيڙ مون کي، مٽيءَ وانگي اُڏي وڃان مان!

نہ پوئتان تون پڪار مون کي، مان ڇانورن جو شعور ناهيان،
نہ جهاڳ مون کي، نہ جهيڙ مون کي، مٽيءَ وانگي اُڏي وڃان مان!

Address:
P.O Gerello,
Dist: Larkana Sindh

**مسرور پيرزادو**

# غزل

هو مون پيي هڪڙو پيار ڪيو ۽ پيار بہ ڪو اهڙو تهڙو!
ها منهنجو پيي ڪو يار هيو ۽ يار بہ ڪو اهڙو تهڙو!

ڇا رُوپ هيس، ڇا رنگ هيس، ڇا واس هيس ڇا انگ هيس،
هُو شخص بہ ڄڻ گلزار هو ۽ گلزار بہ ڪو اهڙو تهڙو!

مون عشقَ – نشي ۾ ڪين ڏٺو ۽ يار سندي هان پار پڳو،
درياھ بہ تارئون تار هيو ۽ تار بہ ڪو اهڙو تهڙو!

مضبوط عمارت جيئن هئي، هيءَ پنهنجي محبت ووءِ مِني!
بس شڪ جو ان ۾ ڏار پيو ۽ ڏار بہ ڪو اهڙو تهڙو!

مان دشمن جو ڪو وارُ سهي، ها ڪين پِيس ڪڏهين بہ ڏمي،
پر يار ڪيو جو وارُ هيو ۽ وارُ بہ ڪو اهڙو تهڙو!

مون چاهيو دنيا ۾ رهندي، دنيا جو حصو ڪين ٿجي،
پر دنيا ڪوئي ڄار هيو ۽ ڄار بہ ڪو اهڙو تهڙو!



خوشي خوشي نہ رهي پر ملال اهڙو هو!
ڪمال ٿي نہ سگهيو پر زوال اهڙو هو!

اسان ۾ جنهن ڪي ڏِسڻ جي نہ تاب هئي ڪائي،
اسان جي يار جو حُسن و جمال اهڙو هو!

نہ چنڊ جيئن هيو هُو نہ قُول جهڙو ئي،
اسان جو يار مِنا! بي مثال اهڙو هو!

جواب جنهن جو رڳو لاجواب آهه تيڻ،
اوهان جي سُونهن سندو هر سوال اهڙو هو!

اوهان تہ ساهہ جيان، ساهہُ ڪٿان وِساريان ها،
اوهان کي يارا وِسارڻ محال اهڙو هو!

اوهان سان جيڪي گذاريم گهڙيون اُنهن جهڙو
نہ ڏينهن ۽ نہ مهينو نہ سال اهڙو هو!

لِکي نہ جيڪو سگهان ها، چئي نہ جيڪو پيِ،
سندم دماغ ۽ دل ۾ خيال اهڙو هو!

●

زندگي بہ ڇا آهي! وَٿ وَٿان لڳي پئي آ،
تڙ تڪڙ رڳي آهي، هڻ هٽان لڳي پئي آ.

ديس جي سياست پيِ، بي خبر آ منزل کان،
بس هجوم آهي ۽ هل هلان لڳي پئي آ.

مسئلا ننڍا آهن، پر انا وڏي آهي،
تورڙين ئي ڳالهين تي، وِڙهہ وڙهان لڳي پئي آ.

يارَ پيارَ جي پوِيان، اعتبار جي پوِيان،
روزگار جي پويان، ڊُڪ ڊُڪان لڳي پئي آ.

جو وَڏي پيو تنهن جي، راهہ تي وجي روڪي،
سڀ جُنبا پٽن تا پيا، پَٽ پَٽان لڳي پئي آ.

ڏئي ڏِڪا بين کي تو ڻاهجي هتي رستو
ڇِڪ ڇِڪان لڳي پئي آ، ڏِڪ ڏِڪان لڳي پئي آ.



# مون شهرت جي چڪر ۾ هن پڙ ۾ پير ڏريو

محمود مغل

اسحاق جو سوال نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو آهي.

سوال ته تير هوندو آهي، ٽفنگ هوندو آهي.... خنجر ۽ ترار هوندو آهي. حياتيءَ ۾ الائي ڪيترا سوال اهڙا هوندا آهن، جن جا "ڏندا" تکا هوندا آهن. اهي هر وقت، هر پل اوهان کي "ڪيڙ – ڪوري" لاءِ تيار هوندا آهن. سوال مُڏو ٿي وڃي ته معنيٰ وڃائي ويهندو آهي. مطلب.... جواب طلبي نه سگهندو آهي. ان ڪري ئي اوهان ڏٺو هوندو ته سوال جي نشاني "ڪُنڍي" جيان هوندي آهي. عجب جي نشاني سڌي هوندي آهي ۽ مٿي تي حيرت جي ٽوپي رکندي آهي. سوال ڪنڍي جيان جڪڙي وٺندو آهي.

سارنگا جي هن سوال الائي ڪيترن ڏينهن کان اهو ڪُنڍو منهنجي جيءَ ۾ هٽي ڇڏيو آهي. الائي ڪيترا پيرا آئينن ڏانهن نهارڻو ٿو پوي. اڇن وارن جي ساک بچائڻ لاءِ، الائي ڪيترا جواب نچندا، ڳڙندا، اندر مان نڪري اچن ٿا..... هنن ساعتن ۾ جڏهن حياتيءَ جي ريل، جلد ئي ڪنهن اسٽاپ تي لاهي ڇڏيندي ۽ الائي ڪيترو سامان ڪلهن تي کڻي سفر تي روانو ٿيڻو پوندو ته دل چوي ٿي ته ڪهڙو ڪوڙ ڳالهائجي؟ ڪهڙي جادوگري ڪجي!؟ سوال تي سوال بلند ٿئي ٿو ير پارڻ ڪي مليل سوال جي جواب ۾ سوال ڪندي، ڏاڍو لڄي محسوس ڪري رهيو آهيان.

هن سال، بشرطِ حيات، مان نومبر ۾ حياتيءَ جا سٺيتاليهه سال پورا ڪندم..... انهن سٺيتاليهن سالن مان، پهريان پندرنهن سال ڪٽي، تقريباً ٻٽيهه سال مون لکيو آهي ۽ "سانده" يعني Continue لکيو آهي. مان نٿو سمجهان ته ان سڄي سفر ۾، مان ڪڏهن ڪٿي بيٺو هجان..... پنهنجي پهرين طبعزاد ڪهاڻي "سچ جي سزا" جيڪا مون محمود الحسن مغل جي نالي سان لکي هئي ۽ جنهن کي محترم ادا شوڪت شوري سنڌي ادبي بورڊ جي ٻارن لاءِ رسالي "گل ڦل" جي 1976ع جي سالنامي ۾ شايع ڪيو هو. هتي "شايد"

لفظ ضرور لکڻ تو گهران. متان ڪٿي سَن ٻَن ۾ ڪا ڦير گهير هجي ۽ هي مسڪين وري نہ ڪنهن سوال جي وَر چڙهي وڃي..... هاڻي 1976ع جي ان ڪهاڻيءَ ڪان وٺي، پنهنجي آڪٽوبر ۾ اينڊڙ ٽيلي سيريل "مُشڪبار" تائين، مان نٿو سمجهان تہ مون ڪڏهن پنهنجي ڪم کي روڪيو هجي. ڪهاڻي طبعزاد، ڪهاڻي ترجمو ناوليٽ، ڪالم، سوانح، ريڊيو ناٽڪ، ٽيلي ناٽڪ، پروگرامن جا اسڪرپٽس، مطلب تحرير جي الائي ڪيترن رنگن. هِن فقير جي بليڪ اينڊ وائيٽ علم کي رنگين ڪيو آهي. اڄ جڏهن پوئتي مُڙي ڏسان ٿو تہ پنهنجي ڪهاڻين جا ٽي مجموعا: ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل يادون، تو سنگ تو بن ڏينهڙا ۽ محمود مغل جون ڪهاڻيون. ٻہ ناوليٽ: سڏ ۽ هٿ ريڪائن ڪان خالي، هڪ ذخيم ترجمو "اسين جيئرا آهيون" ۽ ٻيو مناسب ماهيت جو ترجمو "جون آف آرڪ". ريڊيو جا پنج ناٽڪ ۽ ٽيليويزن جا سنڌيءَ ۾ ستٽيهہ آرٽ پليز ۽ ٻہ سيريلز "ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ" ۽ "عشق هاڻي ڪجي ڪنهن سان" ۽ اردوءَ ۾ ٻي ٽي ويءَ لاءِ اٺ سيريلز: روش، نوري چار تماچي، سمجهوتہ، *دل اسے چاہتا ہے، اس نے کہا تھا،* مهہ پارا ۽ هاڻي مشڪبار تنهن ڪان سواءِ ڇهہ ٽيلي ٿيٽرز اٺ آرٽ پليز ۽ "جيو" لاءِ "عشق آتش". اي آر واءِ لاءِ "سليوٽ" ۽ "مقروض" ۽ تقريبًا ايڪانوي ڇپيل ڪهاڻيون ۽ هڪ سؤ اسي، ساندهہ "خواب نگر" جا ڪالم..... انهن ٽيهن سالن جو پورهيو آهن. هن پيراگراف لکڻ مان اهو مقصد هرگز ڪونهي تہ اوهان مڙني مهربانن تي پنهنجي علمي "معرفت" جو اثر وجهجي..... پر عرض رڳو اهو ڪرڻو آهي تہ انهن ٽن ڏهاڪن ۾ ساندهہ اهو ڪم ٿيو آهي. هاڻي پڇڻو رڳو اهو آهي تہ اهو ڇو ٿيو آهي؟

سٺ جو ڏهاڪو هيو. 1966ع ڌاري اسان سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ ۾ سيوهڻ شريف مان لڏي اچي ڪوارٽر نمبر سورنهن ۾ رهائش اختيار ڪئي. اهو ئي زمانو هو جڏهن ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد ۾ منهنجي پهرئين درجي ۾ داخلا ٿي. ستهٺ جو سال هيو ۽ ازل ابد کان "روتلو" محمود الحسن هڪ رڙ ٻاري ڏني تہ اسڪول ناهي وڃڻو. بس..... اسڪول ڪير ڇڏي اچي تہ "رانياڻ" شروع..... تنهن زماني ۾ "هنيانءِ ڦاٽڻ" جو سلسلو ڏايو "ڪامن" هوندو هيو. ڪا هلڪڙي سلڪڙي ڳالهہ ٿيندي هئي تہ بس ماڻهوءَ جو هنيانءِ ڦاٽي پوندو هو. عزيزانِ من ڊاڪٽر صاحبان، ادا جن کي گذارش ڪئي تہ هي نوجوان ازل ابد جو "ياڙيو"..... سندس هنيانءِ ڦاٽڻ ۾ دير ڪونہ ٿيندي مٿس سختي نہ ڪيو ۽ پلي سالَ سالَ ۾ پڪا امتحان ڏيارڻ اسڪول وٺي ويجوس. اساتذه ڪرام بہ مهرباني ڪئي ۽ خير سان گهر ويٺي پڙهڻ جي اجازت ملي. مٿان وري جنوري 1969ع ۾ قبلہ والد گرامي وفات ڪئي تہ منهنجا تہ ڇيهہ ئي ڇڃي پيا. هاڻي تہ جهڙيون ٻہ ويون تہ ڇهہ بہ پر ٽنهي پائرن مرحوم ادا عبدالرحمان صاحب مرحوم ادا خليل الرحمان صاحب ۽ مرحوم ادا گل محمد صاحب، مرحوم امان صاحبہ سان گڏجي مون کي پنهنجي پاڪر ۾ پري ورتو. اسڪول تہ مون 1972ع کان وڃڻ شروع ڪيو جڏهن ڇهين درجي ۾ منهنجي داخلا ماڊل اسڪول حيدرآباد ۾ ٿي هئي. هاڻي تنهن زماني ۾ اسان وٽ گهر تي اخبار اچڻ جو سلسلو شروع ٿيو هو يعني 1967ع کان "حُريت" ۽ "جنگ" اخبارون

ايندين هيون ۽ گڏوگڏ چار ڪتاب پيا ٻه ايندا هئا. ٻارن لاءِ "نونهال" ۽ "بچون ڪي دنيا" ۽ نياڻين لاءِ "حور" ۽ "زيب النساءِ". خيرن سان مون ٽڪا ٽڪ انهن ڪتابن کي پاڪر ۾ ڀري ورتو. مٿان وري حيدرآباد جي لائبريريءَ مان ادا خليل مرحوم، ابن صفيءَ جي عمران سيريز ۽ فريدي حميد سيريل جا ناول، چاليهه پئسا چئن ڏينهن جي ڀاڙي تي وٺي ايندو هو. تنهن ته وڌ وڃائي ڇڏيا. هاڻي مون سوچيو ته ان کان وڏيڪ شهرتن ماڻڻ جو ٻيو ڪو درجو ٿي نٿو سگهي. ليکڪ ڪمال شيءِ هوندو آهي. ملڪ ۽ قوم سان سچو هوندو آهي. پنهنجي حيثيت ۾ لاجواب. با عمل، با ڪردار..... بس هاڻي ٿيو ته ليکڪ ٿيو. آٽو گراف بُڪس سائن ڪيا. جتان گذريو اشارا ٿي ويندا ته محمود الحسن صاحب وڃي رهيا آهن..... اهو سچ آهي ته لکڻ جي ابتدا شهرتن جي شوق ۾ ڪئي هئي. تنهن زماني ۾ هن "دشت" جي خبر نه هئي. اديب جي ليک ۽ سندس ڪردار جي تضاد جو احساس نه هيو. جذبو هيو جوش هيو ۽ بس ٻيو ڪجھ به ڪونه هيو.

ان جنون ۽ جوش کي هٿي ڏني محترم انور هالائي صاحب جن. شوڪت شورو صاحب کان سُتت پوءِ سائين هالائي صاحب "گل ڦل" جا ايڊيٽر بڻجي آيا. اسان چار دوست ذوالفقار علي پنهور، انعام علي ملاح، عبدالرحمان سيال ۽ مان، انور هالائي صاحب جي خدمت ۾ وڃي حاضر ٿياسين. ذوالفقار ته شاعريءَ جي پڙ ۾ پير ڏري چڪو هو ۽ "نياز" پنهور جي نالي سان ڪم شروع ڪري چڪو هو. انعام ۽ عبدالرحمان به لکڻ شروع ڪيو ۽ مون کي هالائي "پُتيتو" ڪندي، سندس نالو مختصر ڪري محمود مغل بڻائي ڇڏيو. 1977ع کان 1983ع تائين مسلسل ست سال اسان سائينءَ وٽ ڪم ڪيو. ان وچ ۾ نياز اخبارن جي جهان ۾ ڪو رنگ ڏسي ورتو. انعام علي ملاح انجنيئرنگ ڏانهن گهوڙ ڪئي. عبدالرحمان سيال، ڊاڪٽر ٿيو ۽ ٻارڙن جي شعبي ۾ دسترس رکي ٿو. هنن سيني نثر سان رشتو ٽوڙيو پر مون کي الائي ڇو اها عادت پئجي وئي. هاڻي لکڻ، جڻ سرشت بڻجي ويو.

مان اهو اعتراف ڪرڻ ٿو گهران ته مون کي علم وادب جي خدمت ڪرڻ جي ڪابه سوچ ڪونه هئي. مون شهرت جي چڪر ۾ هن پڙ ۾ پير ڏريو هيو ۽ هڪ ڀيرو اچي، ڀيهر مُڙي نه نهارڻ جي عادت ۾ اٽڪي وڏندو ويس. سماج سيوا، سماجي تبديلي يا معرڪت الآرا ڪم ڪرڻ جي مون ۾ ڪابه سوچ نه رهي. ان ڪري مون اهو ڪڏهن به ڪونه سوچيو ته مان ڇو ٿو لکان..... بس عرض ڪيم نه، ته عادت بڻجي وئي ۽ بس.... تنهن مٿان منهنجي بي انتها قابل امڙ، ادي ۽ ڀائرن واهه واهه ڪرڻ شروع ڪئي، ته سمجهو سچو جهان ٺهي ويو.

ذاتي طور تي منهنجي لکڻ جو هڪڙو ٻيو سبب، پنهنجي معاشي حالت کي ٺيڪ ڪرڻ به آهي. ٽيلي ناٽڪ ۽ ريڊيو ناٽڪ، اسڪرپٽس منهنجي حياتيءَ ۾ پئسي جي کوٽ کي پورو ڪندا رهيا آهن. مان ريڊيو ۽ ٽيليويزن جو بي انتها ٿورائتو آهيان، جو هنن منهنجي مٿان ذميوارين پوڻ کان پوءِ، انهن تحريرن کي قبول ڪندي، مون کي اهو

ڪجھ عنايت ڪيو آهي، جو مان هڪ بهتر حياتي گذاري سگهيو آهيان ۽ سچ پڇ تہ اهو هن علم وادب جو ئي مون تي احسان آهي. هاڻي ان حوالي سان ڪجھ عجيب تجربا بہ ٿيا آهن. 1983ع ۾ مان استادِ محترم نصير مرزا جي نالي کان واقف هئس. هڪ ننڍڙو ليکڪ، محمود مغل.... هڪ ڏينهن ريڊيو تي پهچي ويو. تڏهن سائين مرزا صاحب مٿي پهرين منزل تي ڪنڊ واري ڪمري ۾ ويهندا هئا. ياد اچي ٿو.... پنهنجي پهرين جو وقت هيو.... ٻارنهن ساڍا ٻارنهن.... بي انتها مصروف نصير مرزا صاحب پڇيو: "حڪم....!" عرض ڪيم: "ڪم ڪرڻ ٿو گهران، پئسا گهرجن تا....." ڪن پل ڪجھ سوچي، مون کي گهوريندا رهيا. پوءِ هڪدم اٿيا، خاني مان ٽيپون ڪڍيائون ۽ هيٺ اسٽوڊيو وٺي آيا. اتي ادبي سنگت لاءِ هنن ڪهاڻي رڪارڊ ڪئي ۽ پوءِ باقاعدي ادبي سنگت جي ميزباني منهنجي حوالي ڪيائون. بڪنگ ان مهل پنجٽيھ رپيا هوندي هئي. مهيني جا سوا سؤ ڪن ملندا هئا، پر جهان واھ جو جُڙي ويندو هيم.

پنهنجي ٻين همعصرن وانگر مان علمي ادبي ادارن مان "فائدو" نہ وٺي سگهيو آهيان يا شايد مون کي وٺڻ ناهي آيو. هڪڙي ڀيري "سنڌيڪا" جي نور احمد شيخ صاحب کي عرض ڪيو هئم: "ترجمي لاءِ ڪو ڪتاب هجي تہ ضرور ڏجو." تہ حيران ٿي ويو هيو. پنهنجي اها ڳالھ ڪنهن ٻئي هنڌان "حوالي" طور بہ مون ٻڌي هئي ۽ هڪ دفعي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري اعجاز منگيءَ جي آفيس ۾ منظور ميراڻيءَ کلندي کلندي چيو هو: "محمود ڪمال ٿئي، پڇنديئس نہ... تہ خبر پونديئي تہ ڪالم بہ لکي پيو، سندس ناٽڪ بہ اچي پيو نوڪري بہ ڪري پيو..... وري بہ ڪو ڪم ڳولي پيو." ڳالھ کِلَ ۾ هيٺ مٿي ٿي وئي هئي، پر اندر ۾ الائي ڪيترا آبشار جاري ٿي ويا هئا. اهو بہ تہ سچ آهي تہ مون الائي ڪيترو عرصو "ڪمائڻ" لاءِ لکيو آهي.

هنن آخري ڇهن سالن ۾ "خواب نگر" جي ڪالمن لکڻ کان پوءِ، حياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو اهو احساس ٿيو تہ تحريرون ڪيئن حياتي مٽائين ٿيون. اهي هُيا تہ رڳو اخباري ڪالم، پر جيڪا حيرت انگيز موٽ مون کي ملي، تہ دل سمجهايو تہ "ميان محمود مغل.... تو ڪجھ شعوري طور تي چڱو ڪرڻ لاءِ بہ لکيو آهي."

هيءَ ئي سچ آهي.... شهرتن جي شوق ۽ ڏوڪڙ ڪمائڻ جي ڪوشش ۾ هي سڀ ٿيو آهي ۽ ها.... ڪٿي ڪٿي شعوري سطح کي بلند ڪرڻ لاءِ بہ ٿوري گهڻي ڪوشش ٿي آهي. جيڪا اتي ۾ لوڻ برابر آهي، پر بهرحال، مانيءَ کي ذائقو لوڻ ئي ڏيندو آهي.

اسحاق جي سوال ساھ منجهائي ڇڏيو هو. بس پهرين اُڇل ئي اها آئي تہ سچ لکبو پوءِ ڇا بہ هُجي..... شوق، ضرورت، هاڻي عادت بڻجي وئي آهي. پنهنجيءَ آتم ڪٿا "اسين ڏاڍو ڪڏهن کلندا هئاسين" مان مٿيون سڀ سٽون چوندي، مان اڃا بہ الائي ڇو مطمئن نہ پيو ٿيان. ان ڪري خيال آيو اٿم تہ جڳ مشهور هندستاني آئڪون "ديو آنند" جي آتم ڪٿا "Romancing with life" جو ٻيو باب اوهان لاءِ ترجمو ڪري پيش ڪيان ۽ اجازت وٺان.

"اُتونجاهين گهٽيءَ ۾ ليڪسنگٽن اوينيو تي والڊورف آسٽريا جي مرڪزي دروازي وٽ، هلندڙ ڏاڪڻين ۾ خاموش ڏاڪا اوهان جا منتظر هوندا آهن. اهو اوهان جي موڊ تي منحصر آهي تہ اوهان پاڻ ڏاڪڻ چڙهڻ ٿا گهرو يا متحرڪ ڏاڪڻ تي پير رکو ٿا. اڳيان هلندي، اوهان خوبصورت شورومز جي هڪ گهٽيءَ مان گذرو ٿا، جن مان هڪ شوروم ۾ آمريڪي ادب جي دنيا جي شاهڪارن جا ماسٽر پيس رکيل آهن. ارنيسٽ هيمنگوي، جيمس جوائس، آئن رانڊ، جي شيشي جي شوڪيسن ۾ بند پورهئي کي ڏسندي، اوهان مين هٽن جي مهانگي ترين هوٽل جي لابيءَ ۾ پهچو ٿا. لابيءَ جي بلڪل مرڪز جي ساڄي پاسي، اوڻيهين صديءَ جو هڪ وڏو تاريخي گهڙيال اوهان تي نگاهہ وجهي ٿو. ائين لڳي ٿو تہ چانديءَ جي ورقن مان راڻي وڪٽوريا اوهان ڏانهن نهاريندي رهي ٿي. سندس هيٺان، ٽامي جي پتلن جي صورت ۾ گرانٽ، واشنگٽن، ڪليوليند، هيريسن، لنڪولن، جيڪسن، فرينڪلن جهڙن عظيم آمريڪي اڳواڻن ۽ اڳوڻن صدرن جا وجود، اوهان کي وقت جي گذرڻ جو احساس ڏيارين ٿا.

اها رات آهي. يارهن وڄڻ پيا ٿا..... آزاديءَ جو مجسمو مٿان مرڪندو رهي ٿو. اها مارچ 2003ع جي ٽيويهين رات آهي. گهڙيال جا ڪانٽا هلن پيا ٿا، پر مون لاءِ وقت هڪدم بيهي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ تہ آمريڪا جي هٿيارن، بغداد تي مُنهن ڪولي ڇڏيو آهي. ڳاڙهي، نارنگي، گلابي ۽ پيلي دونهين عراق جي گاديءَ جي هنڌ کي وڪوڙي ڇڏيو آهي. مان انهن عظيم ماڻهن جي پتلن وٽ بيهان ٿو ۽ ترسي، انهن نالن تي غور ڪيان ٿو جن پنهنجي پنهنجي وقت ۾ تاريخ کي بدلائڻ جا جتن ڪيا هئا. انهن جي دؤرن ۾ آمريڪا وڌيو ويجهيو ۽ دنيا آڏو پنهنجي جمهوريت جو سڪو ڄمايو.

منهنجي چوڌاري عام رواجي ٺهڪن جو چوٻول هيو. مرد ۽ عورتون بار ۾ حياتيءَ جو لطف وٺي رهيا هئا.. حسين عورتون مردن کي مُرڪن جي موهہ ۾ جڪڙي رهيون هيون. مان پنهنجو پاڻ کي هڪ مرڪندڙ مهڪندڙ هجوم ۾ محسوس ڪيان ٿو..... اهڙو هجوم جنهن تي ڪنهن پل ڪا اداسي بہ اچي وڃي ٿي. ٽيليويزن چئنلز جا نمائندا، هڪ ڪان هڪ خبر ڏئي رهيا آهن. مرد عورتون گهيري ۾ آهن..... توپن جا مُنهن کليل آهن ۽ رڙو واڪو عروج تي آهي..... هڪ بارڙو مُئو آهي هڪ عورت ڦٽجي پئي آهي هڪ مرد معذور ٿيو آهي.

ٽيليويزن تي انسانيت ماتم ۾ آهي ۽ مان گهڙيال جي هيٺان بيٺو آهيان..... اتي مان ترسي پيو آهيان..... مان، جيڪو ڪڏهن بہ ڪٿي ترسيو ناهيان..... منهنجو ذهن هن جاءِ تي بيهي رهيو آهي ۽ اڳتي وڌڻ کان انڪاري آهي. هڪڙو اهڙو عمل، جيڪو مون سان ڪڏهن ٿيو ئي ڪونهي. ڇاڪاڻ تہ پنهنجي حياتيءَ جي ڪنيل هر ساهہ جي هر سيڪنڊ ۾، مان سدائين اڳتي وڌيو آهيان..... وڌندو رهيو آهيان..... تيز..... تيز ترين..... آمريڪا جي عراق تي حملي ڪندڙ ميزائل کان بہ تيز..... پر هنن لمحن مون کي نہ صرف روڪي ڇڏيو آهي، بلڪ هنن ماضيءَ ڏانهن منهنجو ڪنڌ بہ ورائي ڇڏيو آهي. اها ئي گهڙي آهي جو مون..... هن ڪتاب لکڻ لاءِ فيصلو ڪيو آهي."



# لوڪ پروفائيل رهندڙ هڪ وڏو فنڪار

اقبال رند

استاد گلزار علي خان سنڌ، پنجاب ۽ راجستان جي مزاج جو هڪ سنگم آهي. هو راجستان ۾ ڄائو پنجاب ۾ جوان ٿيو ۽ پوءِ سنڌ هن جي پنڪندڙ روح لاءِ پنهنجو دامن ڦهلايو. جوڌپور ويجهو هڪ ننڍڙي شهر "چتيالہ" مان ورهاڱي کان ڪجهه سال اڳي، هو پنهنجي ڪٽنب سان گڏ بهاولپور (پاڪستان) آيو ۽ 60 واري ڏهاڪي ۾ کپري ۽ پوءِ سانگهڙ آيو ۽ هتي ئي آباد ٿي ويو. سندس والد الاهي بخش خان سارنگي نواز هو. سندس وڏو ڀاءُ رحيم بخش خان پنهنجي وقت جو مشهور ڳوَيو هو. سندس پيو ڀاءُ غلام حسين خان طبلي نواز هو. غلام حسين خان پوءِ امام بخش خان ۽ گلزار علي خان ٻئي ڀائر گڏجي ڳائيندا هُئا. پوءِ امام بخش خان راڳ کان ڪناره ڪشي اختيار ڪئي، پر گلزار علي خان اڃا تائين سفر ۾ آهي. سندس ٽن پٽن مان عنايت طبلو وڄائيندو آهي. رجب ۽ ولايت ڳائن ٿا. گلزار علي خان فني سفر جي شروعات طبلي وَڄائڻ سان ڪئي. بهاولپور ۾ شفت ٿيڻ کان پوءِ استاد بنده علي خان کان باقائدگيءَ سان راڳ جي سکيا ورتائين.

گلزار علي خان جي راڳداريءَ جو فني سلسلو مٿي وَڃي پنڊت جَسراج جي سلسلي سان ملي ٿو. هونئن تہ پنڊت جسراج جي پر فارم ڪيل هر هڪ شيءِ هڪ وڏو فني معجزو هوندي آهي، پر هو فنِ موسيقيءَ ۾ هڪ بنهہ نئين تصوير (concept) جو اوريجينيٽر (originator)آهي، جنهن کي جسرنگي جگلبنديءَ جو نالو ڏنو ويو آهي. جسرنگي 'جگلبندي' هندستاني موسيقيءَ ۾ هڪ وڏو طوفان مچايو آهي ۽ پنڊت جسراج کي تاريخي مڃتا ملِي آهي. گلزار علي خان جي فن جو پيو بنيادي سرچشمو راجستان جي سرزمين آهي. راجستان جون فني رنگينيون سندس رت ۾ شامل آهن. راجستان هندستاني موسيقيءَ جي ارتقا جي سوين اهم مرڪزن جو گهر رهيو آهي. هن رياست ساڳئي وقت تي هندستاني پاڙيسري رياستن توڙي سنڌ تي اڻمٽ اثر ڇڏيا آهن. راجستان جو لوڪ موسيقي توڙي لوڪ

رقص جيڪي اتان ويراني ۽ محروميءَ جي ردِ عمل طور عوام جو فطري اظهار آهن. تن اتي جي فن کي ڏاڍو پُر اثر ۽ دلڪش بڻائي ڇڏيو. راجستاني فن جي اها شاهوڪاري ۽ اوريجنلٽي اڄ بہ ان کي دنيا جي ثقافتن ۾ الڳ ڪري بيهاري ٿي ۽ انهيءَ فن پنهنجي اها سڃاڻپ اڄا تائين برقرار رکي آهي. خاص طور تي اتان جي موسيقي اڄ بہ ان ئي تازگي ۽ خوبصورتيءَ سان ڳائي ۽ ٻڌي وڃي ٿي. راجستان جي موسيقيءَ کي اتان جي ويجهن رياستن جهڙوڪ گجرات، پنجاب، هريانہ، ميواڙ پڻ ڏاڍا وڻندڙ ڇهاءَ ڏنا ۽ انهن جا لهجا، جڏهن راجستاني موسيقيءَ ۾ آيا تہ هڪ نئون ۽ وڻندڙ ڊڪشن ٿيو. راجستاني آواز ڏاڍا سگهارا، چٽا ۽ وڻندڙ آهن. زندگيءَ سان ڀرپور، مزيدار ۽ مترنم موسيقي هر ڏڻ (festival) جي سڃاڻپ هوندي آهي. هر ڏڻ (فيسٽيول) لاءِ set of songs مخصوص ٿيل هوندو آهي ۽ اهي گيت راجستان جي ڪنوار ۽ بي رنگ زندگيءَ کي قابلِ برداشت ۽ حيئڻ جهڙي بڻائين ٿا ۽ ان ۾ رنگ ۽ روشني ڀرين ٿا. بنهہ سادي لوڪ موسيقي، انتهائي شاهوڪار ڪلاسيڪل موسيقي ۽ رقص وارو رنگين راجستان، گلزار علي خان جي فن جي پس منظر ۾ آهي.

اڄ ستر سالن جي رياضت ۽ وابستگيءَ هوندي بہ گلزار علي خان محسوس ڪري ٿو تہ موسيقي وڏو سمنڊ آهي ۽ هو رڳو ڪناري تي بيٺو آهي. هن جي زندگي ۽ ڳولا اڃا اڌوري آهي. اسان جو هيءُ ليجنڊري فنڪار نفاستن ۾ يقين رکندڙ ماڻهو آهي ۽ موسيقيءَ ڏانهن هُن جو رويو ۽ رشتو بنهہ روحاني آهي. ان جي معاملي ۾ هو ڏاڍو حساس آهي. مون هن کي انهن ماڻهن جي دل سان عزت ڪندي ڏٺو آهي، جيڪي سٺو ڳائن ٿا پر هو تڏهن اداس ۽ دکي ٿي ويندو آهي، جڏهن راڳ کي عزت نہ ملندي هجي. سندس انهيءَ ٽيمپرامينٽ جي ڪري هُن سڄي زندگي برهمي ۽ تلخين جو عذاب سٺو آهي. ڪڏهن ڪڏهن هو مون کي هِن زماني جو ماڻهو نہ لڳندو آهي ڇو تہ اڄ تائين هو ڪنهن "مِلي نغمي" جي سيڙهي ٿاهي ڪنهن پرائيڊ آف پرفارمنس تائين نہ پهچي سگهيو آهي. هُن لاءِ مڃتا جا هنڌ سرڪاري خرچن تي ٿيندڙ اهي سطحي ۽ ڇسا پروگرام نہ آهن، جتي جهلجي آيل ڪامورا اوپاسين جي انڌ ۾ اونڌا پيا هوندا آهن. هُن لاءِ سندس پرفارمنس جي اصلي جڳهہ عوامي ميڙ، خانقاهون ۽ شاديون مراديون آهن، جتي ڪيس دل سان ٻڌو وڃي ٿو ۽ بي انتها عزت ڏني وڃي ٿي. هُن جو سمورو فن عوامي رنگ ۾ رنگيل هوندو آهي. هُن جي موسيقيءَ جا سڀ texts ۽ tunes عوام لاءِ ئي آهن ڇو تہ انهن سادن ۽ اڻ پڙهيل ماڻهن جون دليون هُن جي راڳ جي رڌم سان ئي گڏ ڌڙڪن ٿيون. گلزار علي خان نج، نبار ۽ مڪمل راڳي آهي. سندس سُر سچا ۽ بول ٻاجهارا آهن ۽ هن جي راڳ سان treatment ڏاڍي ذميوار ۽ فنڪارانہ هوندي آهي. آلاپ کان تان تائين هُن جي سموري ادائگي، سندس فني وابستگي، مهارت، رياضت ۽ راڳ تي گرفت جو خوبصورت نمونو هوندي آهي. هُن جو راڳ جي شڪل ٺاهڻ (out line) جو طريقو فنتا سٽڪ هوندو آهي. هو راڳن جا رڳو نالا نٿو ڄاڻي، پر ڪيس انهن جي مزاج، تاثير، رنگيني، گهرائي، اوچائي ۽ ڦهلاءَ جو پورو پورو شعور بہ آهي. هن جا خوبصورت سرگم (Notations) ۽ اترائيون تانون سندس فني پختگيءَ جو مظهر آهن. هو هڪ رچي

ريٿو ٽيل فنڪار آهي. هن وٽ ٻڌندڙن کي پنڌ پهڻ بنائڻ واري شڪتي آهي، سالن جي محنت کيس ان قابل بڻايو آهي جو کيس ٻڌندي اسين جج نہ ڪري سگهندا آهيون تہ هُن ڪٿي ساهہ کنيو ڇو تہ هو ساهہ کڻندي"تال" ۽"لئي" کي ٽٽڻ نہ ڏيندو آهي، ايئن محسوس ٿيندو آهي تہ هو يڪساهيءَ ۾ ٽي flat ۽ sharp نوٽس هٽندو ويندو آهي ۽ ان ڪان وڌيڪ خوبصورت ڳالهہ اِها آهي تہ ان دوران ڪٿي بہ سندس آواز ۾ ٻاڙائي نٿي اچي. هتي مون کي لتا جي ڪيل هڪ خوبصورت ڳالهہ quote ڪرڻ تي دل ٿي چوي. سندس چواڻي کيس موسيقار انيل بسواس چيو هو تہ "تون جيڪو وٺئي سو ڳاءِ، پر تنهنجو آواز لتا منگيشڪر جو ٿي آواڙ رهڻ کپي!" گلزار علي خان جي آواز جي رينج، سندس گلي جي پچ، کيس انوکو ۽ منفرد ڊڪشن ڏنو آهي. هن وٽ پنهنجون مرڪون ۽ مينيڊون آهن، هو ڪو لوڪ گيت ڳائي، غزل ڳائي، ڪافي ڳائي، يا ڪا ڪلاسيڪل بندش، هن جو آواز هن جو ڊڪشن، هن جو اسٽائل هن جي خوشبوءِ پنهنجي آهي ۽ انهيءَ مقام حاصل ڪرڻ لاءِ هن جي سموري زندگيءَ جي محنت ۽ commitment ۽ ذات جو تمام وڏو عمل دخل آهي. هن جي آرٽسٽڪ ايگو سندس شخصيت کي قداور ٺاهيو آهي. کيس جس هجي، جو هو پنهنجي شان ۽ مان سان الڳ ٿلڳ بيٺو رهيو آهي ۽ انهن ڪنگز سان ڪو نہ گڏيو جن سنڌ جي فن جي اڇي پاٽيءَ کي لُڙ ڪيو ۽ ڪالوريو آهي.

هن اڳيان موسيقي آرٽ آهي، اها پيسو ڪمائڻ جو ذريعو نہ آهي. اسان کي ان ڳالهہ تي پڻ فخر آهي تہ هو سڄي عمر سنڌ جو حلالي پٽ رهيو ۽ هن سنڌي سنگيت جي اصلي رنگ کي برقرار رکيو ان کي اڳتي وڌايو ۽ عوام ۾ ان کي مقبول بنائڻ لاءِ سڄي زندگي سنجيده ڪم ڪندو رهيو. هو ڪنهن نسلي تعصب جو شڪار ڪو نہ ٿيو. سنڌي سنگيت تي ٿيندڙ بازاري، سرڪاري نشرياتي يلغار جي سامهون پت تي بيهي رهيو.

گلزار علي خان بحيثيت موسيقار بہ وڏي ميرٽ وارو ماڻهو آهي. هن سنڌي سنگيت کي نيون، (اڇوتيون) نراليون ۽ دل کي ڇهي ويندڙ ٽنون ڪمپيوز ڪري ڏنيون آهن. استاد جي انهن tunes جي پسمنظر ۾ سندس سمورو تهذيبي ورثو، سندس محنت ۽ سندس ذات ۽ سنڌي سنگيت جو مٺڙو مزاج ڪارفرما رهيو آهي. گلزار علي خان جون ڳايل ڪيتريون شيون خود هڪ حوالو بڻجي ويون آهن. ڳائڻ لاءِ هن جنهن بہ شاعريءَ جي چونڊ ڪئي آهي، ان لاءِ کيس داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. سنڌي ڪلاسڪ شاعري هجي يا جديد سنڌي شاعري، هو جيڪا شيءِ ڳائڻ لاءِ چونڊي ٿو ان کي اُن جي شايان شان موسيقي ڏيڻ استاد جي فنڪارانہ ذوق جو ڪمال آهي. وڏي ڳالهہ اها آهي جو هيڏي ساري ڪم ڪرڻ جي باوجود هن ڪڏهن ڪا هام ڪانہ هنئي آهي.

هُيا سين اسين ڪنهن گهڙيءَ جا گداگر
زمينون اوهان جون، زمانہ اوهان جا (اياز)

Address:
District Bar Association
Mirpurkhas, Sindh.

حسن درس

## جڏهن تون وهنجندي آهين

جڏهن تون وهنجندي آهين
تہ پاڻي پٿرن وانگي
فرش تي ڳِڙڪندو آهي
هوائون سهڪنديون آهن
ٻرن ٿا آئينا ڄَر جا
۽ شيشو ٽِڙڪندو آهي
سموريون سختيون تن جون
نرم هٿ سان لسائين ٿي
لڳي ٿو تون پهاڙن کي
گُلابن سان گسائين ٿي
ندين جا ڪئين وڏا نالا
سموندن ۾ وڃيو سنجن
بدن جون بيهڪون بيٺل
ڪنارا ڪين ٿا ڪنجن
جهُڪي توتي مٿان پاڻي
اُڇل آ آبشارن جي
پِڄن ٿا بادلن جا گهر
پُسي ٿي ڪار وارن جي
قديمي شهر جو قصو
حسينا پٿي تري ڄَر ۾
اُهائي روشني اُن جي
حصي تنهنجي ۾ آئي آ
قديمي شهر جي قسمت
جديدن جڳمڳائي آ
ڳچيءَ ڪئي گفتگو جيڪا
بدن جي بات ٽيندي آ
ڏکين ٿي تون جڏهن ڪپڙا
اچانڪ رات ٽيندي آ
اهو ئي سچ سيني مان
جڏهن اُلٽو اُيارين ٿي
لڳو اوير جي ڇاتيءَ کي
تون اولهہ مان اُٿارين ٿي.

جڏهن تون وهنجندي آهين
تہ موسم جا مٺا ميوا
سمورا ڏوپندا آهن
اهي پاڻيءَ ڦٽا آهن
پون ٿا چنبڙي توکي
الائي ڇا ڪندا آهن.

قصو هي مختصر آهي
ڪهاڻي هيءَ ڏکهي آهي
پڇاڙيءَ ٽڙ ڪندو هرڪو
حياتي هيءَ سِگهي آهي
بدن تي بوند جا بيٺي
تہ موتي ويو مهانگو ٿي،
ننگيءَ جي نينهن ۾ نڪتو
ويو هڪ مرد نانگو ٿي.

✱

## تنهنجون ڳالهيون

ڳوناٽيون ڳليون،
تنهنجون ڳالهيون ڪن ٿيون.

رستا پٽڪن ٿا
چارا چُڻ چُڻ ڪن ٿا
سورج مکيءَ تي
پؤنرا پڻ پڻ ڪن ٿا
واڙين منجهه وليون،
تنهنجون ڳالهيون ڪن ٿيون.

ڏڻ ڏنارن سان
موتي اڇن ٿا
ڏونهان ڏڏڙ سان
گڏجي نچن ٿا
چڙا، چنگ، تليون،
تنهنجون ڳالهيون ڪن ٿيون.

سُگهڙ هٿن جا
ٽوپا مُرڪن ٿا
اکيون سمهن ٿيون
ڏاڍا جاڳن ٿا
سڄي رات رليون،
تنهنجون ڳالهيون ڪن ٿيون.

٭

## شانتي نڪيتن ۾ هڪ شام

شام جو شانتي نڪيتن چُپ آ.
چڻ تہ آ ٽئگور گهري سوچ ۾
روڊ تي سائيڪل سوار
ڇوڪري
هر گهڙي گهنٽي وڄائي
سهڪندي، پوءِ پي مُسلسل ٿي ڪِلي
هُوءَ ڪِلي ٿي
ها مگر هُن جون اکيون
پيار وانگي صرف مُرڪڻ ٿيون لڳن
ريل تائين هن جو رستو ٿيو ختم
الوداع ڪان پوءِ جي ساري سفر
ڪلڪتي کي سنڌ ۾ آٿي وڏو
بانورو بنگالي بابو چُپ آ
پر سندس هيءَ شاعري
روڊ تي گهنٽي وڄائيندي اڇي.

## تون ڪٿي آهين

آسمان تي چنڊ آهي،
۽ زمين تي گاهه آهي،
تون ڪٿي آهين!
پرپرو هڪ ڳوٺڙو
اورتي واريءَ دڙا ۽
وچ ۾ هڪ واهه آهي،
تون ڪٿي آهين!
تو بنا خالي پٽو ـ مان
پاڻ کي ڳوليان ڪٿي
تو ۾ منهنجو ساهه آهي،
تون ڪٿي آهين!
دور تائين دلبري آ
چؤطرف چمڪات جهڙو
تو سندو ئي چاهه آهي،
تون ڪٿي آهين!
دَر دَريون ڏڙڪن پيا
مان سمورو چرڪ آهيان
۽ گهٽين ۾ ٿاهه آهي،
تون ڪٿي آهين!
تون ڪٿي آهين!

*

## منهنجي من جي ساحلن تي

تو ڏٺو هُن پار جو
دور ٻئي ڪنهن ديس مان
سمنڊ جي لهرن مٿان
ٿهڪ ٿُلڪي ٿو اچي،
منهنجي من جي ساحلن تي.
پريت ڪيڏي آ پري
پو بہ ويجهي ٿي لڳي
سارَ ييي آمي سمر
چا تہ ڇُلڪي ٿو اچي،
منهنجي من جي ساحلن تي.
گهِمَ ۾ گهايل هوا
ساڻ آ مهمان سان
گفتگو جنهن سان ڪندو
غير ملڪي ٿو اچي،
منهنجي من جي ساحلن تي.

*

## تون نہ آهين!

تون نہ آهين،
تون نہ آهين،
تون ڪٿي بہ ڪونہ آهين.
شب اکيون پوريو پئي
ماڪ مُڪڙين تي چُمي
پرهہ جي پاڳل هوا
ڪئين نياپا گنبذ ۾ آهن پيا
۽ خطن جا لفظ ٽيبل تي پيا آهن ٽُٽا
ڪاغذن تي
معنويت
بي معنويت جو بار آهي
بستري تي ٿڪ آهي
چڻ صدين جا هڏ جيڪي
پيا اُتي ساهي پٽن
۽ اکين ۾ ڳهر آهي
دور تائين هڪڙي تاري کان سواءِ
ڪوبہ ڪونهي
تون نہ آهين،
تون نہ آهين،
تون ڪٿي بہ ڪونہ آهين.

بن ٻهَرن جي ٻکن ۾ ڪير آهي
"هڪ" ڪونهي ڪولڪن ۾ ڪير آهي
سج جي روشن گهٽيءَ ۾ رش آهي
چهرو چهري تي پيو تو چانوَ تي
"اڄ ويجهو" ڪو چوي تو "چانوَ تي"

پاڇو پاڇي کي ورايو پيو وچي
دور کي نزديڪ نيندا پيا وڃن
هڪ ٻئي مان پار ٿيندا پيا وڃن
مان مگر محسوس تو پيو ڪجهہ ڪريان
خيال جو خنجر اچيو مون کي لڳي
تون نہ آهين،
تون نہ آهين،
تون ڪٿي بہ ڪونہ آهين.

جامَ ۾ بدنام جيون جو نشو
راحتِ بي نام پيرن جا نشان
منزلن تي ڪو مهانگو موهہ آهي
زندگيءَ ۾ آسرو ۽ ڊوهہ آهي
سمنڊ ۾ چولين سندي چڪتاڻ آ
ساحلن تي انتظاري چاڻ آ
چوطرف خالي پٽو آهي ڪُليل،
تون نہ آهين،
تون نہ آهين،
تون ڪٿي بہ ڪونہ آهين.

✸

فیاض باقر

## خون کرڻ اسلام نهين!

دِل ڏکيان لاچاران دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
عِشق دي پيروڪاران دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
پيڙان، ڳيروان، پالان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
ڏيس دي سُچي لعلان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
ٻُک دي بندي وانان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
پيار دي سَجري تانان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
خلقت دي دلداران دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
عشق پريم شِعاران دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
خير ونڊاوڻ واليان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
درد ڪماوڻ واليان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
فَقر توڪل مستان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
آزلي مَست آلستان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
عاجزان خاڪ نشينان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
سَجدي ڳَئي جبينان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
رَب دي سُوهڻي خلقت دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
اُمت هادي رَحمت دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
خلق دي راج ٻڻاوڻ دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
لوڪان دي ارمانان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين
دردان دي درمانان دا، خُون ڪرڻ اِسلام نهين

آدرش

# اسان جو مُلڪ ائٽمي آهي

اسان جي وزيراعظم
اَسان جي حِفاظت لاءِ ائٽم بم ٺهرايو آهي
تاهيندڙ ڪي جيلَ ۾ رڳو آهي
ءِ ماني ڪَسي آهي
پريس ڪانفرنس ۾ هُن مُرڪندي چيو:
"مانيءَ جي ايتري ضرورت ناهي،
جيتري ائٽم بم جي."

جڏهن جهڙي ڇتي ڪُتي جهڙي
ڇتي گرميءَ ۾
اَسان چاهيندا آهيون
تہ ٿڌَ تي هڪُ لٽو بہ نہ هُجي
وِڃڻو هٽي پگهر سڪائيندا آهيون
ءِ اَسان جو وزيراَعظم
اَسيمبليءَ ۾ فُل سُوٽ ڪوٽ پائي ايندو آهي
هُن جو ڪوٽُ ڏِسي
اَسان جو پگهرُ ئي ناهي سُڪندو.

اَسان پنهنجي ننڍڙي ٻار ڪي علاجَ لاءِ
اسپتال پنڌ وَٺي ويندا آهيون
جو ڀاڙي جي رقم پوري ناهي هوندي
اَسان جو وزيراَعظم
ملڪن جي دؤرن تي وفد جهازن ۾
وٺي ويندو آهي
وزيراعظم اَسان جي خدمت لاءِ
اَسان چونڊيو آهي
يا پرڏيهي دؤرن لاءِ؟
اَسان جي وزيراَعظم واعدو ڪيو آهي:

جيڪڏهن مُلڪ ۾ جنگ لڳي
تہ هو اَسان جي حفاظت ڪندو
جيڪڏهن دُشمن ملڪ
اَسان جي مٿان بمُ اُڇلايو
تہ اَسان جو وزير اَعظم
اَسان لاءِ جهاز مان
مانيءَ جُون ٿيلهيُون ضرور اُڇلائيندو!

## جُوئا

اَمير بخش جُوئا ۾
زالَ هارائي
جان مُحمد جُوئا ۾
هڪ جاءِ کٽي

دوستو وسڪيءَ جوئا ۾
پنهنجي لِکڻيُن جي رائلٽي هارائي
آسڪر وائيلڊ جوئا ۾
هڪ صوف جهڙو ڇوڪرو کٽيو

تاسَ جا
پٽا
اَنڌا هوندا آهنِ

مُون جُوئا ۾
پنهنجو ملڪ هارايو
آمريڪن وزيرِ خارجہ
ڪونڊو لِيزا رائيس
مون لاءِ اَمُن نوبل انعام جي
سُفارش ڪئي آهي.

Address
10/216, Ghinghrani street
Shikarpur, Sindh

نُور چاڪراڻي

## هڪ قتل جي بيواجبيءَ تي

روز ڳالهين جي تارين مان ڪيئي
ماڪ وهنتل رابيل تي ترڙيا
هڪ عاشق جي اچڻ سان ڪئي
بزم جي جسم ۾ جلترنگ چڙيا

هڪ آرزو هئي ديواني جي دل ۾
ته محبتون لوڪ گيتن جيئن عام ٿين
نينهن جي مينهن ۾ لوڪ وهنجي اُٿي
وحشتون چوئنڪ چوئنڪ تي نيلام ٿين

جڏهن جُهوپن ۾ چاندني جهاتيون هڻي
ته اُتان پار چنڊ ساڻ رانديون رهن
ستارا بلورن جيان پاسن انهن کي
سُتي آگرين سين نشانا چُٽن

گلن سين عشق جي آبرو اچي رهجي
پوپٽن جي پرت جي نرت جهيٽي نه ٿئي
سدا مورن جا ٿهوڪا ٻرندا رهن
ڪڏهن ڊيل ڪا وچوڙي وهيٽي نه ٿئي

هو عاشق جنهن سونهن جي ٻولي کي
جيءَ جي جهولي ۾ لولي ڏني
هاءِ لوڪ معشوق ناسمجهه تي
گلاب جهڙي شخص کي گولي ڏني

## پوياڙيءَ جو سج

ڪراڙي هاريءَ جيان
ڪنجهندي تڪڙو گهر وري ٿو
شام لڄاڙي ڇوري جيئن
ڪاري پوتي اوڍي ٿي
ڳوٺ سڄي جي دروازن
۽ نيڻن جا تاڪ ورن ٿا
سپنن جا اوراق ورن ٿا
۽ ٻاهر خاموشي، چوڪيدارن جيان
چارئي طرف سنيالي ٿي
دلڙيءَ جي ديوار وچان
ڪوئي ڪنڪو ڪاٺ جيان
چڙ ٿو آروپار ٿئي
من ۾ اوسيئڙو ايئن ڦٽڪي
جيئن اگهو ڪو ٻار ٿئي
جيئن نہ اچڻ تي چمڪي چنڊ
ڪاش ائين ئي يار ٿئي آ.

حبدار سولنگي

## توبنا

ساهہ جو صحرا منجهان آهي گُذر،
رُوح ڪنهن جوڳيءَ وانگي دربدر،
تانگهہ جو مَنَ ۾ ڪُتل آهي خنجر،
ڪيترو بيچين آهيان توبِنا!

عشق ساريون جيءَ جون ڪندون گهميون،
ياد منهنجي رُوح کي رهندون ڏنيون،
ماءُ جهڙيون سڀ ننڊون مون کان کسيون،
ڪيترو بيچين آهيان توبِنا!

رُوح جڻ پڙيانڪ گهرُ بيواهہ جو
دل آ ڪو ويرانُ منظرُ راهہ جو
منتشر آهي سفرُ هِن ساهہ جو
ڪيترو بيچين آهيان توبِنا!

جنهن گهڙيءَ ڪو خط تنهنجو آ پڙهيو
پاڻ سان مان پاڻ ئي آهيان وڙهيو
وقت جي سُوليءَ تي آهيان چڙهيو
ڪيترو بيچين آهيان توبِنا!

جڻ اکين تي ڪا پٽي آهي ٻڌل،
جڻ تہ ڪو عضوو جسم جو آ ڪٽيل،
جڻ تہ ڳِهري کُوهہ ۾ آهيان ڪِريل،
ڪيترو بيچين آهيان توبِنا!

تو بِنا هر خواب جڻ دوکو هُجي،
ءِ جيئڻ جڻ جنگ ۾ گهوڙو هُجي،
سوچ جو هر سلسلو سوڙهو هُجي،
ڪيترو بيچين آهيان توبِنا!

تو بنا جذبا جليا مجذوب ٿيا،
تيرَ وانگي هانوَ ۾ اُلڪا کُپيا،
خيال جا سونا سِڪا گُم ٿي ويا،
ڪيترو بيچين آهيان توبِنا!

## سنڌ منڙي ماءُ آهي

درد جو درياءُ آهي
سنڌ گهرو گهاءُ آهي
جو جنونيءَ انقلابيءَ
جي سچي سپني جيان مهڪي رهيو آ
سنڌ هڪڙو رُوح آهي
جو خُدا جي خيال وانگر
ڇڻ ازل کان
جاڳ جي ويراڳ ۾ آ
ڪنهن سچي پڪشوءَ جي
جيئن پاڳ ۾ آ بيقراري
ايئن اڄڪلهه تي پئي آ سنڌ ساري!
سنڌ هڪڙو آ صحيفو
جنهن جي هر هڪ ورق تي ڪيئي مُقدس
مامَ معنيءَ ۾ محبت جا سبقَ هِن!
سنڌ دل جي گُنبذ آهي
جنهن ۾ خوابن جا ڳُتل ٽُڪرا پيا هِن
سُونهن جا سُڏڪا پيا هِن
سنڌ صُوفيءَ جو نرالو نينهُن آهي
جنهن اندر
سارن جَهانن جي اُداسي
رقص ۾ آ!
سنڌ باغي عشق جي
آتم ڪٿا آ
سنڌ ڪنهن معصوم ۽ مظلوم جي
دل جي دُعا آ!
سنڌ منڙي ماءُ آهي
جنهن جي هر هڪ سَڏَ ۾
ڪئين جُڳن جي درد جو پڙلاءُ آهي.

## آجيان پيار جي

پيارَ جو سوجهرو اجا آهي،
پرم جو پرجهلو اجا آهي،
من اندر معجزو اجا آهي،
زندگي رُڃ جو سفرُ آ پر،
رُڃ ۾ قافلو اجا آهي.

چاهُه، چانڊاڻ جئن اجا آهي،
موهُه، مهراڻ جئن اجا آهي،
ساٿُ، سرهاڻ جئن اجا آهي،
پل دنيا نفرتن جي اوندهه ٿئي،
عشقُ، اُجراڻ جئن اجا آهي.

آهه بيچين ڪو اجا پاڳرُ،
مُرڪ آهي اجا به ڪا ساحرُ،
دل جو آهي ڪُليل اجا آڳرُ،
ظاهري طور سانت سوچون هِن،
پر اندر ۾ لُڇي پيو شاعرُ.

مهڪ، گُفتارَ جِي، نه ايئن ڪنهن وٽ،
ڏاتِ، اظهارَ جِي، نه ايئن ڪنهن وٽ،
مُرڪَ، ڪِيڪارَ جِي نه ايئن ڪنهن وٽ،
توسان ملندي سدا ائين ڇاتم،
آجيان پيارَ جِي، نه ايئن ڪنهن وٽ.

Address:
Rizwan Public School Gerello,
P.O Gerello, Distt: Larkana, Sindh

اشرف پلي

## نظم

هيءَ کھڙي تحرير پئي آ
جنهن ۾ ڪوئي ڏانءُ نہ آهي
مون کي تنهنجو نظم لڳي ٿو
جنهن جو ڪوئي ٿلهہ نہ آهي
جنهن جي ڪابہ پُڇاڻي ڪونهي....
ها پر اُن ۾ ڳوڙها آهن
ورهين جا تہ وڇوڙا آهن
اُن ۾ هڪڙو نٽو آهي
جنهن ۾ لک اگهاڙا آهن
ڏور پٽڻ تي خواب ٻُڏن پيا
گهر گهٽيءَ ۾ راڙا آهن
اُن ۾ گهوڙن ٽاپولين تي
ڪاري ڪائي دز اُڏي ٿي
جنهن جي پنيان پاءُ مذهبي
ڪنهن تي ڪارا هٿ ڪٽن ٿا
نٽ ڇڄي ٿي، دانهن اُٿي ٿي
پر نہ هُنن جا هَٿ ڏکن ٿا
ءِ هُو قاتل ڪپڙن واريون
مذهب نالي ڪان بہ ٻڃن ٿيون
هڪڙي پاسي دونهين آهي
جنهن جي آڏو آڳوڻي تي
شاهہ عنايت ورد ڪري پيو
سارو جهوڪ ڳنگاتيل آهي

ڪيڏا صوفي ناچ نچن پيا
ان ۾ سنڌو دريا آهي
جنهن جي ڪپ تي ٻيلا آهن
جنهن ۾ صوفين ٽولا آهن
تن ۾ شاهہ يتائي آهي
جيڪو تار تنبور جي تاٽي
وجد منجهان ڳائي پيو ٿو
"کھڙا گُهندي کهڙا گُهندي
ملڪ سڄو منصور اٿيئي"
ءِ آ سامهون جل ٿل سنڌو
جنهن تي چنڊ جو نور پوي ٿو
ڇا ٿيو جي ڪو ڏانءُ نہ آهي
پوءِ بہ تنهنجو نظم چڱو آ
جنهن ۾ ڪا تاريخ لُڇي ٿي
جنهن ۾ ڪنهن جا ڳوڙها آهن
ورهين جا تہ وڇوڙا آهن.

✱

## شبير هاليپوٽو

### گيت

مان سيلاني.
وو سيلاني،
منهنجي منزل آ سيلاني.

آهي منهنجي دل سيلاني،
ءِ منهنجو حاصل سيلاني،
بس سيلاني،
ان جو ثاني،
منهنجي منزل آ سيلاني.

اهڙي آهي ڏک جي وادي،
جاتي ناهي ڪا آبادي،
جاتي جاني،
آ ويراني،
منهنجي منزل آ سيلاني.

هجر سڙيي جي عمر وڏي وئي،
ويو نہ وڇوڙو عمر لنگهي وئي،
هاءِ جواني،
هئي ديواني،
منهنجي منزل آ سيلاني.

سيلانيءَ جي دل ۾ چاهي،
شايد ٿو سمجهائڻ چاهي،
هي جڳ فاني،
تون بہ تہ فاني!
منهنجي منزل آ سيلاني.

### گيت

آهيان آءُ پرولي،
ڪنهن بہ نہ ڳولهي ڦولي،
جڳ لئہ اوکي،
تو لئہ سوکي،
تنهنجي آهيان گولي.

مون کي نہ ڪا ٻي،
پيار وفا جي،
ماءُ ڏني آ لولي،
تنهنجي آهيان گولي.

پريت ولوڙي
پئي چاچولي
وير نہ ڪائي ڇولي،
تنهنجي آهيان گولي.

تو ريءَ سُرها
تيل نہ سُرما
نير رڱيندس چولي،
تنهنجي آهيان گولي.

تو ريءَ عيدون
ميريون ڏيدون
تو ريءَ کهڙي هولي،
تنهنجي آهيان گولي.

مون سَسُئيءَ جان
پنهنجي سڪيءَ جان
رستن ۾ جند رولي،
تنهنجي آهيان گولي.

لاڙ اُتر جي
ڪاڇي ٿَرَ جي
سنڌي سهڻي سولي،
تنهنجي آهيان گولي.

*

## گيت

تون جڏهن پيي ورين،
وقت جو شرط توسان نہ لاڳو پرين،
تون جڏهن پيي ورين.

خيال ڇا لئہ ذهن ۾ ولوڙي ٿو ايئن
ڪڪَ جيئن ڪو ڳنن ۾ رهي، تون
بہ تيئن
تو ہڏين ۾ ترين،
وقت جو شرط توسان نہ لاڳو پرين،
تون جڏهن پيي ورين.

ٻانهون خالي، اڪيون دل بہ توڪان سوا
درد تن کي پري، ياد اچين تون پيا
خال خود هي پرين،
وقت جو شرط توسان نہ لاڳو پرين،
تون جڏهن پيي ورين.

هوءَ نظر تي رهي جا ڏڳن ڏي بہ ڏس
پنهنجي سينگار ڏي پل وڳن ڏي بہ ڏس
تون تہ ٻهہ ٻهہ ٻرين،
وقت جو شرط توسان نہ لاڳو پرين،
تون جڏهن پيي ورين.

ڪاٻہ جلدي نہ آمون کي سنجوڳ جي
پر پڇاڻي ڪٿي آ انهيءَ روڳ جي
ڇا ٿو معنيٰ ڪرين؟
وقت جو شرط توسان نہ لاڳو پرين،
تون جڏهن پيي ورين.

*

## گيت

من خواهش کي مان نہ ڏيندي،
پورو ٿيڻ ارمان نہ ڏيندي

گل گل دل ۾ آس
پرينءَ جي وارن کي ڏين واس
تن ڏي ڪوئي ڌيان نہ ڏيندي،
پورو ٿيڻ ارمان نہ ڏيندي

مشڪل آ هوءَ رات
ٿيڻ ڏي بوسن جي برسات
ڪجهہ بہ ٿيڻ آسان نہ ڏيندي،
پورو ٿيڻ ارمان نہ ڏيندي

نيڻ پرون تلوار
ڪري ٿي وارن سان هوءَ وار
سمجهان ٿو سِردان نہ ڏيندي،
پورو ٿيڻ ارمان نہ ڏيندي



# جديد سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ انيس انصاريءَ جو مقام

احسان دانش

چھپ کے آئے گا کوئی حسنِ تخیل کی طرح،
آج کی رات چراغوں کو جلانا ہے منع،
کھول دو ذہن کے سہمے ہوئے دروازوں کو،
آج جذبات پہ پہروں کا بٹھانا ہے منع۔

ڪڏهن ڪڏهن زندگي سرءُ جي اداس موسم جيان پاسندي آهي. من تي تتل صحرا جي واري وري ويندي آهي، نيڻن جا جگنو اجهامي ويندا آهن، لفظ مفلوج ٿي پوندا آهن. اهو سڀ ڪجهه اڪثر تڏهن ٿي ٿيندو آهي، جڏهن ڪو مٺڙو ۽ محبوب شخص ياد ايندو آهي. اڄ به منهنجيءَ دل جي ڪيفيت ڪجهه اهڙي ئي آهي، ڇو ته اڄ منهنجي ذهن جي ڪئنواس تي هڪ اهڙي ماڻهوءَ جو چهرو چٽجي آيو آهي، جنهن جي شفقت ۽ محبت کي مان پنهنجي لاءِ سرمايو سمجهان ٿو جنهن جو سهڻو سپاءُ اشانت من کي شانتي ڏئي ڇڏيندو هو جنهن جي سادن لفظن ۾ پاجهارن ٻولن ۾ جادوئي اثر هو جيڪو پنهنجي والدين لاءِ ته الله جي بخشش ٿي آيو پر هن جو وجود اُنس ۽ محبت سان ڀرپور رهيو. تنهن ڪري پاڻ کي انيس چوائڻ لڳو.

محبت ۽ پنهنجائپ جا پل ڪڏهن پراڻا نه ٿيندا آهن. اهي دل جي دنيا ۾ هميشه تازا رهندا آهن. اها ڪالهه جي ئي ڳالهه ته آهي، بهار جا ڏينهن هئا، باغن ۾ ڳاڙها پيلا گل ٽڙيل هئا من سرهو هو چهرا ٻهڪي رهيا هئا ۽ ان سهڻي سمي ۾ سائين انيس انصاريءَ سان سنڌس جاءِ تي ڪچهري ٿي هئي. هو اڪيلو هوندي به اداس نه هو. هن جي دل ۾ مون ڪو طوفان محسوس ڪيو. عام طور تي هو تمام گهٽ ڳالهائيندو هيو پر ان ڏينهن سائين ڪافي وقت ڳالهائيندو رهيو. هن پنهنجي من جي ڪشتيءَ جا بادبان کولي ڇڏيا. مان سنڌس توريل تڪيل لفظن کي موتين جيان

ميڙيندو رهيس. مان پاڻ کي خوش قسمت ٿو سمجهان، جو مون سائين انيس انصاريءَ جي زندگيءَ جي پڇاڙڪن چند سالن ۾ ساڻس ڪيئي يادگار ڪچهريون ڪيون ۽ منهنجي لاءِ فخر جي ڳالهه آهي تہ مون جهڙي ننڍڙي ماڻهوءَ آڏو هن پنهنجي ادبي اوسر جي مرحلن کان وٺي ذاتي زندگيءَ تائين جيون جا ڪيئي ورق کولي رکيا. مون کانئس ڪهاڻيون بہ ٻڌيون تہ هندي، سنڌي ۽ اردو شاعري بہ هن جي زباني منهنجي سماعتن تائين پهتي. پر....... اها ڪچهري جيڪا ساڻس بهار جي ڦوهہ جوانيءَ وارن ڏينهن ۾ ٿي هئي، منهنجي ذهن تي اڻ مٽ نشان ڇڏيا آهن. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي تہ ان ڏينهن هن مون کي پنهنجي نڪور ڪهاڻي ٻڌائي هئي. پنهنجي زندگيءَ جي داستان جا ڪجهہ ورق کوليا هئا. سيف کولي پنهنجي ادبي سهيڙ، فوٽو گراف، روزاني ڊائريءَ جا رجسٽر وغيره ڏيکاريا هئا. ان ڏينهن سائينءَ جي حياتي مون اڳيان کليل ڪتاب ٿي پئي هئي. ان ڏينهن غالب جي لفظن ۾ هن چڻ اهو پئي ٻڌائڻ چاهيو تہ:

پنهان بہ عالميم، زِبَس عين عالميم،
چون قطره در رواني دريا گميم ما.

يعني: مان هڪ ڪائنات ۾ لڪل آهيان ۽ مان خود پنهنجي وجود ۾ هڪ ڪائنات آهيان. جيئن ڪو قطرو درياهہ جي رَوانيءَ ۾ گم ٿي ويندو آهي، تيئن ئي مان هن ڪائنات ۾ گم ٿيل آهيان.

اهي ئي بهار جا ڏينهن هئا، مکڙيون گل بڻجي رهيون هيون. پوپٽن باغن جو رخ ڪيو هو سرنهن ڦولارجي رهي هئي، هوائن ۾ مستي هئي، چهرا ٻهڪيل هئا، جو اچانڪ چوڌاري هڪ اداسي ڇانئجي وئي. اداسي، جنهن ماڻهن جا چهرا زرد ڪري ڇڏيا. اداسي، جنهن هوائن کي گهٽي ڇڏيو ۽ گلن کي ڪومائي ڇڏيو. "انيس انصاري گذاري ويو." خبر نہ هئي، ڪنوڻ هئي، جيڪا سندس چاهيندڙن جي دلين تي ڪِري هئي. مان بہ پنهنجي ڪوٺلو ٿيل دل کڻي لاهوري محلي پهتو هوس.... انيس انصاريءَ کي اسان کان جدا ٿئي اٺ بهارون گذري ويون آهن، پر هر بهار ۾ خزان جو واسو آهي.

*اُٹھا کر چوم لی ہیں چند مرجھائی ہوئی کلیاں*
*نہ تم آئے تو یوں جشنِ بہاراں کرلیا ہم نے*

انيس انصاريءَ جو سنڌي ڪهاڻي ڪَيتر ۾ اوچو مقام آهي. جيتوڻيڪ سَنڌ ۾ سندس سڃاڻپ جو سگهارو حوالو ڪهاڻيڪار وارو آهي، پر هو هڪ بهترين محقق ۽ شاعر پڻ هو. هتي آءٌ جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جي حوالي سان انيس انصاريءَ جي ڪهاڻيڪار واري حيثيت جي سلسلي ۾ مختصر طور بہ چار ڳالهيون پيش ڪندس.

جديد سنڌي ڪهاڻيءَ کي عروج ورهاڱي کان پوءِ سٺ ۽ سَتر وارن ڏهاڪن ۾ مليو. 60 کان پوءِ قومي سڃاڳيءَ جي نئين لهر آئي، جنهن ملڪ ۾ گهٽي اٿل پٿل پيدا ڪري ڇڏي. هن دور ۾ مختصر ڪهاڻيءَ کي ان ڪري بہ ترقي حاصل ٿي، جو ان ۾ ڪيترا ئي مستقل مزاج ڪهاڻيڪار پيدا ٿيا، جن ڪهاڻي ڪيتر ۾ پاڻ ملهايو.

1965ع کان 1970ع تائين اينتي ون يونٽ تحريڪ زورن تي هئي. ان دؤر ۾ جن ڪهاڻيڪارن ڀرپور نموني لکي پنهنجو ڪردار ادا ڪيو تن ۾ امر جليل، ماڻڪ، علي بابا، رسول بخش پليجو نجم عباسي، ابن حيات پنهور ۽ ٻيا شامل هئا. ساڳئي دؤر ۾ حميد سنڌي، آغا سليم، نسيم کرل، طارق اشرف، ممتاز مهر، مهتاب محبوب، غلام نبي مغل، عبدالقادر جوڻيجو نور الهدي شاهه ۽ ٻين بهترين ڪهاڻيون سرجيون.

70 واري ڏهاڪي مان اڀرندي 80 واري ڏهاڪي ۾ مڃتا ماڻيندڙ ملڪ آگاڻي، ڪيهر شوڪت، رسول ميمڻ، رزاق مهر، بادل جمالي، اخلاق انصاري، رفيق سومرو شرجيل، عابد مظهر، بيدل مسرور ۽ ٻين ڪيترن ئي خوبصورت ڪهاڻيڪارن جي سٽ ۾ انيس انصاريءَ جو نالو نهايت اهميت وارو آهي. هن جيتوڻيڪ لکڻ جو آغاز 50 واري ڏهاڪي ۾ ڪيو پر سرڪاري ملازمت جي مصروفيتن سبب هو لکڻ کي وقت نه پئي ڏئي سگهيو. پر چاڪاڻ ته لکڻ سندس سرشت ۾ شامل هو تنهن ڪري هو وڏي وٿيءَ کان پوءِ 80 واري ڏهاڪي ۾ هڪ مستقل مزاج ۽ سگهاري ڪهاڻيڪار طور اڀري سامهون آيو.

انيس انصاريءَ جي ڪهاڻين کي پنهنجي دؤر جي اهم ادبي رسالن "مهراڻ"، "نئين زندگي"، "سوجهرو"، "پارس"، "سنڌ" وغيره ۾ نمايان ۽ معتبر جاءِ ملي. "مهراڻ" طرفان سندس ڪهاڻي "پينشنر" تي کيس ادبي ايوارڊ پڻ ڏنو ويو. حقيقت ۾ هو سنڌي ادب جو هڪ خاموش خدمتگار هو جنهن ڪنڌاٽتو ويهي، قلم ۽ ڪاغذ سان اهڙو ناتو جوڙيو جو موت کان سواءِ ٻيو ڪوبه ان تعلق کي ٽوڙي نه پئي سگهيو. جيتوڻيڪ هو وڏي عرصي تائين "لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي" جي باني سيڪريٽري طور پنهنجون خدمتون به سرانجام ڏيندو رهيو پر ادبي پروگرامن ۽ ڪانفرنسن کان گهڻو ڪري پاسيرو رهيو. پنهنجي زندگيءَ ۾ هن لکڻ کي سڀ کان وڏي اهميت ڏني، پوءِ اهو لکڻ روزاني ڊائري يا مضمون جي صورت ۾ هجي، شاعريءَ جي شڪل ۾ يا ڪهاڻيءَ جي روپ ۾.

انيس انصاريءَ جو سڀ کان محبوب مشغلو افسانه نگاري هو. زندگيءَ جي پڇاڙڪن سالن ۾ هن وڏي تيزيءَ سان ڪهاڻيون لکيون. هن جي اندر ۾ جيڪو ڪجهه هو هن سڄي زندگي جن حالتن ۾ گذاريو جيڪي تجربا ۽ مشاهدا ماڻيا، جهڙي طرح پنهنجي ارد گرد جي سماجي ۽ معاشي حالتن کي جاچيو ۽ پنهنجي آس پاس جيڪي نرالا ڪردار ڏٺا، تن کي هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ ڏاڍي فنڪاراڻي ۽ خوبصورت نموني پورٽريٽ ڪيو آهي. سندس انتقال کان سال اڳ هن جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "انيس جا افسانا" شايع ٿيو.

انيس انصاريءَ جي ڪهاڻين کي ٽن دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. پهريون دؤر 1952ع کان 1958ع تائين آهي، جنهن ۾ هن جون چار ڪهاڻيون "رنڍي"، "ڳالهه وئي وسري"، "فرعون جي دعا" ۽ "ردي" نظر اچن ٿيون. ٻيو دؤر 1959ع کان 1982ع

تائين جو سڏي سگهجي ٿو. هنن 23 سالن ۾ انيس انصاري تعداد جي لحاظ کان ست ڪهاڻيون لکيون آهن. پر ان دؤر ۾ سندس شاهڪار ڪهاڻيون "انسان"، "ٽپڪو" ۽ "آسائتي" پڻ شامل آهن. جيڪي بلاشبه سنڌي ڪهاڻي کيتر ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. مٿين ڪهاڻين مان "ٽپڪو" اردو ۽ پنجابي ٻولين ۾ به ترجمو ڪئي وئي آهي.
انيس انصاريءَ جي ڪهاڻين جو ٽيون دؤر 1982ع کان 2000ع تائين آهي. هي اهو دؤر آهي، جنهن ۾ هو سرڪاري ملازمت کان فارغ ٿي ڳل وقتي ليکڪ طور نظر اچي ٿو. هنن 18 سالن ۾ هن تمام تيزيءَ سان لکيو. حقيقت ۾ جنهن عمر ۾ اڪثر ليکڪ قلم رکي تخليقي ڪم کي الوداع چئي آرام ڪندا آهن، انيس انصاري ان عمر ۾ چڙهي نئين سر لکڻ جي شروعات ڪئي. هن عرصي ۾ سندس ڇپيل ڪهاڻين جو انگ 37 آهي. هي اهو ئي دؤر آهي، جڏهن سنڌ ۾ انيس انصاريءَ کي هڪ وڏي ڪهاڻيڪار طور تسليم ڪيو ويو. نتيجي ۾ سندس ٻن ڪهاڻين "پينشر" ۽ "اچا نه اچا نه" تي ڪيس ايوارڊ پڻ ڏنا ويا. پهرين ڪهاڻيءَ تي 1988ع ۾ ڪيس نه ماهي "مهراڻ" طرفان ايوارڊ مليو ۽ ٻي ڪهاڻيءَ تي 1990ع ۾ سنڌ جي ثقافت کاتي پاران ڪيس ايوارڊ ڏنو ويو. هن دؤر ۾ لکيل سندس ڪيئي اهم ڪهاڻيون ڳڻائي سگهجن ٿيون. جن ۾ وڏي حويلي، مٽي، ڏي وٽ، پينشنر، سونل، رنگ، اچا نه اچا نه، ٿڪل مسافر، اداس پليٽر ۽ ٻيون شامل آهن.
انيس انصاري سنڌي ڪهاڻي کيتر ۾ ان وقت اڀري سامهون آيو. جڏهن امر جليل، نور الهدي شاهه، علي بابا، طارق اشرف، حميد سنڌي، مهتاب محبوب ۽ نجم عباسيءَ جهڙا ڪهاڻيڪار مستقل طور لکي رهيا هئا. ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته انيس انصاري پنهنجي فن ۽ فڪر جي آڌار تي اهڙن ڪهاڻيڪارن جي وچ ۾ رهي پنهنجي الڳ راهه جوڙي ۽ مڃتا ماڻي. تاج بلوچ لکيو آهي ته: "انيس انصاري ادبي کيتر ۾ مهڙ کان وٺي هيل تائين اڪيلو ڪهاڻيڪار آهي، جيڪو ڌيمي لهجي ۾، سماجي تبديليءَ لاءِ سمورين ڌارائن جي ادراڪ سان، ڏاڍي ديرپا اثر سان تخليقي عمل ۾ مصروف رهيو آهي ۽ اهو به ويهين صديءَ جو معجزو آهي."
انيس انصاريءَ جون ڪهاڻيون سماج جو اهو ڪڙو سچ آهن، جن جي ڪڙاڻ کي پوريءَ شدت سان محسوس ڪري سگهجي ٿو. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ زندگيءَ جي تلخين ۽ سچاين کي نهايت جاندار نمونې پيش ڪيو آهي. هن سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نوان فني ۽ فڪري تجربا پڻ ڪيا. اسان کي انيس انصاريءَ جون اهڙيون ڪهاڻيون پڻ ملنديون، جيڪي قديم ۽ جديد ڪهاڻيءَ جو سنگم محسوس ٿينديون. هن سوشل ريئلزم کان وٺي ايبسٽريڪٽ، فئنٽسي ۽ اليگري تائين مختلف اثرن هيٺ ڪهاڻيون سرجيون. پر سندس ڪهاڻين ۾ سوشل ريئلزم وارو پاسو وڌيڪ سگهارو آهي. ان سلسلي ۾ هن جون ڪهاڻيون ٽپڪو سوجهرو پاپ، فيروزه، چلمڊوڪيءَ جو زهر ۽ ٻيون ڳڻي سگهجن ٿيون.

انيس انصاريءَ جي ڪهاڻين ۾ زندگيءَ جي روز مره جي مامرن ۽ فرد جي معاشي ۽ نفسياتي مسئلن ۽ الجهنن جو عڪس واضح طور پسي سگهجي ٿو. هن وٽ ڪاب نعري بازي نہ آهي. زندگي جهڙي آهي، هن ان جي تهڙي ئي تصوير پنهنجي ڪهاڻين ۾ پيش ڪئي آهي. ان تصوير ۾ ڪٿي سنڌ جون خوبصورت وستيون ۽ واهڻ نظر اچن ٿا تہ ڪٿي شهري زندگيءَ جا رنگ ۽ رونقون.

انيس انصاريءَ جي ڪهاڻين تي تبصرو ڪندي اشتياق انصاريءَ لکيو آهي تہ: "انيس انصاريءَ جا افسانا اسان جي معاشرتي زندگيءَ جي مڪمل تصوير لڳن ٿا، جنهن ۾ زندگيءَ جي راحت ۽ زنده دليءَ سان گڏ، زندگيءَ جي تلخ حقيقتن جو بہ عڪس ملي ٿو. هن جي لکڻيءَ ۾ ڪمال جي مصوري، ٻوليءَ ۾ مهارت ۽ بيان ۾ نکار نمايان آهي. انساني ذهن ۽ نفسيات جي واقفيت ڪري، هو هر ماڻهوءَ جي الجهن سمجهي ٿو. ان ڪان سواءِ سندس دردمندي، خلوص ۽ سنڌ سان جذباتي لڳاءُ ڏسڻ وٽان آهي. هتان جي پيڙهيل طبقي جو ڏک، درد ۽ هن سان سچي محبت سبب سندس افسانا غضب جو تاثر پيدا ڪن ٿا. انيس انصاريءَ جي هر افساني جو موضوع نئون هئڻ ڪري ان ۾ ڪا انفرادي زندگي سامهون نٿي اچي، پر ان دؤر جي ماحول جو مڪمل عڪس نظر اچي ٿو."

انيس انصاريءَ جهڙو سباجهو ۽ سنجيدو شخص، جنهن پنهنجي زندگيءَ ۾ سنڌي ڪهاڻي کيتر کي 58 ڪهاڻيون ارپيون. تنهن جي ڪهاڻين جو سنجيدگيءَ سان مطالعو ڪرڻ جي ضرورت آهي. مون کي پڪ آهي تہ هن دؤر جو نقاد سندس ڪهاڻين جو جائزو وٺڻ کان پوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ جي بي ساهي ۽ مفلوج هجڻ واري خيال کي منڌيڙو ڏئي ڇڏيندو.



Address:
House No: 2077/7
Sami abad Larkano, Sindh.

اردو ناول نگار شوڪت ٿانوي پنهنجي هڪ پبلشر جي ڪتاب گهر تي ويٺو هو تہ هڪ پڙهندڙ سندس ناول خريد ڪرڻ آيو. پبلشر گراهڪ کي ناول ڏيندي ٻڌايو "اوهان جنهن شخص جو ناول وٺيو پيا وڃو سو هي صاحب ئي آهي. پر ڇهري مان اوهان کي جيترو بيوقوف لڳندو هوندو ايترو اٿو ڪونہ"

شوڪت ٿانوي هڪدم جواب ڏنو "مون ۾ ۽ منهنجي پبلشر ۾ اهو ئي فرق آهي، هي جيترو بيوقوف آهي، اوهان کي شڪل مان محسوس نہ ٿيندو."

كهاڻي



# مرجهايل رنگ

نصير ڪنير

آلين اکين سان رستو صاف نظر نہ پئي آيو. اکين جي پنبڻين ۾ تري آيل لڙڪ، هاڻي ڳلن ڏانهن سِرڪڻ شروع ٿيا هئا. ٻئي هٿ پينٽنگس ۾ هڻڻ ڪري، ڳوڙها اگهي نہ پئي سگهيو. اُهي پينٽنگس جيڪي هو ڪلهي تي کڻي ڪيترين آفيسن، مارڪيٽن جا پنڌ ڪندو هو اڄ اهي هن لاءِ ڏاڍيون ڳريون ٿي پيون هيون، جن کي کڻڻ ايترو مشڪل هيو جيترو زندگيءَ جو بار. ڪلها چڻ نڪتا ٿي. اِجهي ڪو اِجهي پينٽنگس ٻانهن سميت زمين تي ڦهڪو ڪنديون. قلم ڳري ڪان ڳرا ٿيندا ٿي ويا. چشمو معمول کان هيٺ ڍرڪي آيو هو. سوچيائين تہ ڪنهن ٽانيڪي هنڌ تي پهچان تہ وجود جو بار هلڪو ڪيان. پر زندگيءَ جو بار هلڪو ٿيڻ بجاءِ ڏينهون ڏينهن ڳرو ٿيندو ٿي ويو.

ٻسترڪٽ ڪامپليڪس جو مين گيٽ اُڪري، روڊ جي ٻنهي پاسن ڏانهن ڏٺائين. اولهہ ۽ اوير، ٽريفڪ معمول تي هئي. هر شيءِ پنهنجي معمول تي هلندي رهي ٿي. سج، چنڊ، تارا، سيارا، اونهارا، صرف ماڻهوءَ جي زندگيءَ جو ڪوبہ معمول نہ آهي ڏکي کان ڏکي. سوچيائين: ڪٿي ويهي زندگيءَ جي قافلي جو ماتم ڪجي. نوحہ خواني ڪري خوب سينہ ڪوبي ڪجي ۽ شام غريبان پڙهجي. "ڪيترين شامون پڙهجن، هتي تہ هر ڏينهن ڪربلا ۽ هر شام "شام غريبان" آهي." خيال جي لهر ذهن جي ڪناري سان اچي لڳي. سامهون ڏٺائين، جهوپڙا هوٽل جو وجود دونهين جي ڪوهيڙي ۾ گهيريل آهي ۽ ڪجهہ لڙڪ هاڻين اکين جي ڪري هوٽل چٽي نظر نہ پئي آيس. ڳرن قدمن سان هوٽل ڏانهن وڌيو.

پينٽنگس کٽ تي ليٽائي، ٿلهي واڻ واري کٽ تي پاڻ کي اڇليائين، چڻ پينٽنگس سميت سمورا ڏک، درد، محروميون کڻي لحد ۾ لهي پيو هجي.

"جي سائين!" بيري جي آواز تي اکيون کوليائين. سڌو ٿيندي چيائين، "چانهہ پيار هڪڙي بسڪيٽن جي پڙي بہ." پاڻي گلاس ۾ اوتيندي سوچيائين تہ "چانهہ بہ ڏهہ روپيہ

ڪوپ آهي، پئسا بہ گهٽ آهن. پر پيٽ جي باهہ اجهائڻ لاءِ ٽن روپين جي بسڪيٽن جي ڏِڏ ڏيڍي تہ پوندي" سگريٽ تہ هفتي ڪان ڪونہ پيتو هئائين. "شايد هاڻي زندگيءَ جون هي بہ عياشيون بہ ڇڏڻيون پونديون. اهي بہ افورڊ ڪري ڪونہ ٿا سگهون."

چشمو لاهي، گلاس مان پاڻيءَ جا ڇنڊا منهن کي هڻي، بہ گلاس اندر ۾ اوتي ڇڏيائين. تڏهن رڳن ۾ ڪجهہ ٿڌاڻ محسوس ٿيس ۽ زندگيءَ جي نهائينءَ جي نينهن تي ڪو ڇنڊو پيو هوس. آفيس ۾ ڪم سانگي آيل بہ همراهہ ڊي سي او صاحب جا ڳڻ ڳائي رهيا هئا. تہ ڪيئن ضلعي جي ترقياتي ڪمن ۾ ڪميشن هڙپ ڪري رهيو هو. اُهو ئي آفيسر جيڪو ڪالهہ هن جو دوست هو ۽ هينئر تازو هن جي وجود کي جهير ڏيئي، ڪيس روانو ڪيو هئائين، جن جو درد هو اڃا بہ محسوس ڪري رهيو هو. ياد جي چولي هن کي 10 سال پوئتي هوشو هاسٽل جي ڪمري نمبر ▮ ۾ آڻي ڇڏيو.

ٻن ڪمرن جي وچوٽيءَ تي رهندڙ سهيل سان الائي ڇو هن جي ميل جول وڌي وئي هئي. ڪيس روڻهارڪو ڏسي، پريشانيءَ جو ڪارڻ پڇيائين تہ هن ٻڌايس: "يار اسان جو پارٽنر تنظيم جو عهديدار آهي. هڪڙو پارٽنر تہ هن سان ساٿاري آهي ۽ ٻيو هاسٽل ڇڏي شهر هليو ويو. آئون ڪيڏانهن وڃان."

"ڇو تنظيم جو عهديدار آهي تہ ڇا ٿيو." هن معلوم ڪرڻ چاهيو.

"يار سڄو ڏينهن دوستن جي اچ وڃ. ٽيپ جو شور. مٿان چرس جو دونهون ۽ ڏنڊي جي گهوٽ گهوٽان آهي."

هن کي الائي ڪهڙي چڪ آئي. "يار آئون سڄو ڏينهن ڊپارٽمينٽ ۾ فيڪلٽيءَ جي مختلف هنڌن تي پينٽنگس ٺاهيندو رهندو آهيان. ڪمري تي رات جو ايندو آهيان سمهڻ. هڪڙو پارٽنر بہ گهٽ رهندو آهي. تون مون سان گڏ رهي پؤ." ائين هي ڪمري نمبر ▮ جو حصو ٿي ويو. سهيل بي.اي انگلش جو شاگرد هيو ۽ هي برش ۽ رنگن سان زندگيءَ جا عڪس چٽيندو هو. سهيل سان سندس سبجيڪٽ تي اڪثر پيو بحث ڪندو هيو پر سهيل جي دلچسپي سي ايس ايس ۾ هئي. هڪ ڏينهن سهيل پڇيو: "مجيب! تو جيڪو سبجيڪٽ کنيو آهي، ان جو مستقبل تہ ڪوبہ ڪونهي. هاڻي تہ اسڪولن ۾ ڊرائنگ ٽيچر بہ نٿا رکن."

"يار قدرتي منهنجو رنگن ۽ برشن سان لڳاءُ شروع کان وٺي رهيو آهي. منهنجي پيءُ منهنجو شوق ڏسي مون کي صلاح ڏني تہ تون فائين آرٽس ۾ هليو وڃ. هاڻي هي رنگ منهنجي زندگيءَ جي ڪينواس جو حصو آهن." وقت جي ڦيٽي انهن کي پاڻ ۾ ايترو ويجهو آڻي ڇڏيو جو يونيورسٽي جو باقي وقت بہ هنن گڏ گڏ ئي گذاريو. سهيل جي مالي حالت بهتر نہ هئڻ ڪري هڪ موقعي تي هن يونيورسٽي ڇڏڻ پئي چاهي، پر هن هڪ سٺي ٽيوشن هٿ ڪرائي ڏنس تہ جيئن هو پڙهائي جاري رکي سگهي. باقي مجيب جا ڪپڙا، ڪِٽ، پرفيوم سڀ سهيل جي حوالي هوندا هئا. يونيورسٽيءَ جا چار سال ڪيئن گذريا، خبر ئي ڪانہ پئي. وقت پاڻيءَ جي وهڪري وانگي گذري ويو. فائينل ڪندي سهيل

ڪميشن جي تياريءَ لاءِ ڪراچيءَ هليو ويو پر مجيب جيئن يونيورسٽيءَ مان نڪتو ته والد وفات ڪري ويس. پيءُ جي پينشن مان ٻن ڀيڻن جي شادي ڪرايائين ۽ باقي بچيل پئسن مان گهر جي مرمت مس ٿي سگهي. هي برش ۽ رنگ کڻي وري زندگيءَ جي ڪئنواس ۾ رنگ ڀرڻ لڳي ويو. ڪيترين فيڪٽرين ۾ ڊزائينر لاءِ انٽرويو ڏنائين، نوڪري لاءِ به ڪوشش ڪيائين، پر ڪٿي به ڪيس جوڳي موٽ نه ملي سگهي. وڌندڙ مهانگائي ۽ ماءُ جي بيماريءَ جي ڪري زندگي جو گاڏو گهڻو مشڪل ٿي پيو هو.

مختلف هنڌن تي پينٽنگس جون نمائشون ڪيائين، پر پذيرائي نه ملي سگهيس. صرف هڪ پرائيويٽ اسڪول ۾ آرٽ ٽيچر جي نوڪري مليس، پر اتي گهٽا انگيج پيرڊ وٺڻا پوندا هئا. حالتن جي پنجوڙ ۾ پنهنجي فني زندگيءَ کي گهٽجندو ڏسي، ويتر مايوسين جي کُن ۾ ڦاسي پيو. اهڙي محروميءَ واري ڪيفيت ۾ هڪ ڏينهن اهڙي ڪميشن ايجنٽ جي ور چڙهي ويو جيڪو بيروزگار نوجوانن کي دبئي ۽ وچ ايشيا جي ملڪن ۾ غير قانوني طور موڪلڻ جو ڪم ڪندو هو. هن کي ڪٿان ڪڙڪ پئي ته دبئيءَ ۾ فائين آرٽس جي ڏاڍي گهرج آهي. سو پنهنجون سڀ پينٽنگس وڪڻي، ملبل چار ڏوڪڙ ايجنٽ کي ڏيئي، ماءُ کي ڀيڻ جي حوالي ڪري دبئي هليو ويو. پر قسمت جي ديوي اُتي به سندس ساٿ ڪونه ڏنو. ٽي مهينا لڪ ڇپ واري زندگي گذاريندي گرفتار ٿي پيو. پندرهن مهينا مختلف جيلن ۾ سزا ڪاٽي اچي ڪراچيءَ پهتو جتي به ڪيترين خوارين ڪان پوءِ جڏهن آزادي نصيب ٿيس، تڏهن هي ماءُ جي شفقت کان مرحوم ٿي چڪو هو. ڪيترا ڏينهن انهيءَ صدمي ۾ رهيو پر پيٽ جي باهه اجهائڻ لاءِ ڪجهه ته ڪرڻو ئي هيو. انهيءَ ڪري وري برش ۽ رنگ کڻي زندگيءَ جي تلخين کي ڪاغذ تي پينٽ ڪرڻ ۾ لڳي ويو.

پيءُ جي بينو ويلنٽ فنڊ جا ڪجهه پئسا مليس. انهيءَ مان گهر جو گهربل سامان وٺي هڪ ڪمرو پنهنجي رهائش لاءِ چونڊيائين ۽ باقي گهر کي آرٽ گئلري ۾ تبديل ڪري ڇڏيائين. وقت، حالتن ۽ روين جي ڪري هن جي پينٽنگ ۾ ڏاڍي گهرائي ۽ رنگن ۾ ڪمپوزيشن اچي چڪي هئي. ائبسٽريڪٽ ازم ۾ به وان گاگ وانگي ڪيترين معنائون ۽ مفهوم پيدا ڪري وٺندو هو. هن چاهيو ٿي ته زندگيءَ جا سمورا رنگ ڪينواس تي پلٽي، دنيا جي اڳيان آڻي. ائين رنگن جي امتزاج ۾ هڪ رنگ هن جي زندگيءَ ۾ به آيو ۽ اهو رنگ هيو فوزيه جو. فوزيه وارا تازو هن جي پاڙي ۾ ڪرائي تي اچي رهيا هئا. هن ڪڏهن سوچيو به ڪونه هو ته ڪير زندگيءَ جي سفر ۾ ائين گڏبو. يونيورسٽيءَ ۾ هر ڪو پنهنجي ڪم ۾ مگن. ڇوڪريون ته پاڻ کي الائي ڇا سمجهنديون هيون. هن کي به پنهنجي آرٽ تي ناز هيو. ڪم ۾ ايترو محو هوندو هو جو ڪيڏانهن ڏنائين به ڪونه. فائينل بعد زندگي ڪڏهن اهڙو موقعو ئي ڪونه ڏنو هيس.

هڪ ڏينهن هي پنهنجي ڪم ۾ مگن هو ته ڪنهن جي ڪنگهڪر ڏيان ڇڪايس. سندس گهر جي اڱڻ ۾ هڪ ڇوڪري بيٺي هئي.

"السلام عليڪم."
"وعليڪم السلام." هن برش ۽ ڪلر باڪس رکندي، ڪجهہ حيرت واري انداز ۾ چيو.
"منهنجو نالو فوزيہ آهي. اسان سامهون وارو گهر ڪجهہ ڏينهن ٿيندا تہ ڪرائي تي ورتو آهي. توهان جو نالو........"
"مجيب" هن چشمو ٺيڪ ڪندي چيو.
"آئون توهان کي ڏسندي پئي آهيان. پينٽنگس وغيره ڪٽي ايندا ويندا آهيو. مصوريءَ سان مون کي بہ ڪافي لڳاءُ آهي. سواچ سوچيم، ٿورو توهان جو ڪم بہ ڏسي وٺان."
فوزيہ هن جي مختلف پينٽنگس کي ويجهو وڃي نهاريندي رهي ۽ هي ڪيس ڏسندو رهيو.
"هي ڪم مون تازو شروع ڪيو آهي. اڳوٽيون گهٽيون پينٽنگس ختم ٿي ويون." هن ڪيس ٻڌايو.
"توهان چانهہ پيئڻ پسند ڪندا؟" هن صلاح هٽڻ واري انداز ۾ پڇيو.
"نہ نہ مجيب صاحب، تڪليف نہ ڪجو. آئون چانهہ گهٽ پيئندي آهيان" فوزيہ انڪار ۾ هٿ لوڏيندي چيو.
"ڪٿان وٺي اچڻي ڪونهي. آئون پاڻ ئي ٺاهيندس."
"نہ نہ ريئلي، آئون هينئر چانهہ پي آئي آهيان. ضرورت ڪانهي."
"خير آهي توهان جي بهاني اسين بہ پي وٺنداسين." هي رڌڻي ۾ هليو ويو تيستائين هوءَ سندس ٺاهيل پينٽنگس ڏسندي رهي.
"توهان آرٽ جي ڪهڙن ڪهڙن شعبن ۾ ڪم ڪريو ٿا؟" فوزيہ چانهہ جو مگ وٺندي پڇيو.
"اصل ۾ اسان کي پينٽنگس، اسڪلپچر، سيرامڪس ۽ ڊزائيننگ سڀ پڙهائيندا هئا، پر منهنجو گهڻو ڪم پينٽنگس ۾ ٿيل آهي."
"پر هاڻي تہ ميڊيمس تبديل ٿي رهيا آهن. ڪمپيوٽر جي اچڻ کان پوءِ ڏاڍي تبديلي اچي ويئي آهي. توهان بہ پنهنجي ڪم جو انداز تبديل ڪريو نہ." فوزيہ صلاح ڏني.
"پر اصل پوءِ بہ اصل آهي." مجيب پنهنجي راءِ ڏني.
"ها اهو صحيح آهي. منهنجي خيال ۾ مائيڪل اينجلو، ڊاونچي ۽ پڪاسو جون پينٽنگس ۽ اسڪلپچر اصليت جي ڪري مشهور آهن." فوزيہ وارن کي ٺيڪ ڪيو.
"خير اٿين تہ گل ڄي، چغتائي ۽ سنڌ ۾ ناگوري ۽ بين بہ بهتر ڪم ڪيو آهي." مجيب برش ۽ ڪلر باڪس پاسي تي رکندي چيو.
"ها انهن جون پينٽنگس سٺيون آهن. پر مائيڪل اينجلو تہ ڪمال آهي." فوزيہ چانهہ جو خالي ڪپ رکندي چيو.
"انهيءَ کان انڪار ڪونهي. پر پوءِ ميڊيم تبديل ٿيا آهن. پينٽنگ تہ قديم زمانن کان ٿيندي رهي آهي، پر هر دؤر ڪو نئون ميڊيم اختيار ڪيو آهي."

"اهڙيون ڪا پينٽنگ جيڪا توهان ٺاهڻ چاهيندا هجو."

"آئون چاهيان ٿو ته ٻڌ ڌرم جي فلسفي کي پنهنجي تخليق ۾ آڻيان ۽ هڙاپا، گنڌارا ۽ موهن جي دڙي جي تهذيبن کي ڪينواس تي چٽيان."

"توهان جا خيال تمام سٺا آهن." فوزيه اٿندي چيو.

"مهرباني، ماڻهوءَ جي سوچ هميشه بلند هجي، پر توهان ڪيڏانهن؟"

"گهر وارا ڳولهڻ نه نڪرن، ڪجهه دير ٿي ويئي. وري ڪنهن ٻئي دفعي، توهان اچو نه اسان جي گهر." فوزيه کيس دعوت ڏيندي چيو.

"ها ضرور، ڪڏهن ٽائيم ڪڍي اچبو." هي به اٿي بيٺو.

ائين هنن جي ميل جول معمول بڻجندي وئي ۽ هي هڪ ٻئي کي ويجهو ٿيندا ويا. هن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي آئي ته آرٽ ۽ ادب سان چاهه رکندڙ فوزيه ذاتي زندگيءَ ۾ ڇو نه نڀائي سگهي، جو هڪ سال اندر طلاق ٿي وئي. پر هڪڙي ڳالهه هن شدت سان محسوس ڪئي ته فوزيه هن جي دل ۾ ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ٻئي جاءِ ٺاهيندي ڪيترا ڀيرا هن کان ذاتي زندگيءَ بابت پڇيائين ۽ هن محسوس ڪيو هو ته فوزيه هن جي زندگيءَ ۾ شامل ٿيڻ جي خواهشمند هئي پر هي پنهنجي مجبورين تحت فيصلو نه ٻئي ڪري سگهيو.

پنهنجي معمول جي ڪم دوران هن هڪ ڏينهن اخبار ٻئي پڙهي ته سنڌس هڪ ڇاتل سڄاتل تصوير تي نظر پئي. ڪيپشن پڙهيائين ته خبر پيس ته اهو هن جو دوست سهيل هيو جيڪو اي ڊي او ٿي سنڌس ئي شهر آيو هو ۽ ڪنهن تقريب ۾ انعام ورهائي رهيو هو. هن جي خوشيءَ جي حد نه رهي. ڪيترن سالن پڄاڻان دوست ائين دربيهي ايندو هن سوچيو به نه هو. ٻئي ڏينهن سنڌس آفيس پهتو. ڏاڍي اڪير سان مليا. زماني جي حالتن گهڻو ڪجهه تبديل ڪري ڇڏيو هو. سهيل جي ڪارن وارن ۾ چانديءَ لهي چڪي هئي ۽ هيءُ به گهڻو نبل ٿي چڪو هو. هن زندگيءَ جا تلخ تجربا سهيل سان شيئر ڪيا.

"پوءِ هاڻي زندگي ڪيئن پئي گذري؟" سهيل آفيس جي مختلف ڪاغذن تي صحيح ڪندي پڇيو.

"بس اهي پينٽنگس وڪرو ٿينديون آهن ته گذارو ٿي ويندو آهي."

"پر اهو ته نه هجڻ جي برابر آهي." سهيل ڪرسيءَ تي رليڪس ٿيندي چيو. جواب ۾ هي ڪوڙي مرڪ چهري تي آڻي سگهيو هو.

"آئون ڪهڙي مدد ڪري سگهان ٿو." سهيل سواليه نظرن سان ڏٺو. سموري غربت ۽ احساس محروميءَ جي شدت هن جي سيني مان ڇلڪي پئي. يڪلخت چيائين "يار توهان وٽ ضلعي ۾ ٽي ريسٽ هائوس آهن ۽ ٻيون ڪوڙ آفيسون به منهنجون پينٽنگس خريد ڪندا ته ڪافي ٿيندو." هن محسوس ڪيو سهيل سان هن جو بي حجاب ٿي ڳالهائڻ هن کي نه پئي وڻيو- يار چوڻ تي هن جي چهري جا تاثرات ئي بدلجي ٿي ويا.

"ڊي سي او صاحب سان منهنجي سياڻي ميٽنگ آهي. آئون ڪوشش ڪندس ته پرميشن وٺان ريسٽ هائوس لاءِ باقي في الحال تون منهنجي آفيس لاءِ ڪجهه پينٽنگس موڪلي ڏجان."

هن کي اميد جا ڪرڻا نظر آيا. پر وقت سان گڏ اهي به اجهامي ويا. سهيل صرف چار پينٽنگس خريد ڪيون ۽ انهيءَ جو به خاص اجورو ڪونه ڏنائين. هي آسرو پلي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو.

ڪشمڪش ۽ وڌندڙ مهانگائيءَ ماڻهن کي ايترو ته پنهنجي ڪن ۾ گهيري ورتو هو جو آرٽ جي ڪمن کي ڪير به پڇڻ وارو نه هو. بي نظير جي شهادت بعد جهڙيءَ ريت ان جي تصويرن جي وڪري ۾ تيزي آئي هئي. ان کي ڏسي هن به ڪجهه تصويرون محترمه جون ٺاهيون. پر ايترين مهانگين تصويرن کي ڪير به وٺڻ وارو نه هو. هن چاهيو ٿي ته ڪنهن نموني ڪٿان نوڪريءَ جو بندوبست ٿئي يا ڪاروبار هلي پئي ته زندگيءَ جي لهندڙ سج واري سفر ۾ فوزيه جو ساٿ حاصل ڪري. پر اميد جو ڏيئو ڪٿان به روشن ٿيندي نظر نه ٿي آيس.

هڪ سال جي وقفي بعد هي مجبور ٿي، سڀئي سڀئي پينٽنگس کڻي مختلف شهرن جي سرڪاري ۽ غير سرڪاري آفيسن ۾ وڪرو ڪرڻ لاءِ وڃڻ لڳو. نه چاهيندي به هي آرٽ کي ڪاروباري رمزن ۾ آڻي رهيو هو. فن ۽ آرٽ جي بي ساختگيءَ کي ترڪ ڪندي، گراهڪ جي موڊ مطابق دڪاندار وانگر ڪوڙي مسڪراهٽ منهن تي آڻي ٿي پيس. ماڻهن جي آرٽ بابت عجيب عجيب راين تي به هائوڪار ٿي ڪرڻي پيس. پر هن جي آرٽسٽ انسان نه چاهڻ ڪيتري ملامت ٿي ڪئي. ڪئين پيرا خيال ڪيائين ته "ائين پنهنجي تخليق کي نڌڻڪو ڏسڻ کان بهتر آهي، کو پيو ڏنڊو ڪجي." گهڻن ڏينهن کان پينٽنگس ٺاهڻ بند ڪري ڇڏيون هئائين. جيڪي ٺهيل هيون، انهن کي ڪيئن به ڪري گهٽ وڌ قيمت تي کپائيندو ٿي ويو.

اڄ گهڻن ڏينهن کان پوءِ باقي بچيل پينٽنگس کڻي پنهنجي دوست ڏانهن روانو ٿيو. جيڪو هاڻي پئي هنڌ ڊي سي او هيو. دل ۾ اهو خيال ور ور ڪري ٿي آيس ته ضلعي جو بالا آفيسر آهي. اڄ سندس پينٽنگس ضرور ڪنهن نه ڪنهن سرڪاري فنڊ جي مد ۾ آفيسن کي وڪرو ڪرائي ڏيندس. ڪارڊ موڪليائين. ڪجهه دير بعد سڏ ٿيس. سموريون پينٽنگس ٻاهر گارڊ جي ڪرسيءَ وٽ رکي اندر ويو. آفيس مختلف آفيسرن ۽ سياستدانن سان پيري پئي هئي. سهيل جي ٽيبل جي پر وارين ڪرسين ۾ ڪابه ڪرسي خالي نه هئي. هي سهيل سان هٿ ملائي پاسي تي پيل صوفا سيٽ تي وڃي ويٺو. سهيل مختلف ماڻهن سان ڳالهائيندو آفيس جا ڪاغذ به صحيح ڪندو ٿي ويو. جيڏانهن نظر ٿي ڪيائين، آفيسر سيئنجي ٿي ويا. سياستدان آس وندين اکين سان نهاري رهيا هئا. چانهه آئي، هڪ ڪرسي ٽيبل جي پرواري خالي ٿي ته هي ان تي وڃي ويٺو. رسمي خبر چار بعد هن عرض ڪيو. "سر! ڪجهه پينٽنگس آهن. توهان ڏسو توهان جي آفيس ۽ باقي آفيسن ۽ سرڪٽ هائوس لاءِ خريد ڪندا ته مهرباني ٿيندي." سوچيائين، جيڪو ماڻهو منهنجي سهاري هتي پهتو اڄ مجبورًا تنهن کي يار بدران سر تو چوڻو پوي.

"پلي توهان تصويرون ڏيکاريو هي منهنجا آفيسر دوست ويٺا آهن ۽ ڪجهه ٻيا ماڻهو بہ آهن. تي سگهي ٿو ڪو وٺي."

جواب ۾ هي صرف مصنوعي مرڪ سان مسڪرائي ٻاهر ويو ۽ تصويرون کڻي آيو. هر هڪ پيئنٽنگ ڪڍي ٻاهر رکيائين. "سر آئون سامهون صوفا سيٽ تي ڊسپلي ڪريان ٿو انشاءالله توهان کي ضرور انسپائر ڪنديون."

هن ڪجهه تصويرون کڻي صوفا سيٽ جي مٿان ديوار تي ٽنگي ڇڏيون. مختلف فريمن ۾ سنڌ جي غربت، افلاس ۽ رهڻي ڪهڻي ڇلڪي رهي هئي.

"سر هي آئل ڪلر ۾ ٺهيل آهن. سنڌ جي مختلف خطن جي عڪاسي ڪن ٿيون. اتر، لاڙ ٿر، ڪاڇو وچولو." هر هڪ تصوير تي هٿ رکندي ٻڌائيندو ويو. سيني آفيسرن جو ڌيان تصويرن ڏانهن هيو. ٻيءَ لائين ۾ ٻيون تصويرون رکيائين. "سر هي واٽر ڪلر ۾ ٺيل آهن." ٻيءَ قطار ۾ سڄي سنڌ پلٽيل هئي. "سر هي سنڌ جا مختلف لينڊ اسڪيپ آهن."

"سر هنن تصويرن ۾ مايوسي ۽ رنگ جي ڳاڙهاڻ وڌيڪ آهي."

هڪ نوجوان آفيسر سهيل جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو تہ هن وضاحت ڪئي: "هر آرٽسٽ پنهنجي آسپاس جي ماحول تي وڌيڪ فوڪس ڪندو آهي. هينئر سنڌ ۾ غربت ۽ افلاس وڌيڪ آهي، انهيءَ ڪري مايوسي تہ ماحول ۾ آهي ۽ حالتون بہ صحيح ڪونهن، انهيءَ ڪري ڳاڙهاڻ انهيءَ حالت جي عڪاسي ڪري ٿي."

سهيل صرف ڪاڌيءَ تي هٿ ڏيئي ڏسندو رهيو.

"سر ڪجهه ٻيون بہ تصويرون آهن." هن ٻين پيئنٽنگس جا نمونا ڪنيا. هڪ پيئنٽنگ پنهنجي سيني اڳيان جهليائين. ڪنهن پيئنٽنگ ۾ لکيل بيت پڙهيو "الا ڏاهي مَرَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن."

"اڃا هي بيت جي مٿان جيڪا تصوير آهي، اها ڪنهن جي آهي" سهيل پڇيو.

"سر هي ائبسٽريڪٽ آرٽ آهي. شاهه صاحب جي سٽ ۾ جيڪي ڪيفيتون آهن، انهن کي هتي ظاهر ڪيو ويو آهي." مجيب وضاحت ڪئي. ٻي پيئنٽنگ ڪنيائين. "گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا" ٽين پيئنٽنگ "جنهن دل پيتا عشق دا جام سا دل مست و مست مدام." چوٿين "تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهه ڪانهي ويل ويهڻ جي." پنجين "سائينم سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سڪار".

"هي پيئنٽنگس ڪو واضح ميسج تہ ڪونہ ٿيون ڏين." نوجوان آفيسر وري پنهنجي هوشياري ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي. تہ هن وضاحت ڪئي: "جيڪا ڳالهہ توهان سڌيءَ طرح چئي نٿا سگهو تہ انهيءَ کي مبهم رکي سگهو ٿا. علامتن ۾ چئي سگهو ٿا. اهي جيڪي تحريڪون ريئلزم، ائبسٽريڪٽ ازم، امپريشنزم، ماڊرن ازم، سريئلزم هليون هيون، هي آرٽ انهيءَ تسلسل جي ڪڙي آهي. هر تحريڪ اظهار جو هڪ ذريعو آهي."

"اجا پيون آهن؟" سهيل پڇيو.

"جي سر، ڪجهه جاميٽريڪل ڊزائينس ۽ اسلامي ڪيليگرافي آهي."

"ڏيکاريو."

جاميٽريڪل ڊزائينون ڊسپلي ڪرڻ بعد اسلامڪ تصويرون ڏيکاريائين، جن ۾ الله جا نالا ۽ آيتن تي ذريءَ جو ڪم ٿيل هيو.

"سر هن ۾ ڪنهن به قسم جو ڌاڳو استعمال ٿيل نه آهي ۽ صرف ذريءَ تي ڪم ٿيل آهي."

"هي توهان ٺاهيون آهن." هڪ وڏي پيٽ واري اڌڙوٽ آفيسر پڇيو. "جي سائين." هن ڪنڌ لوڏيو.

"واهه واهه" واڪاڻ ڪندي، ٻين سان اکيون نه ملائي سگهيو سيٺي جي چهرن تي معنيٰ خيز مرڪ هئي. ڇوته اهو نيڪ نمازي رشوت ۾ سيٺي کان وڌيڪ مشهور هيو.

"اِٽ اِز اوڪي." هن اڳتي جهڪندي، سيٺي ڏانهن مسڪرائي ڏٺو ۽ پنهنجيءَ جاءِ تي اچي ويٺو.

"ڪم ته بظاهر محنت طلب آهي، پر اڄڪلهه جي دور ۾ انهن شين جي عزت نه رهي آهي. ڪمپيوٽر ماڻهن جي مزاج کي تبديل ڪري ڇڏيو آهي." سهيل تبصرو ڪيو.

هن جي دل ۾ ڪيئي خيال آيا. سوچيائين ته ڪيس لاجواب ڪري سگهان ٿو پر وري هن جي تخليقي انسان اڳيان ڪاروباري انسان اچي ويو ۽ هي نه چاهيندي به مسڪرائڻ لڳو. "پر ڪي توهان جهڙا قدردان به ته ويٺا آهن." هن کي اهڙي چيل جملي تي پاڻ کي شرم محسوس ٿيڻ لڳو.

"آرٽ جو معاشري ۾ هاڻي اهو عمل دخل رهيو ئي نه آهي." جنهن آفيسر ذري ذري رايا پئي ڏنا، انهيءَ پنهنجيءَ اڪابري ڏيکاري.

"سر ائين ڪونهي. فن مصوري ذريعي معاشري، تهذيب، رسم و رواج، رهڻي ڪهڻي ۽ سوچ ويچار جي عڪاسي ڪري سگهجي ٿي." هي پاڻ کي روڪي نه سگهيو.

"هاڻي ڪوڙ سارا چينل اچي چڪا آهن. انهيءَ کان پوءِ ڪا به ڳالهه لڪل رهي ڪونهي. منٽن ۾ معلومات دنيا ۾ ڦهلجي وڃي ٿي." ساڳئي آفيسر بحث ڪيو.

"اها ميڊيا جي ترقي آهي. آرٽ کي پنهنجيءَ جاءِ تي دائميت آهي. اڄوڪي اخبار سڀاڻي ردي هوندي ۽ هيءَ شيءِ ڏهن سالن کان پوءِ به ساڳي اهميت سان رهڻي آهي."

"ها اها ڳالهه آهي." هاڻي آفيسر مات کائيندي ڏسي ڊپلوميسي اختيار ڪئي.

"خير مجيب صاحب! توهان انهن جا ريٽس ٻڌايو. اسان کي وري ميٽنگ ۾ ويهڻو آهي." سهيل آيل ڳالهه ڪرڻ صحيح ڪندي چيو.

"سر توهان کي هي شيون ضرور پسند آيون هونديون. ايتري مهرباني ڪجو جيئن مون کي ڪا به پينٽنگ واپس کڻي وڃڻي نه پوي. قيمت به ايتري خاص ڪونهي."

"وري به توهان ٻڌايو." سهيل اصرار ڪيو.

"سر هي اسلامي ۽ جاميٽريڪل پنج سؤ جي جوڙي آهي ۽ باقي ٻيون سڀ هزار روپئي ۾ جوڙي آهي."

"يار اسين گورنمينٽ ملازم آهيون، ايتري قيمت افورڊ نہ ڪري سگهندا سين."

"سر هي فريم ۽ شيشا ڏاڍا مهانگا آهن ۽ هاڻي تہ ڪلر بہ مهانگا ٿي ويا آهن."

"اهو تہ صحيح آهي، پر اها قيمت جام آهي، هي زميندار وٺي سگهن ٿا، اسان تہ ملازم ماڻهو آهيون." ويٽل سياستدانن ڏانهن اشارو ڪيائين.

"سر وس وارا آهيو." دل ۾ سوچيائين تہ چوانس تہ هڪڙي روڊ جي ٺيڪي ۾ تنهنجو ڪلرڪ بہ ڏهہ هزار کان گهٽ رشوت ڪونہ ٿو وٺي. سڄي ضلعي جي فنڊز جي ڪيتري ڪميشن تنهنجي ۽ ماتحتن جي پيٽ ۾ ويندي هوندي.... پر زهر جو ڍڪ پي، خاموش ٿي ويو.

سهيل ويٽل آفيسرن ۽ وڏيرن ڏانهن نهاريو سيني ڪي چپ جو نانگ ڏنگي ويو هو. هرڪو پنهنجي موبائيل ۾ مشغول ٿي نظرون چورائڻ ۾ پورو هو. نيٽ وٽجنديءَ انهيءَ نوجوان آفيسر چيو: "سر ايتري ۾ تہ ڪوئي ڪونہ وٺندو. اڄڪلهہ سؤ ڏيڍ سؤ ۾ انهيءَ کان ڀليون تصويرون ملي وينديون آهن."

"پينٽنگ ۽ تصوير ۾ فرق آهي، جينٽل مين." هن ڪي وهلور آيو تہ پر ۾ پيپل پينٽنگ ڪٽي ڀوڻ واري وهائي ڪڍيس.

"مجيب يار هينئر بجيٽ جي ڪلوزنگ ٿي چڪي آهي. نئين بجيٽ اچا ضلعي مان پاس ڪونہ ٿي آهي، نہ تہ توهان جون ڪجهہ پينٽنگس ضرور اسان آفيس ۽ ريسٽ هائوس لاءِ خريد ڪريون ها. توهان ٻئي ڀيري ٽراءِ ڪجو اسين ونگار وهي ويندا سين."

"ونگار وهڻ جي ڪا ضرورت ناهي، مسٽر سهيل! هي منهنجي محنت آهي، نيڪسٽ ٽائيم ٽراءِ جي نوبت ئي ڪا نہ ايندي. توهان جي مهرباني!" هي اٿيو پينٽنگس سهيڙي ٻاهر نڪرڻ لڳو.

"مجيب!" پويان سهيل سڏ ڪيو.

هن مُڙي پوئتي نهاريو.

"ڊرائيور کي چوان ٿو توهان گاڏيءَ ۾ بنگلي تي وڃو. ماني کائي، پوءِ وڃجو." سهيل هن سان نظرون ملائي نہ سگهيو.

"نو ٿينڪس. مجيب ماڻهن کي ماني پيڙا ڪندو آهي، ڪنهن جو ٽڪريل نہ رهيو آهي." هي ٻاهر نڪري هليو ويو.

"صاحب چانهہ" ٻيري جي سڏ هن کي يادِ ماضيءَ مان حال جي وهڪري ۾ آڻي ڇڏيو. چانهہ جو ڪپ وٺي، رکي سوچيائين: "واپسيءَ جو ڪرايو ڪيئن ڪندس."



Address:
Thar Kitab Ghar
Mithi, Dist. Thar parkar, Sindh.



# بي رنگيءَ ۽ رُکي زندگيءَ جو اولڙو

پروفيسر ڊاڪٽر تهمينہ مفتي

"مرجهايل رنگ" جوعنوان ئي ٻڌائي ٿو تہ ڪهاڻيءَ ۾ بي رنگيءَ ۽ رُکي زندگيءَ جو ئي خاڪو چٽيو ويو هوندو. اباڻڪن ۽ اُداس وجودن جو جن کي غربت ۽ افلاس، بيروزگاري هر پل ڪِڙڪائي رهي آهي. اهڙين حالتن ۾ هڪ فنڪار ۽ فن سان جڙيل انسان جي حالتن کي بيان ڪيو ويو آهي. جيڪو نهايت ئي ڏکيوءَ منجهيل موضوع ۽ مسئلو آهي. اهڙو سماج جتي مصيبتن جا اجگر هجن ۽ بک جو راڪاس هجي، اتي رويا، احساس ۽ حالتون ڪهڙي دڳ ڏي وڃن ٿيون. جو هڪ فنڪار پنهنجي ملڪ ۾ غيرقانوني طور داخل ٿي سزا بہ ڪاٽي ٿو ۽ جيل بہ وڃي ٿو.

زندگيءَ جي هر شعبي تي، ڪمپيوٽر اثر ڇڏيو آهي ۽ فن (Art) بہ ان کان متاثر ٿيو آهي. فن جو اظهار مختلف ذريعن ۽ ميڊيمس ۾ ٿي رهيو آهي. اصول اهي ئي رهندا آهن، پر طريقا تبديل ٿي ويندا آهن. ڇا هڪ فنڪار کي اُهي طريقا ۽ ذريعا اختيار نہ ڪرڻ گهرجن؟ جڏهن تہ دنيا معاشي بحران جو شڪار ۽ پيچيدگين جي ور چڙهي وئي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ تخليقي ڪم جي حوالي سان وان گو جو بہ ذڪر ڪيو ويو آهي. ايڏي وڏي ۽ مشهور مصور جو نالو غلط لکيو ويو آهي. جو تہ ان جو اصل نالوVincent Vangough آهي. ڪهاڻيءَ ۾ انساني اسمگلنگ، ڪرپشن ۽ آفيسر طبقي جي رويي کي اجاگر ڪيو ويو آهي. جيڪو ترقي پذير ملڪن ۽ غريب ملڪن جو اهم مسئلو آهي. فن ۽ ادب سان پيار ڪندڙ بہ انسان آهن. اُهي حالتن جو شڪار ٿي سگهن ٿا. جيئن فوزيہ ڪيو. دوستي، احسان ۽ محبت جي ڌاڳن سان اُڻيل هيءَ ڪهاڻي پنهنجي خارجي ۽ داخلي ڪيفيتن ۾ اڻ پوري آهي. ڪهاڻيءَ ۾ تجربي ۽ مشاهدي جي کوٽ نظر اچي ٿي. ڪهاڻيءَ ۾ فوزيہ هڪ طلاق يافتہ عورت آهي ۽ فنڪار کي هن سان چاهت آهي، پر مجبوريون گهڻيون آهن. ڪهاڻيءَ ۾ حقيقت

پسنديءَ جو لاڙو نمايان ڏسجي ٿو. جڏهن تہ ڪٿي ڪٿي ٻوليءَ طرف بہ ڌيان گهٽ ڏنو ويو. ڪهاڻيءَ جون آخري سٽون، ڪريل سنڌي ٻوليءَ جو مثال آهن. وهلور لفظ کي مطلب ۽ معنيٰ جي حوالي سان غلط ڪتب آندو ويو آهي، جيئن "هن کي وهلور آيو تہ پر ۾ پيينٽنگ ڪٽي، ٻوٽ واري وهائي ڪڍيس."

"مصيبت ماريل ماڻهن کي ماني پيڙا ڪندو آهي، ڪنهن جو تڪريل نہ رهيو آهي." بيري جي سڏ هن کي ياد ماضيءَ مان حال جي وهڪري ۾ آڻي ڇڏيو."

ڪمزور پلاٽ ڪهاڻيءَ کي بي اثرائتو بڻائي ڇڏيو آهي. مجيب سهيل کي ڪيئن، اعليٰ مقام تي پهچايو. تنهن جو ڪو تفصيل موجود نہ آهي. شاگرديءَ جي زماني ۾ ڪمري ۾ گڏجي رهڻ، شين جو گڏجي استعمال ڪرڻ ان زندگيءَ جي خاصيت آهي. مجيب جو سهيل کي ٽيوشن وٺي ڏيڻ اِهي ننڍا ننڍا ڪم زندگيءَ کي سونهن بخشين ٿا. مٿين ڪمزورين جي باوجود هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪن نڪتن کي ۽ مسئلن کي سامهون آندو ويو آهي. ڪهاڻيءَ جو عنوان بہ مرجهايل رنگ مناسب نہ آهي، جو تہ رنگ ڦڪا، ٻسا، شوخ ۽ گهرا ٿيندا آهن، مرجهايل چهرا ۽ گل ٿيندا آهن.



# ڪجھ گذارشون

- سارنگا ۾ فقط اڻ ڇپيل مواد ڇاپڻ کي ئي ترجيح ڏني ويجي ٿي، ان ڪري مهرباني ڪري اڳ ڇپيل مواد نہ موڪليو وڃي.
- سارنگا ۾ مواد جي اشاعت لاءِ پرچي جي خريداري شرط نہ آهي ۽ نہ ئي پرچو خريد ڪرڻ جي معيار تحت ڪا تحرير ڇپڻ ممڪن آهي.
- سارنگا ڏانهن موڪليل ڪنهن بہ تحرير ۽ تخليق جي فقط اصل ڪاپي، صاف ۽ وڻيءَ سان لکيل اکرن ۾ موڪلڻ گهرجي. ڪا بہ موڪليل تحرير ڇپجڻ ۽ نہ ڇپجڻ جي صورت ۾ رڪارڊ جو حصو ٿي ويندي ۽ واپس موڪلي نہ سگهبي.
- اڪثر ليکڪ پنهنجي لکڻي/ تخليق تي گهٽو ڌيان نٿا ڏين. جنهن سبب انهن ۾ ڪي ڪچايون رهجي وڃن ٿيون. جيڪڏهن تحرير نئين سر لکڻ ۽ لکڻ کان پوءِ پڙهي درستيون ڪري موڪلي وڃي، تہ ليکڪ توڙي اداري، ٻنهي لاءِ سٺو تاثر جُڙڻ ۾ مدد ملندي.
- سارنگا ليکڪ جي بنيادي موقف، لکڻيءَ جي مرڪزي خيال اسلوب ۽ نڪتئہ نظر کي بدلائڻ جو قائل نہ آهي ۽ نہ ئي ائين ڪيو وڃي ٿو پر مئگزين جي پاليسي آهر ڪن ڳالهين کي ايڊٽ ڪرڻ، ڪن لفظن، جملن جي صحت يا انگن اکرن جي درستيءَ جو حق محفوظ رکي ٿو.
- سارنگا ليکڪ جي شخصيت عزت، انا، وقار ۽ شان جي تحفظ ۾ يقين رکي ٿو. ان ڪري پنهنجي لکڻين ۾ ڪنهن بہ ليکڪ توڙي شخص لاءِ لکيل تضحيڪ آميز جملن، لفظن توڙي ڳالهين کي پاڻ ئي ايڊٽ ڪري موڪليو وڃي تہ ٿورائتا رهنداسين.

سارنگا تخليقن ۽ لکڻين جي علمي تجزيي، تنقيد، ڳالهين ۽ موقف سان اختلاف جي کليءَ دل سان آجيان ڪري ٿو ۽ ان لاءِ پنهنجن مانوارن لکندڙن کي دعوت بہ ڏئي ٿو تہ سهپ ۽ رواداري لاءِ گذارش بہ ڪري ٿو. (ادارو)



# قسمت جي ڪهاڻي!

گوبند خوشحالاڻي

سنڌ ۾ سيٺ ڇيانند ڪي پنهنجي پرنٽنگ پريس هئي. هِتان هُتان گڏ ڪري سنڌيءَ ۾ ڪتاب ڇپائيندو هو. سنڌ جي پڙهيل طبقي سان سٺا تعلقات هئس. اصلوڪا ڪتاب تہ ٿورا ملندا هئس. پر ٻين پارٽي ٻولين توڙي انگريزيءَ جا شاهڪار چونڊي ترجمو ڪرائيندو هو. پاڻ پلي ليکڪ نہ هو ۽ نہ ئي سٺو مترجم ٿي سگهيو هو پر وشو پر جي شاهڪارن جي چونڊ ڪرڻ جيتري سوجهہ ٻوجهہ پوءِ بہ هُيس. سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪندڙ هن ڪي ملي ويندا هئا. ڪتاب عوام ۾ مقبول پوڻ لڳا ۽ ڌيمي ڌيمي پريس خود پورتيءَ جي ليول تائين پهچي وئي. هونئن بہ هن ڪڏهن پريس مان ڪمائي ادر پورنا جي اميد نہ رکي هئي. پريس جي عملي جون پگهارون ۽ ٻيو خرچ نڪري اچي، ان لاءِ ڪوشش ڪندو رهندو هو. باقي ٻيءَ طرح زمينداريءَ مان سٺي آمدني هوندي هئس ۽ سماج ۾ پريوار پريو پاڳيو ڳڻيو ويندو هو.

ائين وقت سٺو گذري رهيو هو تہ ديش جو ورهاڱو آيو. ڪيترن ڪٽنبن، يارن دوستن ۽ مٽن مائٽن ترت سنڌ ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو. مجبوري هئي، پر هن همراهہ وطن ڇڏڻ ڪان گويا نابري واري. ڪيترا ئي دوست ۽ عزيز ديش ڇڏي ويا. پر هن کي ائين لڳي رهيو هو تہ هو سڀ اجائي تڪڙ ڪري رهيا آهن. سنڌ ۾ اجا تائين ڪا رتوڇاڻ نہ ٿي هئي. ڀارت ۽ پاڪستان جي ٻين حصن مان ڪافي دڪدائڪ ۽ پيڙاجنڪ رپورٽون اچڻ لڳيون. پر هت گهٽي پاڳي سک شانتي هئي. هو چوندو هو: سنڌ ۾ هندو مسلم ڀائيچارو دنيا لاءِ مثال ٿي رهندو. هت رت وچوڙو ٿيڻو نہ آهي. پريس جي ڪاريہ ۾ ماٺائي اچي رهي هئي. ان کي وڌائڻ لاءِ ڪجهہ يوجنائون ڳولهڻ لڳو.

هن جو ورڪنگ پارٽنر هڪ مسلمان عمر قاسم هو. ان صلاح ڏني تہ هڪ هفتيوار اخبار ڪڍي وڃي، پر ٻين دوستن صلاح ڏني تہ اخبار لاءِ وقت موزون نہ آهي.

سياسي توڙي سماجڪ خبرن ۾ فرقيوار رنگ اچڻ ٿي آهي – صحيح يا غلط ريت اجايو سر درد ڪڍڻو پوندس. آخر ڏنڏي جي هڪ آئيڊيا آيس.

سنڌ ۾ مهاجرن جو اچڻ شروع ٿي ويو هو. ڪي پاسي وارين رياستن – پنجاب ۽ راجستان کان آيا ته ڪي ڏورانهن علائقن بنگال، بهار سوڊو بين پرين راجين مان. هو سڀ پنهنجو ٺانءُ ٺڪاڻو ڇڏي نامعلوم آئنده جي اونده ۾ ٿاڦوڙا هڻي رهيا هئا ته من ڪي روشنيءَ جا ترورا نظر اچن. ڪٿي ڪو پير ڪپڻ ۽ روزي روٽيءَ جي راه ڪلي. هنن ڪي دربدر ڏسي چيتانند جو گهر ٺڪاڻو نه ڇڏڻ جو ارادو پڪو ٿيندو پئي ويو. هنن جي قياس جوڳي حالت ڏسي هو تصور ڪرڻ لڳو ته سندس آئيندو به ڪجھ اهڙي ئي قسم جو هندستان ۾ ٿيندو. هتان ويل عزيزن ۽ دوستن سان اجا ڪو سمپرڪ قائم نه ٿي سگهيو هو.

پريس لاءِ نئين ڏنڏي جي آئيڊيا چيتانند ڪي هن ماحول مان آئي. بازار ۽ پناهگيرن جي بستين ۾ هن ڏٺو ته هو مڪاني ماڻهن سان ڳالهائڻ ۾ ڪافي تڪليف محسوس ڪري رهيا آهن. پنهنجي ڳالھ چڱيءَ طرح نه سمجهائي رهيا آهن ۽ هنن جي ڳالھ پاڻ نه سمجهي رهيا آهن. هنن جون الڳ الڳ ٻاشائون هتان جي ماڻهن ڪي سپاويڪ سمجھ ۾ نه پيون اچن. هيءَ تڪليف دور ڪرڻ لاءِ اِهو ضرور هو ته هُو مڪاني ٻولي سکن. جيئن نئين ماحول ۾ سماجڪ ۽ واپارڪ طور لھ وچڙ قائم ڪري سگهن. جيترو جلد اوترو سٺو. هن اپياس ڪيو ته مهاجرن مان گهڻا ٽٽا اردو ڳالهائي رهيا هئا. هن هڪ ڪتاب تيار ڪرڻ جو سوچيو ته اردو ۽ انگريزيءَ ذريعي سنڌي ٻولي سکي سگهجي. عمر قاسم سان ڳالھ ڪيائين:

"ٻائو! توهان جي ڳالھ صحيح آهي. ڪيترا مهاجر پڙهيل آهن ۽ اسان وارو پرائيمر وٺي جلد سنڌي سکي ويندا. روز مره جي چيزن جي فهرست پڻ ڏيڻ کپي."

"پر يارا ڪتاب لکندو ڪير؟ ڪيترا ليکڪ ۽ ودوان ملڪ ڇڏي ويا آهن. جيڪي آهن، انهن جو من ڊانوان ڊول هوندو."

"ان جي چنتا نه ڪريو. ٻه ٽي ڄڻا گڏجي لکنداسين. ڪجھ حصو توهان ته ڪجھ مان. ڪي ٻه ٽي پروفيسر ڪاليج مان هن ڪم لاءِ راضي ڪري ٿو اچان. ڪم سائنٽيفڪ نموني ٿيندو."

آخر پروجيڪٽ تي ڪم شروع ٿيو. هر رات ڪجھ ڪلاڪن لاءِ هنن جي بيٺڪ هلندي هئي. پروفيسر تاج ميمڻ ۽ طارق عليءَ پنهنجون شيوائون ڏيڻ لاءِ قبوليت ڏني هئي.

هڪ رات چيتانند ٻنهي پروفيسرن سان گڏ اوطاق ۾ مشغول هو. هو پرائيمر جي باري ۾ ڳالهائي رهيا هئا ته عمر قاسم سهڪندو اندر آيو. چيائين: "ٻائو! غضب ٿي ويو."

"ڇو ڇا ٿيو؟ ويھ ٿوري ساهي پٽ."

هو ويهي رهيو. "ٻائو! شانتيءَ سان منهنجي ڳالھ ٻڌجو."

"ها پلا، چئہ نہ ڪجهہ"

"توهان جي هرداسپور واري ڪيت تي مهاجرن قبضو ڪري ورتو آهي."

"اڙي باپ ڙي! ۽ هو بدرُو ۽ علي؟"

"علي تہ هجوم کي ايندو ڏسي پچي ويو. بدروءَ بحث ڪرڻ شروع ڪيو تہ هن کي مار ڪٽ ڪيائون. ڪافي چوٽون آيون اٿس."

"ڪٿي آهي؟" چيئانند اٿي ڪڙو ٿيو.

"سرڪاري اسپتال ۾."

"هل ڏسونس."

پروفيسر طارق هٿ پڪڙي ڪيس ويهاريو. "توهان ٻاهر نہ نڪرو. مان ۽ قاسم اسپتال مان چڪر هڻي ٿا اچون."

هو يڪدم ٻاهر نڪري ويا.

پروفيسر تاج ميمڻ چيو: "ڀائو! اسان جي ڳالهہ مڃو. توهان بہ هتان نڪري وڃو. حالتون هاڻ اسان سنڌين جي وس ۾ نہ رهيون آهن."

"يار! اسان جو ڪو وڏو ڪٽنب تہ ڪونہ آهي. ميان، بيبي ۽ هڪ ڇوڪرو. وقت پاس ٿي ويندو."

"ائين نہ آهي. ٽينشن ۾ رهڻ مان ڪهڙو فائدو؟ گهڻو وقت ائين جي سگهبو؟"

"ٽينشن تہ ضرور آهي. هي جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو آهي، سو بہ اٿهوند جي ٽينشن جو ئي نتيجو آهي. يار! اتي بہ تہ ڪجهہ ٺهيو نڪيو حاضر نہ آهي. هٽ هنن جي حالت ڏسڻ کان پوءِ لڳي ٿو تہ اتي اسان سان بہ اهي ئي عقوبتون ٿيڻيون آهن. ورهاڱي ٻين سينې کي زمين ڏني. اسان لاءِ هڪ ٽڪر بہ ڪونهي. هيڏي وڏي ملڪ ۾ ڪٿي پٽڪنداسين. ڪهڙي خبر ڪٿي ڇا رکيو آهي."

"ڏسو وقت جي تقاضا آهي تہ حقيقت شناس ٿيون. جان ۽ ڌرم ٻئي بچائڻا آهن."

"يار! اتي وڃڻ سان جان بہ بچندي، ڌرم بہ بچندو سو تہ ٺيڪ. پر عزت ۽ غيرت سان رهڻ ملندو ان جي ڪهڙي خاطري؟ عزت ۽ غيرت کان مٿي تہ ڪا ڳالهہ ڪونهي. هٽ مهاجر وڙهي سڙهي پنهنجي لاءِ ڪو رستو ڪيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. مرڪزي سرڪار بہ سندن پٺي جُڙي. غير سنڌيءَ پر اُتي اسان جو ڪير؟ وڙهي تہ اسان ڄاڻون ڪونہ"

پروفيسر هٿ جوڙيندي چيو: "اهوڪين حالتن جي مدنظر عزت ۽ غيرت جي تہ هٽ بہ ڪا خاطري نٿي ڇئي سگهجي. ڏسو نہ ملڪيت هن ريت ويندي ٿي رهي. جيڪڏهن جهڳڙا ڪريون يا ڪيس ڪريون، تڏهن بہ انصاف ملندو يا نہ ڪهڙي خاطري؟"

ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ پروفيسر طارق ۽ قاسم موٽيا اُهي ٻئي ڏاڍا گهبرايل هئا. ٻڌايائون تہ بدرو ويچارو تہ زندگي ۽ موت جي وچ ۾ لٽڪي رهيو آهي، پر ان کان

وڏيڪ ڏهڪائيندڙ خبر بي آهي. مهاجر ڇيتانند تي حملي جون ڳالهيون ڪري رهيا آهن. هنن جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن سنڌ ۾ هوندو ۽ جيئرو هوندو ته ڪڏهن به قاعدي سر يا ٻيءَ ريت پنهنجي زمين واپس هٿ ڪري سگهي ٿو.“

ڇيتانند گهبرائجي ويو. ”يارا هي ته پنهنجي ئي ديش ۾ شرنارٿي ٿي وياسين. زمين ويئي. ته روزي روٽيءَ جو سوال آهي.“

پروفيسر چيو: ”ڏسو! ڳالهه دل سان هنڊائجو. جيڪڏهن توهان زمين هميشہ لاءِ هنن کي ڏيئي به ڇڏيو ته ڪهڙي خاطري آهي هو توهان کي سک سان رهڻ ڏيندا؟ وري ٻيو گروپ مڪان ۽ پريس لاءِ اچي سگهي ٿو. اسان توهان جا سڄڻ آهيون. پر وقت پوڻ تي اسان توهان لاءِ ٻاهرين کان ڪيترو بچاءُ ڏيئي سگهنداسين. سو چئي نٿو سگهجي.“

قاسم چيو: ”پاڻو! اڳ ئي هو اسان جي پٺيان آهن. چون ٿا واڻين کي بچاءُ ڏيئي ويٺا آهيون ۽ غير مذهبي ڪم ڪري رهيا آهيون. واڻيا وڃن ته مڪانَ خالي ٿين، جيئن ڪين اجهو ملي.“

تاج ميمڻ چيو: ”ڏسو يارا خود اسان سنڌي مسلمان تڪليفون سهي رهيا آهيون. هُنن جي رهائش ۽ ڪاڏي پيتي جو سرڪاري طرح مڪمل خاطر خواهہ بندوبست نہ ٿيو آهي. روزگار جو سوال الڳ آهي، پريشر سماجڪ ريت ته ٺيڪ، پر آرٿڪ ريت به بهرحال اسان تي ئي آهي. اڳتي هلي شل پاڻ ۾ جهڳڙا ۽ وِواد نہ ٿين.“

ڇيتانند آهستگي سان چيو: ”هو ته ٿوري ٿوري تي هنسا تي لهي ٿا اچن.“ ائين ڪجهه وقت هنن جون ڳالهيون هلنديون رهيون. ڇيتانند گهبرائجي ويو هو. ڪافي دير ٿي چڪي هئي. ٻئي پروفيسر موڪلائي هليا ويا. پر قاسم رات ڇيتانند سان گذارڻ پسند ڪئي.

آخر ڇيتانند کي سنڌ ڇڏڻي پيئي. هن مڪان سوڌو سموري ملڪيت جا سڀ ڪاغذ قاسم کي ڏيئي ڇڏيا. ان اميد تي ته قاسم شايد هنن کان ٻنين جو قبضو واپس حاصل ڪري سگهي. جيڪڏهن ايشور چاهيو ۽ واپس آياسين ته قاسم کان سڀ ڪجهه موٽي ملي سگهندو. پنهنجو ئي ته ماٺهو آهي. پريس به هُن جي نالي ڪري ڇڏيائين. ان انجام تي ته ڪجهه به ٿي پوي، قاسم هن کي دستور موجب هلائيندو رهندو.

ڇيتانند سنڌ مان سڌو بامبي آيو. ڪجهه سال ٻين وانگر دربدر ٿي رهيو پر وري به ٻين کان چڱو هو. چاڪاڻ ته پاڻ سان سڀ روڪڙ ۽ سون مين وغيره کڻي آيو هو. هن ڏس ۾ کيس قاسم ۽ ٻنهي پروفيسرن سٺي مدد ڪئي. ڪجهه سالن کان پوءِ سينگاپور وڃڻ جو چانس ملي ويس ته هليو ويو. اتي هن جا پير ڪپڻ لڳا ته پتني ۽ پُٽ کي به گهرائي ورتائين. ائين هن کان پريس ۽ قاسم ته ڇا. سنڌ به وسري ويئي. نئين سر آئينده کي اڏڻ ۾ لڳي ويو. نئين ملڪ ۾ پير کپائڻ لاءِ ڪافي جفاڪشي ۽ محنت ڪيائين.

سنگاپور ۾ پنجويهن سالن کان مٿي ٿي ويس. ان وچ ۾ ڪڏهن ڪڏهن بامبي ايندو هو. هاڻي جڏهن ڏنڏو سٺي نموني پختي پايي تي هلي رهيو هوُ ته هن سڀ ڪجهه پُٽ کي سونپي، پاڻ پارٽ ۾ ڪانيڪو تيڻ جو ويچار ڪيو. عمر ۽ صحت ساٿ نه ڏيئي رهيون هيس. وري پٽس ڏنڏو سٺي نموني قابليت سان هلائي رهيو هو. پاڻ سان گڏ ويهاري، هُن کي سٺي ٽريننگ ڏيئي ڇڏي هئائين.

بامبي ۾ ڪار باندرا وستار ۾ فليٽ وٺي اچي رهيو. هت واندڪائيءَ ۾ هن کي سنڌ ۽ پنهنجي پريس جي ياد آئي. هن قاسم کي چٺي لکي. سنڌي سماج ۾ اٿڻ ويهڻ شروع ڪري ڇڏيائين. هن کي افسوس ٿي رهيو هو ته سنڌي ڪٽنب گهرن ۾ به پنهنجي ٻوليءَ جو استعمال نٿا ڪن. انگريزي نٿا ڳالهائي سگهن ته هنديءَ ۾ ٿا ڳالهائن ۽ ائين فخر ٿا ڪن، جيئن سنڌ ۾ هاءِ سوسائٽي وارا انگريزي ڳالهائڻ ۾ ڪندا هئا.

قاسم جو ليٽر آيو. چيٽانند جي چٺي ملڻ تي ڪافي خوشيءَ جو اظهار ڪيو هئائين ۽ ڪيس سنڌ مان چڪر هڻي وڃڻ جي دعوت پڻ ڏني هئائين. پريس جو ڪم ڪار سٺو پئي هليو. سرڪاري ڪم به سٺو پيو ملي ته واپاري طبقي مان پڻ پرنٽنگ جاب ورڪ چڱو ٿي آيو. ڪتابن ڇپائڻ جو سلسلو ته اڳي وانگر جاري هو. ائين چيٽانند کي وري ڪتاب ۽ اخبارون ياد آيون. هت اخبارون چڱي انداز ۾ نڪري رهيون هيون. ڪتاب به سٺي انداز ۾ ڇپجي رهيا هئا. پر بڪ اسٽال عدم پئدا هئا. هو خوش ٿي رهيو هو ته ڪتاب سڀ اصلوڪا آهن. هاڻ سوال هو ته جيڪڏهن وڪرو ڪونهي، ته ڪير ڪيترو لکندو ۽ ڪيترو ڇپائيندو سو ڪيترو وقت؟

اخبارن جا چندا ڀري گهرائڻ شروع ڪيائين، پر پڙهڻ ۾ مزو نه پئي آيس. لکڻين ۾ معيار ڪونه هو. ڪيترين اخبارن ۾ ليکڪن جي هڪ ٻئي تي ملامت وجهڻ وارا ليک اچڻ لڳا. "تون غلط مان صحيح" هن ريت ساهتڪ وِوادي ليک جي دراصل شخصي سطح تي وڌيڪ هئا. عوام ۾ ڪير پڙهندو؟ اخبارن جا صفحا گهٽ. هڻڻ ڪري ٻيو ڪو مواد پاڻڪن کي مليو نه پئي. هو انگريزي، هندي ۽ ٻين مڪاني ٻولين جي اخبارن ۽ مخزنن ڏانهن مائل ٿي رهيا هئا.

ڪجهه وقت جي اڀياس کان پوءِ هن محسوس ڪيو ته پاڻڪ بلڪل گهٽجي ويا آهن. هينئر صرف ليکڪن جي جماعت ئي سرگرم آهي. پاڻ لاءِ لکن ٿا ۽ پاڻ ئي پڙهن ٿا. چيٽانند کي دک ٿي رهيو هو ته سنڌيءَ ۾ ساهتيه ڇپائڻ وارا سڀ سٺا ادارا هڪ هڪ ڪري بند ٿي رهيا هئا. هاڻ سٺو ساهتيه لکجندو به ته ڇپيندو ڪير؟ وري پڙهندو ڪير؟ بهرحال، ليکڪ ويچارا اڀياس ڪري هڪ ٻئي کي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن ته اسان به دنيا جا شاهڪار پڙهيا آهن. هي سڀ ڪجهه عام پاڻڪ لاءِ بي تعلق هو. هڪ ته پاڻڪ گهٽجي رهيا آهن، ٻيو وري اخبارون ڪو معياري ۽ چٽيٽو مواد نه ڏئي رهيون آهن. جيئن عام پاڻڪن جو رس قائم رهي ۽ چاهه جاڳي. هي ته جاٽي اٽجاٽي سنڌيت جا گهٽگهرا، پاڻ کي محافظ سڏائيندڙ ان کي هاجو رسائي رهيا آهن.

جيڪا خاص ڳالهه چيناننڊ کي ڪائي رهي هئي. سا هئي سنڌي ٻوليءَ جي گهٽجندڙ واهپي جي. ڪيئن ٻه ٻارن توڙي وڏن کي سنڌيءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڳالهائڻ ته اچڻ کپي. ڪيترا ئي ڄڻا خالص سنڌي اکرن جو اچارڻ ته دور، پر رواجي طور ٻه سنڌي ڳالهائي نٿا سگهن. بامبي کان ڏورانهن هنڌن تي جتي سنڌي اسڪول نه هئڻ ڪري ٻار ٻوليءَ کان محروم پئي رهيا آهن. انهن کي سنڌي سيکارڻ لاءِ خاص طور محنت ڪرڻ کپي حالانڪ ضرورت چؤطرف آهي. ٻولي ۽ تعليم جي ههڙي دردشا تي چڪي هوندي، سو هن سنگاپور ۾ رهندي ڪڏهن سوچيو به نه هو. هو دڪي تي رهيو هو ته هند ۾ اسان پنهنجي ماتر ڀاشا نه سنڀالي سگهيا آهيون. پنهنجي جهوني ۾ جهوني سيپتا موهن جي دڙي جي ورثي جو ڇا ٿيندو؟ جن کي سنڌي ٻولي سکڻ جو وجهه نه مليو آهي، پري پري رهن ٿا ۽ ننڍن گروپن ۾ آهن. ان ڪري مخصوص ريت سنڌي اسڪول هئڻ ممڪن نه آهن. هو پاڻ تي خفي ٿي رهيو هو ته ڇو ايترا سال مايا موهه ۾ پئجي سنڌيت جي وهڪري کان صفا پري ٿي، ان کي وساري ويٺو هو. ياد ڪيائين ته لڳس هاڻ واندڪائيءَ ۾ لڳي ٿو ساري جاتيءَ ائين ڪيو آهي. پهريون اهم سوال هو روزي روٽيءَ جو. هو ايترو گهرو سوچي رهيو هو. جو سندس صحت به متاثر ٿيڻ لڳي.

هن کي وري قاسم جي ياد آئي ۽ گڏوگڏ پنهنجيءَ پريس جي. قاسم هڪ دفعي مذاق ۾ چيو هو: "ياڻو! پريس ۽ ڪتابن ۾ توهان جو اهڙي نموني ساهه آهي، جيئن جنن جو طوطن ۽ ڪبوترن وغيره ۾ هوندو آهي. طوطي کي ڪجهه ٿئي ته جِن تي اثر پوي. پريس کي ڪجهه ٿئي ٿو ته توهان کي ايذاءُ اچي ٿو." چيناننڊ کي هاڻ عجب لڳي رهيو هو ته ڪيئن هيترا سال هو پنهنجي "ساهه" کي ڀلائي ويٺو هو.

هو پنهنجي پڇاڙيءَ واري پروجيڪٽ بابت سوچڻ لڳو. سندس هٿ اچڻ کان پوءِ پروفيسرن پرائيمر مڪمل ڪري شايع ڪرايو هو ايتري هن کي ڄاڻ هئي. هن قاسم کي چٺي لکي ته منهنجي سنڌ ڇڏڻ وقت پاڻ جيڪي سنڌي ٻولي، اردو ۽ انگريزيءَ ذريعي سکڻ جا ڪتاب ڇاپي رهيا هئاسين، انهن جون ڪجهه ڪاپيون موڪل ته هت ٻه ڇپائجن. ڪجهه هفتن کان پوءِ قاسم جو فون آيو: "السلام عليڪم ياڻو! گهڻن ڏينهن کان پوءِ ياد ڪيو اٿوَ."

چيناننڊ ياوڪ ٿي ويو. من پرچي آيس. قاسم جي آواز هن سان ڪيل ڪچهرين جي ياد تازي ڪري ڇڏي. چيائين: "يار تو به ته ياد ڪونه ڪيو. خبر اٿئي سنڌ ڇڏڻ کان پوءِ هند ۾ به ٽڪاڻو ڪونه ٿيو."

هُن ڏکيو ساهه کڻي چيو: "سو ته مان به سمجهي سگهيو آهيان ته ڪيتري جفاڪشي ڪرڻي پئي هوندوَ. اڳيئءَ چٺي جو مون توهان کي جواب ڏنو هو."

"پر يارا هاڻ ٽيليفون تي ڳالهائي سگهيا آهيون ته ائين ٿو لڳي ڄڻ گڏ ويٺا آهيون. يارا توهان سيني جي ڏاڍي ياد ايندي آهي."

قاسم چيو: "ڪڏهن اچو نه هت. ڏسي وجو ڪيئن توهان جي پريس ترقي ڪري رهي آهي. اهو ٻڌايو ته اتي ڪيئن پيو گذري وقت؟"

"بس مالڪ جي مهر آهي. سنگاپور وارو ننڍو ڇوڪري کي ڏٺي، مون هت اچي سيٽل ڪيو آهي."

"پلا لڇوءَ کي شادي ڪرايو؟"

"ها، پن سالن جي هڪ ڇوڪري به اٿس."

"ڏسو ڪيئن ٿو وقت گذرندو وڃي." قاسم پڻ پاوڪ ٽيڙ لڳو هو.

"پريس ترقي ڪري رهي آهي، پڌي ڏاڍي خوشي ٿي."

"پائو! پريس توهان هن بندي کي ڏيئي اسان جي ڪٽنب سان وڏو وڙ ڪيو آهي. پلا پڌايو توهان کي هنن ڪتابن جي ضرورت ڇو پئي؟"

"يار خبر اٿيئي، هت اسان کان سنڌي پولي وسرندي ٿي وڃي. ڪي قدر جاگرافيڪل مشڪلاتون آهن ته ڪجهه اسان جي پنهنجي لاغرضائي."

"ان جو مطلب هنن ڪتابن ذريعي توهان سنڌين کي سنڌي پولي سيکارڻ ٿا چاهيو؟ ڳالهه ايتري حد تائين پهتي آهي؟"

"جي! هاڻ ته ٻارن کي لولي به سنڌيءَ ۾ ڪونه ٿي ملي."

"اهي ڪتاب ته اسان غير سنڌين کي سنڌي سيکارڻ لاءِ ٺاهيا هئا." چيٺانند کي لڳو هن شايد سڏڪو پريو آهي.

"بس هارا هاڻ هڪ دفعو جتي پهتا آهيون، اتي ٻيهي مٽي وڃڻو آهي. بهرحال ڪوشش ڪرڻي آهي ته وڏيڪ هيٺ نه لهون. هنن ڪتابن مان به ڪيترا چٽا فائدو ٿا وٺن، سا خبر نه آهي." چيٺانند جون اکيون پرجي آيون ۽ آواز گهٽجي رهيو هئس.

"بس پائو! اسان سنڌين جي قسمت به ڪهڙي چئجي؟ ورڻو ورهائجي ويو. وقت ويچو وڌائي ڇڏيو ۽ هاڻ جيڪو رهيو سهيو آهي، ان جو مستقبل به ڇڳو نظر نه پيو اچي."

گهگهو ٿهڪ ڏيندي چيٺانند چيو: "هنن سنڌين جي ڪهاڻي سنڌيءَ ۾ لکڻ لاءِ ڪو هر دؤر ۾ حيات هجي، ان لاءِ مالڪ کان دعا گهرندا رهنداسين."

Address:
48, Surdhara Bunglow
opp, T.V Tower, Drive in road.
Ahmed Abad - 15 India
Ph: 91-79-26854739
Email: Khuchalani@Fotoflux.com



کھاڻي



# سانحو محبت جو

محمد صديق منگيو

ڪاوڙ تہ آهي ئي جهيڙي جي جڙ. ستين مذهبين حرام. پر ڪاوڙ جو پهريون مُنهن تہ اُن ڪان بہ بچڙو ۽ پوائتو تو تئي. سهپ ۽ ساجاهہ جو وِٽاهہ.....! اها بُچڙي ويامندي آهي، تہ پيڙا ۽ پوڳنا جا ڪريائتا ٻلهر جٽيندي آهي. تتل ذهنن مان قُتل اُپهرايون، جيوَن جو روڳ بڻجي ويندڻيون آهن. هن ڏائڻ جو ڪاچ بہ گهٽو ڪري نئين ٿهيءَ جا اُپهرا نوجوان ئي ٿيندا آهن. جيئن فيروز.....!

هو ڪاوڙ جي پهرئين منهن ۾ هو. مُنهن ٺامٽي هٽي ڳاڙهو ٿي ويو هئس. اونهو ساهہ ڪٽي، شوڪت سان ٻاهر پٽي ڪڍيائين. وڏي ڀاءُ يوسف سان ڪنهن ڳالهہ تان هُڏيون ڏئي گهران نڪتو هو. مِٺ. مِٺ تي چڙهيل فيروز اوطاق ۾ مُنهن ڪڍيو تہ سڀ ڪيس اچرج مان ڏسڻ لڳا. مئيان اجائي بہ تہ ڪانہ هئڻ. ڪجهہ دير اڳ ئي تہ ڏاڏي مبارڪ سان ٻاڙو نڪاءُ ڪري، ڪلندو ٻهڪندو گهر ويو هو. انهن ئي پيرن تي موٽيو تہ ڦِرڪو ڦِريل هُئس.

هن ڪنهن سان بہ نہ ڳالهايو. ڏاڏي مبارڪ سان بہ نہ. جنهن سان ٻئيهہ دليون هئس. پاڻ ۾ گهٽي لڳندي هئڻ. سگ ۾ تہ ڏاڏو هئس، سڳي ڏاڏي جو پٽيتو ننڍو ڀاءُ، پر ڏاڏو گهٽ، دوست وڌيڪ هئس. فيروز ڪي هن حال ۾ ڏسي، هو ڏرتيءَ وانگر ڏڏي ويو. هانءُ ۾ چڪ لڳي ويو هئس. ان ڪري بہ تہ، فيروز جي مِٺ ڦوڪ جون پاڙون، جنهن معاملي ۾ هيون، ڪانئس ڳجهو بہ تہ ڪونہ هو. هو ڪانپ ڪولي، ٽپ ڏئي ڪٽ تان هيٺ لتو ۽ جُتيءَ ۾ پيرُ پيو نہ پٽي جهڙو پير گهليندو فيروز جي پرسان اچي بيٺو. ڏڙڪندڙ دل سان ڪاڏيءَ تي هٿ رکي، پابوهہ مان چيائينس:

"لالڻ.... تون ٺيڪ تہ آهين نہ ابا......؟"

فيروز ٻڏو اڻ ٻڏو ڪري، موٽر سائيڪل تي لانگ وراڻي. ڏک ۾ ڪاوڙ جي شدت کان نڪ جي چوٽي ۾ ڪنن جون پاپڙيون ڳاڙهيون ٿي ويون هئس ۾ چپ ڦڙڪيس پئي. هن ڳيت ڏئي، اکين ۾ لرزندڙ لڙڪن جا شفاف موتي ڳهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي ۾ لڙڪ ٻڏائين اکين جي مانيٽي نهار ڏاڏي مبارڪ تي وڌائين. ٻنل اکين جي نهار ۾ ميار جون ميڇون هئس. نهارن جي اڌ اکريءَ ۾ جڻ ڏوراپو پئي ڏنائينس.

"شاباس اٿئي، ڏاڏا..... ائين اڻ جاڻ پيو ٿئين، جڻ توکي ڪا ڪل ئي ڪانهي......"

فيروز جون ڏوراپيل نهارون، ڪنهن پوپي جي زمين ۾ پوريل ٻت ۾ ٿنبيل سُين وانگر، هانءَ ۾ چپي ويون هئس. مُهاڻي جي اڏيءَ تي چليل مڇيءَ وانگر چلر چلر تي ويو هو.

فيروز ڪِڪ هڻي، ايڪسيليٽر کي دٻايو ته اڏوراڻي موٽر سائيڪل جي جُهريل سائلنسر مان ڦرڙ ڦرڙ جا دونهين گاڏڙ رانيات نڪتا. ڏاڏي مبارڪ ڳراڻي وجهي، پرچائيندي چيس:

"لالڻ.... چو اچي مُنڌو آهين، ابا...... دل نه لاهہ مولا ڪندو ته سڀ سٺايون ٿينديون."

فيروز ڪابہ ورندي نه ڏني ۾ ابهرائيءَ مان رَيس ڏئي، ڪلچ مان تڪڙو هٿ ڪڍيو ته موٽر سائيڪل، نويل گهوڙي وانگر نرا ڪنيا. ڏاڏي مبارڪ ڪان ڇرڪيل رڙ نڪري وئي.

"بسملاهيون، ابا.....! گهورَ وڃانءِ، لالڻ، ڌيان ته ڪر.....!"

فيروز پاڻ سنڀالي، اوطاق جي ٻاهرئين وڏي گيٽ مان ٻاهر نڪتو ۾ ايڪسيليٽر کي سوائي مُٺِ ڏئي، پنج فوٽي ڪچي رستي سان هُو هوا تي، اُڏامو پئي ويو.

فيروز پُٺ ڏني ته وڏو پاٽس يوسف سهڪندو اوطاق ۾ داخل ٿيو ۾ هڪل ڪري ڊرائيور کي چيائين:

"مولڻ.... وارو ڪر، گاڏي ڪڍ. پُٺ، ڇڏائي وٺ. دير نه ڪر.....!"

ڇهري تي ڏک گاڏڙ پريشانيءَ جون ريکائون، اکين ۾ اُڻ تُڻ جا پاڇولا ۾ لهجو روٺھارڪو هئس. ڏاڏو مبارڪ، جيڪو ٻڌتر واريءَ حالت ۾ ڏنڊٽيو ويٺو هو رڙهي اچي پر ورتائينس:

"ابا، جوسب..... آهي ته مڙئي ڪيرُ نه ابا......؟"

"ها، ڏاڏا.... فيروز ڪاوڙجي نڪتو آهي. بي سمجهہ ۾ هُوڙهہ آهي، ڪٿي....؟" يوسف جملو پورو نه ڪري سگهيو.

ورندي ڇا هئي، هانءَ واري مُڪَ هئي. ڏاڏي مبارڪ جو هانءُ ئي ٻوڙي ڇڏيو هئائين. اکيون ٽِنيي، خالي نگاهن سان يوسف ڏانهن ڏنائين پئي، جنهن اُڻ ترڻ مان پير پئي توريا.
ڊرائيور تنبيلي مان جيپ ڪڍي اچي بيهاري، يوسف اڳينءَ سيٽ تي ويهندي چيو:

"هل، ابا...... تڪڙو هلُ."

"ابا. مون کي بہ نيو هلڻ هتي ويٺي تہ اهان پيو پتبم......!" ڏاڏي مبارڪ چيو ۽ ورنديءَ جو انتظار ڪرڻ بنان جيپ جي پوئين سيٽ تي ويهي رهيو.

ڪليل جيپ، ڪچي پنج فوٽي رستي سان ڏاڳ اڏائيندي پئي وئي. يوسف جون اکيون تہ رستي ۾ هيون، پر ذهن جي ڪُنڊ، اُيامندڙ سوچن سان پڙڪيس پئي. ڪنهن ٽيٽيءَ جي ڏپ ڪان هانءُ ٻوڏارجي پئي ويس. فيروز ٻاراٽي شهہ ڏٺي، من ۾ جيڪا سنٽي سِتي نڪتو هو ان ڪنهن ٽيٽيءَ جو دل هول ڏئي ڇڏيو هئس. هوئنئن بہ خطرا جڏهن اٿو ٻڏي پيڇو ڪندا آهن، تہ ماڻهوءَ کي سوڻ پيو ٻولائيندو آهي ۽ پوءِ دل نہ چاهيندي بہ ڪا اڻ ٽيٽي، ٽيٽيءَ جو روپ وٺي سامهون ايندي آهي.

فيروز، وڏيري حيات خان جو پيريءَ جو اولاد هو. هو نہ رڳو ڪاشڙو زميندار ۽ برادريءَ جي چٽن پاڙن جو چڱو مڙس، پر هلندي پڄنديءَ ۽ بينڙائيءَ وارو مڙس بہ هو. فيروز تنجڻ ۾ هو تہ مٿي تان پيءُ جو ٻاجهارو پاڇو کڄي ويو هئس. اکين جي آئينن ۾ پيءُ جي سانيرِ جو ڪوبہ عڪس نہ هئس. پيءُ کي تہ گهر ۾ وڏي فريم ٽيل تصوير ۾ ئي ڏٺو هئائين. وڏي ڀاءُ يوسف، پيءُ جو پيار بہ ڏنو هئس، تہ ڀاءُ جي حصي جو لاڏ ڪوڏ بہ ڪنيو هئائينس. ڀاڻ تہ ٽُپ اڻ پڙهيل هو پر فيروز کي يونيورسٽيءَ تائين تعليم ڏياري هئائين. وَس پڄندي تہ رُسڻ ۽ روئڻ بہ ڪونہ ڏنو هئائينس، پر فيروز هينئر جنهن ڳالهہ تي چڙهيو هو ان ۾ ڀاڻ تہ بي آراميءَ جي ڏاڪ تي چڙهيل هُيو ئي، پر وڏي ڀاءُ يوسف ۽ ڏاڏي مبارڪ کي بہ تَس رڻاڙي ڇڏيو هئائين. گاهہ پريءَ کان گهٽو هو' ڇا ڪن ها؟

فيروز، فائزه سان پيار ڪيو هو. يونيورسٽيءَ ۾ گڏ پڙهيا هئا. چار شوري جي روهيلن رستن ۽ نشيلين هوائن ۾ سندن پيار جا پيچ ڳنڍيير جي ڳنڍيين وانگر اهڙا تہ ڳنڍيا هئا، جو يونيورسٽي ڇڏڻ کان پوءِ شاديءَ جو فيصلو بہ ڪري ڇڏيو هئائون. فيروز ۽ فائزه جو پيارُ تہ چرڪ جهڙي ڳالهہ ڪانہ هئي، پر ممڻ جهڙو مسئلو اهو هو تہ فائزه جو تعلق سيّد گهراڻي سان هو. سنڌي زرعي سماج ۾ ان کان وڏو ڪو پيو ڏوهہ....؟ سندن پيار جي وچ ۾ سيد ۽ اُمتيءَ جي وِٿيءَ واري لڪير، جيئن پوءِ وٺي پئي اينگهندي سڌريل سماج ۾ ڪِل جهڙي ڳالهہ. سنڌي سماج پنهنجي ڳاٽي ۾ اهڙي تہ وڏي هئي، جو قانون جو حصو بڻجي وئي هئي.

فائزه جو پيءُ عالم شاهہ پي آءِ اي ڪارگو ۾ آفيسر هو. ڪليل ذهن ۽ سٺا ويچار رکندڙ عالم شاهہ جو اباڻو ڳوٺ تہ يوسف وارن جي ڳوٺ جي پرسان هو پر شاگرديءَ واري زماني کان حيدرآباد ۾ رهائش هئس. پيار جو پرڙو ڪري فيمليءَ سان رهڻ لڳو هو. ڳوٺ سان تہ رڳو مرڻي پرڻي جو تعلق ئي وڃي رهيو هئس. فيروز ۽ فائزه جي رشتي جي پڪ پڪائي ۽ پڏريءَ جا لڏون بہ ورهائجي ويا هئا، پر عالم شاهہ جا اڻ پڙهيل پائر ۽ مٽ مائٽ ان رشتيءَ ۾ راضي نہ هئا. نہ رڳو عالم شاهہ پر يوسف وارن لاءِ بہ رڻ تپائي ڏنو هئائون. وڻ گهوڙو بڏڻ نہ پئي ڏنائون. ڳالهہ جهيڙي تائين وڃي پهتي هئي. چئي:

"ابا، قيام ناهي تہ ٻيو ڇاهي؟ ماڻهن مان سيد ذات جي شناس ئي نڪري وئي

آهي. ڪٿي اسين سادات ۽ ڪٿي هو امتي....؟ پر عضبو تہ پنهنجو ڪريو اٿئون. نہ تہ.......!"

جيپ پنج فوٽي ڪچي رستي جو موڙ ڪاٽي، شاخ جي ٽاپ تي چڙهي تہ ڏوڙ جي دڪ ۾ فيروز ڏسڻ ۾ آين. اڏاٽو پئي ويو. من جي ماندڪائي ڪجھ جهڪي ٿين. يوسف ٿڌو ساھ کڻي چيو:

"ابا، ڪجھ تکيرو هلُ.....!"

"سائين، رستو ڪٽرپڙ آهي."

"ابا، هائو..... پر ڪجھ اسپيڊ ڏينس."

ڊرائيور ايڪسيليٽر تي پير جو دٻاءُ سوايو وڌو تہ جيپ ڪٽرپڙ ٽاپ سان لوڏا لما کائڻ لڳي. موٽر سائيڪل ۽ جيپ وچ ۾ فاصلي جو ويڙهو ويڙهجڻ لڳو. فيروز بہ پٺيان ايندڙ جيپ کي ڏسي ورتو هو. ڪاوڙ مان پٽڪيو پئي:

"هُون..... هاڻي ڇو پيا پٺيان اچن؟ لوڪ لڪا ڪان..... ماڻهو ڇا چوندا تہ ننڊو پياءُ.....!"

جيپ ۽ موٽر سائيڪل گڏ گڏ پئي هليا. هن جيپ کي ڪراس ڪرڻ لاءِ سائيڊ نہ پئي ڏني. موٽر سائيڪل مان اڏامندڙ ڏوڙ جيپ ۾ پرجي وئي هٿي. ڊرائيور ڪچي نہ پئي سگهيو پر ساھ مُٺ ۾ هئس. ڊپ هئس تہ جيپ ڪلتي نہ ٿي پوي. پلا ڪچي ٽاپ جي پُرندڙ ڪنارن ۽ شاخ جي سِهندڙ ڪپرن تي پروسو بہ ڪهڙو؟ يوسف جو هِنيون هنڌ نہ هو. ڏوڙ کان بچڻ لاءِ ڪلهي تان پوتڙو لاهي، منهن تي رکيائين. ذهن ۾ پانت پانت جي وسوسن جا گهوڙا پئي ڊوڙيس.

"فيروز موٽر سائيڪل تان ڪِري نہ پوي..ڪِري پيو تہ هڏ گڏ جهري پوندس..!"

هن جيپ مان ڪنڌ ٻاهر ڪڍي، وڏي واڪي فيروز کي منٿ ڪندي چيو: "ابا فيروز... منهنجي رڳو ڳالھ ٻڌ.... جيئن تون چوندين، تيئن ٿيندو. ڏس، ڏاهو ٿيءُ، پٽ.....!"

"لالڻ..... بهش نہ ڪر. بيهي رھ، ابا.....!"

ڏاڏي مبارڪ بہ ايلاز ڪندي چيس.

فيروز ٻنهي جي منٿن کي اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. يوسف جي چهري تي ڏک گاڏڙ هلڪي ڪاوڙ جا تاثر اُبريا ۽ ڪومل لهر وانگر تيزيءَ سان غائب ٿي ويا. ڪنڌ ورائڻ بنان اونهو ساھ کڻي چيائين:

"هائو يار...... ڏوھ تنهنجو ڪونهي. اسان جي اڻ مٽي پيار ۽ لاڏ هنيلو ڪيو اٿئي...!"

"بي سمجھ آهي، ابا.... اجا ڏنو ئي ڇا اٿس؟ نہ بار نہ پري، نہ لٿي جي نہ اُبرئي جي...!" ڏاڏي مبارڪ وراڻيو.

"لالڻ، لالڻ ڪري، گهڻو مٿو تہ تو خراب ڪيو اٿس." يوسف جي لهجي ۾ هلڪي ڪاوڙ هئي.

"ابا، بروبر.... نيپاج منو آهي، پر دل تي هٿ رکي چئه، توکي ڪڙو آهي.....؟"
ڏاڏي مبارڪ وراڻيو.

يوسف پوٽتي ڪنڌ ورائي، ڏاڏي مبارڪ ڏانهن ڏٺو. ٻنهي جي اکين ۾ نيپاج جي پيار جا سفيد موتي پئي جرڪيا. يوسف پوٽڙي سان اکيون اگهي، ڏکاري لهجي ۾ چيو:
"ڇا ڪريان، ڏاڏا..... ڪيس ڏکارو ڏسي نٿو سگهان.....!"

جيپ ۽ موٽر سائيڪل وچ ۾ ٻن پرانگهن جيتري وِٿي مس هئي. يوسف جي ذهن ۾ ڪنوڻ جي چمڪاٽ وانگر تيزيءَ سان ڪو خيال آيو ۽ هو سجو ڏڪي ويو. هن سوچيو پئي ته:

"الله نه ڪري، فيروز موٽر سائيڪل تان سلپ ٿي ڪري پوي ته ڇا ايتري ٿورڙي وِٿيءَ تي جيپ کي روڪڻ ممڪن آهي؟ ائين ٿيو ته. جيپ.....!"

هو خيالن ۾ پنهنجي منهن ڀڻڪيو پئي، "نه. نه..... ائين ڪونه ٿيندو.....!"
ڊرائيور حيرت مان ڏانهس ڏسي چيو:
"جيءُ، سائين.....!"

"نه پٽ..... ڪجهه ڪونهي. اسپيڊ ڪجهه گهٽ ڪر." ڊرائيور کي به ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي هئي. هن ايڪسيليٽر تان پير جو دٻاءُ هلڪو ڪري ڇڏيو.

فيروز ۽ فائزه جي شاديءَ جي ڳالهين جي اڳيرائپ ٿي ته، عالم شاهه جا پائر ۽ مٽ مائٽ آپي مان نڪري ويا هئا. نه رڳو يوسف وارن تي رشتي تان هٿ کڻڻ لاءِ دٻاءُ پئي وڌائون، پر عالم شاهه کي به مٺي جيتري ڇڇڻ جا ڇتاءُ پئي ڏنائون. عالم شاهه ته ڪين ليکي ۾ نه پئي آندو پر يوسف ٻن پاهين جي وچ ۾ هو. هڪ پاسي فيروز جو پيار ۽ خوشي هئس، ٻئي پاسي پاڙيسري سيدن سان دشمنيءَ ۾ تبديل ٿيندڙ پراڻا واسطا اکين آڏو پئي آيس. نِڪريءَ تي پاڙ ته يوسف جي به ڪانه هئي. پنهنجي راج پاڳ ۾ بيٺڙائيءَ وارو هو پر معاملي کي نُرئي مغز ۽ دور انديشيءَ سان نپائڻ پئي گهريائين. فيروز کي معاملو ٿڌو ٿيڻ تائين، سالُ کن ترسڻ لاءِ چيو هئائين، پر فيروز ان کي ٽٽائڻ جو بهانو پئي سمجهيو.

هوڏانهن عالم شاهه جا پائر، مِٽ مائٽ ساڻ ڪري ڪيس سمجهائڻ ۽ هڪ هڪاٽيءَ لاءِ وٽس حيدرآباد وڃي نڪتا هئا. ماني ٽڪيءَ کان پوءِ، وڏي پاٽس جڙيل شاهه حوالي ٿيندي چيو:

"عالم شاهه..... ڇو اچي انڌ جي گهوڙي تي چڙهيو آهين.....؟"
"ڇو ادا..... ڇا ڪيو اٿم؟"
"وڏڙن جون قبرون پيو لڄائين."
"آخر، اهڙي ڪهڙي خطا ڪري وڌيم آءٌ به ته ٻڌان...."
"سادات جي نياڻيءَ جو به ڪڏهن، ڪنهن اُمتيءَ سان وهانءُ ٿيو آهي، جو....."
"ڇو سيد اُمتي ناهن يا اُمتي مسلمان ناهن هوندا.....؟"

”سادات کي سادات کان ٻاهر مٿي مانٺي نٿي ڄڄائي“ هڪ ڪراڙي ڳالهايو.
”ڇو چاچا.....! قرآن ۾ لکيل آهي يا حديث ۾، جو ڳنڍ ڪٽي ٻڌي آٿو.....؟“
”ها، پر منهن تي نٿو پوي.“
”ٻاڻ واري مرشد جو پنهنجون نياڻيون اُمتي گهراڻن ۾ ڏنيون آهن.“
”اهي وڏا ماڻهو آهن. انهن جي جُتيءَ ۾ ڪواسان جو پيرُ پوندو“ ٻئي مائٽ ڳالهايو.
”ڇئبو ته، اهي بندشون وڏ گهراڻن سيدن لاءِ ناهن. رڳو ٻاڻ جهڙن غريب سيدن لاءِ آهن. ايئن نه.....؟“
”ٻه اکر ڇا پڙهئين، آلا ذات جو شانُ ئي وساري ويٺو آهين.“
”اهي وڇوٽيون هٿ نوڪيون آهن. دين ۾ اهڙي ڪا به منع ڪانهي.“
”آلا ذات کي شرف ته آهي، نه.....؟“
”برابر، پر شرف انسان ذات کي آهي. مسلمان سڀ ٻائر آهن. نبيءَ سائينءَ جو فرمان آهي.“
”ڇا به چوين، پر اسين توکي ايئن ڪرڻ نه ڏينداسين.“
”ته، ڇا، نياڻيون وهاري ڇڏيان، حق بخشائي.....؟“
”ڇو اسان جا پُٽ جو وينا آهن.....“
”ها.....! ڪوڪڙين، جوارين، موالين ۽ اڻ پڙهيلن کي پڙهيل نياڻيون ڏئي، انهن جي زندگي زهر بڻايان. ايئن نه.....؟“
”هڏ، رت ۽ پنهنجات ۾ ڪسا لانوان ڪونه اگهائبا آهن ڇا.....؟“
عالم شاهه تپي لال ٿي ويو. هن زوريءَ ڪاوڙ کي ڳيت ڏئي پيئندي وراڻيو:
”ادا.....! پلي وڃي اگهايو مون کان ڪونه اگهائبا.....!“
پنهنجيءَ پٽ ۾ عالم شاهه کي سمجهائڻ لاءِ، جيڪي هُنر هلائڻا هئن، هلائي ڀيٺا هئا. پر ڳالهه اُتي جو اُتي رهي. اُهي ڪاوڙجي اٿيا ۽ راتوڪا ڳوٺ موٽي ويا.
جيپ ۽ موٽر سائيڪل وچ ۾ ڇڳي وِٿي هئي. فيروز کي ڪيئن روڪجي؟ يوسف جو ذهن ڦِرٽيءَ وانگر ڦريو پئي. ساڳي ڪيفيت ڏاڏي مبارڪ سان به هئي. فيروز ساڳي رفتار سان ويو پئي. ان ڪوشش ۾ هو ته، پڪي روڊ تي چڙهي، ڪين بتاءِ ڏئي، اهو ڪجهه ڪري، جيڪو ڪاوڙ جي پهرئين منهن ۾ نئين ٺهيءَ جا نوجوان جيوَن کان بيزاريءَ جي پاونائن ۾ ڪندا آهن. آزمائش جهڙين ڏکين ۽ فيصلاڻتين گهڙين ۾ فائزه جي سار اکين جي سَر تي لهي آئي هئس. فائزه جو نماڻو چهرو اکين اڳيان پئي ڦريس. يونيورسٽيءَ ۾ گهاريل پيار جا سرهاڻ ڀنل پل ۽ پسارن ۾ ڪيل ڪچهرين جا منظر اکين آڏو تري آيا هئس. يونيورسٽي ڇڏڻ جي سوڳوار موسم ۾ فائزه سان ڊگهي ملاقات ۾ ساٿ نڀائڻ جا وچن ڪنن ۾ ٻُرڻ لڳا هئس. ڪيئن نه يونيورسٽي ڇڏڻ جو وڇوڙي جهڙو ڏک ۽ فائزه سان شاديءَ جا سپنا اکين ۾ سانڍي ڳوٺ پهتو هو؟

يوسف نماڻين اکين سان فيروز ڏانهن ڏٺو پئي. موڳين سوچن جا پنگ جي نشي جهڙا اوتار هئس. دل ئي دل ۾ سوچيائين پئي ته: "ڪيڏو نه چڱو ٿئي جو موٽر سائيڪل جي ڦيٿي ۾ ٻاهرو ڪنڊو لڳيس ۽ ٽائر پنچر ٿي پوَيس يا تيل کُٽي وڃيس. مولا ڪري ته اڳيان شاخ جا بيلدار ٽاپ سان گهاٽي چٽڪار ڪندا هجن. پوءِ ته ڪيس آوس بيهڻو پوندو."

يوسف کان اوچتو چرڪ نڪري ويو. هٿ مان چڏايل ڪاٺي جي ٽانءِ وانگر سموريون سوچون پور پور ٿي ويون هئس. ذري گهٽ رڙ نڪري ويس:

"ابا..... اسپيڊ وڌاءِ"

شاخ جي ٽاپ سان لڳ ڳوٺ مان چار پنج شاهوڙ ڪتا. رومڙ ڪري فيروز ڏانهن پئي وڌيا. اهي ڏاڙهو ڪتا هئا. راڄن کان گس چڏائي چڏيا هئائون. ڪار ۽ جيپ کي ته پهچي ڪونه ٿي سگهيا. پر موٽر سائيڪل لاءِ تپُ هئا. موٽر سائيڪل جڻ چڙ هُئن. ڪنهن ٻوڙي ۾ چپُ هٽي ويهندا هئا ۽ پوءِ اوچتو رومڙ ڪري پٺيان پئجي ويندا هئا. ڪتا. فيروز کي سوڙها پئجي ويا هئا. يوسف جي اڻ تڻ وڌي وئي هئي. ڪاوڙ ۾ پٽڪيو: "مُردارن کي چٽي چٽي ٽڪا آهيون. ته ڪتا ڏينهن جو ٻڌي چڏيندا ڪريو پر.....!"

"آهن ئي بي پهچ حرامي. سوئر جا ڦر....!" ڏاڏي مبارڪ وراڻيو.

"بس، موچڙو آهي گهٽ ۽ ماني آهي ڏوَ تي.....!" يوسف جي لهجي ۾ ڪاوڙ هئي.

جيپ، موٽر سائيڪل کي ويجهو ٿي. ته ڪتا وچ ۾ ڏوڙ ۾ ڦاسي ويا. ويتر جيپ جي تيز هارن تي ڏيان ورهائجي ويو هئن. اهي ڏوڙ ۽ ڊپ کان موٽر سائيڪل جي پچر چڏي، جيپ جي ٻنهي پاسن کان ڀونڪندا ڊوڙڻ لڳا ۽ ڳپل پنڌ کان پوءِ پرا ٿي پوئتي رهجي ويا. يوسف ۽ ڏاڏي مبارڪ سُک جو ساهه کنيو.

پڪو روڊ گهڻو پري نه هو. روڊ جي ڪنارن سان گهاٽا وڻ ۽ ديوين جون ڳتيل قطارون ڏسڻ ۾ پئي آيون. گهاٽي وٽراهه ڪري روڊ سان ايندڙ ويندڙ گاڏيون ڏسڻ ۾ نه پئي آيون. فيروز شاخ جي ٽاپ تان لهي، ٽريفڪ ڏسڻ بنا، ساڳيءَ رفتار سان روڊ تي چڙهيو. ٺيڪ ان وقت روڊ تي چرڙاٽ سان چيٽي بريڪ لڳي ۽ ماڻهن جي تيز ڳالهاءَ جا آواز اچڻ لڳا. ٻنهي واتان اوچنگار جهڙي دانهه نڪري وئي.

"ڏٽي منهنجا، تون خير ڪجانءِ....!"

ٻنهي جو هانءُ ٻڏڻ لڳو. دل ۾ وسي وئي هئن ته....! يوسف ساٿائيءَ مان سيٽ تي آهلي پيو. جيپ روڊ تي چڙهي ته هن ٻڏل دل ۽ ڊنل اکين سان ڏٺو. واتان بي اختيار سيٽيءَ جهڙو تڏو شوڪارو نڪري ويس. وچ روڊ تي ڪار بيٺي هئي ۽ فيروز روڊ سان ويو پئي. ڪار جي چيٽي بريڪ جا ڪارا پٽا جڻ روڊ تي چاپجي ويا هئا. ڪار هلڻ لڳي ۽ جيپ ڪار جي پٺيان هئي. ڪجهه پنڌ کان پوءِ ڪار فيروز کي ڪراس ڪري جهڪي ٿي. دريءَ مان همراهه ڪنڌ ٻاهر ڪڍي، فيروز کي ڪاوڙ مان پوندو ڏيندي چيو: "او ٽرڙا! مرڻ جو ايترو ئي شوق اٿئي ڇا؟ وڃي مرُ. پر ڪنهن ٻئي جي متي ۾ لڳُه چندا....!"

ڪار تہ تيزيءَ سان اڳتي نڪري وئي، پر يوسف جي ٻُت تي ڪِوليون پئي ڊوڙيون. سندس سامهون ڪو فيروز کي پونڊو ڏئي ۽ بد شد ڳالهائي......؟ سهپ کان ٻاهر هئس. دل ۾ آيس تہ ڪار جو پيڇو ڪري، همراهہ کي ڪار مان لاهي، سندس پٽڪو ڊوڙ ڪريس، پر پوءِ اهو سوچي ارادو بدلائي ڇڏيائين تہ ائين ٺيڪ تہ فيروز نڪري ويندو. پيو تہ غلطي بہ تہ فيروز جي هئي. اهڙي بريڪ نہ هڻن ها تہ......! جيپ، موٽر سائيڪل سان گڏ گڏ پئي هلي. يوسف جي ذهن ۾ ڪيئي وسوسا جاڳي پيا هئا. "الائجي ڇا ڪندو...؟ وڃي تہ ٻٽراج ڏانهن پيو مٽان واهہ ۾...! نہ نہ... ڪيس ائين ڪرڻ نہ ڏيندس." ڏاڏي مبارڪ جي آواز تي هن ڇرڪ ڀري ڏانهس ڏٺو جنهن فيروز کي ايلاز پئي ڪيا:

"لالڻ..... ائين نہ ڪر، ابا......! ڦٽڦٽي بيهار. ڏاهو ڪيانس، ٻچا..... هَڻ شيطان کي موچڙو......!"

"ڏس، منڙو پايڙو ڪونہ آهين......؟ پيءُ جي آچار آهيانءِ، ابا...! جيئڻ چوندين، تيئن ٺيندو. سُور نہ ڏي، جاني. ٻيهي رهہ......!" يوسف جو گلو ڀرجي آيو ۽ اکين مان لڙڪ لارون ڪري وهڻ لڳس. فيروز جي اکين تي انڌ جون پٽيون ۽ ڪنن ۾ ٻي رخيءَ جا ٻڙا پيل هئا. ڪاوڙ جي شدت ۾ رت جي مضبوط رشتن کان منهن موڙي ويٺو هو.

جيپ موڙ ڪٽيو تہ سامهون ٻہ بسيون ڀري ڪان تيز رفتاريءَ سان پريشر هارن ڏينديون پئي آيون. يوسف ڪان ڇرڪ نڪري ويو. ڊرائيور جيپ جي اسپيڊ گهٽ ڪري، موٽر سائيڪل جي پٺيان هلڻ لڳو. بسن جا پئي ڊرائيور حوصلي مان نڪتل هئا. اصل هڪ ٻئي مٿان چاول...! نہ اوور ٽيڪ ڪرڻ وارو پوئتي پئي هٽيو نہ ئي ٻئي ڊرائيور کيس ڪراس ڪرڻ پئي ڏنو. چار سلينڊر پراڻيون ڇڪڙا بسون سارو روڊ والاريو پئي آيون. ٻئي لوڪل بسون هيون ۽ اڳئين اسٽاپ تان ڏار ڏار روٽن تي وڃڻيون هيون، پر ٻنهي ڊرائيورن مان ڪوبہ نڪ تي مَرُ لائڻ لاءِ تيار نہ هو. "گهٽ معنيٰ بي عزتي....!" يوسف سوچيو پئي.

"ڊرائيور لفظ ۾ بہ بلان وارو "وَرُ" تہ آهي نہ....! پر اهو وَرُ بلان کان بہ بچڙو ٿو ٿئي. بلان تہ وري بہ ٻرڙ ۾ وَرُ ڇڏيندي آهي، هن هلڪڙي خلق جو وَرُ تہ ويندو ئي ڪونهي. ڊرائيورن مان وَرُ نڪري وڃي تہ هوند ٽريفڪ جا حادثا گهٽجي نہ وڃن....!"

ٻنهي بسن جي ڊرائيورن جا وَرَ نياڳ جي چوٽي ڪري بيٺا هئا. يوسف کي سوچڻ جون پنواٽيون هيون. هن سوچيو پئي:

"فيروز کي ڪچي تي لهي وڃڻ گهرجي. ائين نہ ٿئي جو......! پوءِ ڇا ٿيندو؟ ڇا ٿيو آهي اڄ تائين؟ ڪنهن ڊرائيور کي سزا بہ آئي آهي ڇا...؟ وڏ ۾ وڏ بس مالڪ تر جا ٻہ چڱا سانڍ ڪري، تڏي تي دعا جا هٿ سنوان ڪندا ۽ پوءِ حادثي کي ڏٽيءَ جي رضا ۽ اتفاق جو بهانو ڏئي، بخشائي ڏيندا....! ائين ئي تہ ٿيو آهي اڄ تائين. لکين ماڻهن جا ڄاڻي واڻي ۽ لاپرواهيءَ ۾ ڪيل قتل جهڙا ڏوهہ ڊرائيورن کي ڦبي ويا آهن. هنن جي

آڱوٺي مٿي سُوري؟ گهر اجڙن هڪڙن جا. چٽيون پرين پسن جا مالڪ ۽ گيهه ۾ ٽڪر پوليس جو. چڙهه....!“

اوچتو کو خيال ايندي ئي هن ڪنڌ کي زور سان نهڪر ۾ ڌوڻيو ۽ پاڻ سنڀالي، چپن ۾ پڙڪيو: ”هيءَ آءٌ ڇا پيو سوچيان؟ ماڻهو وائي تہ سڏائي ڪڍي....!“

ٻئي بسون رانياڙ ڪنديون پئي آيون. بہ اڍائي فوٽ روڊ مس بچيو هو. جيپ اڌ ڪچي ۾ لهي وئي هئي. يوسف ۽ ڏاڏي مبارڪ جو ساهہ فيروز ۾ ٽنگيل هو. هو روڊ تان هيٺ نہ لٿو ۽ ٿورڙي بچيل روڊ تان جيئن بس ڪيس ڪراس ڪيو تہ هو هوا جي دٻاءَ واري اڇل تي توازن وڃائي، بس سان ٽڪرائيندي بچيو. سوچن ۾ گوتا کائيندڙ يوسف کان وڏو چرڪ نڪري ويو ۽ بي خياليءَ ۾ سندس چرڪيل هٿ جيپ جي اسٽيئرنگ تي پيو. اسٽيئرنگ گهمي ويو ۽ جيپ ڪراس ڪندڙ بس جي پوئين حصي کي لڳي. توازن وڃائي روڊ کان هيٺ وڃڻ لڳي. ٺڪاءَ تي فيروز جي موٽر سائيڪل ڇتي بريڪ سان بيهي رهي. هو موٽر سائيڪل مان هٽ ڪڍي، چرين وانگر رڙيون ڪري جيپ ڏانهن ڊوڙندو پئي ويو.



هر صديءَ جو پنهنجو سياسي، سماجي ۽ ثقافتي مزاج ٿيندو آهي. وقت جو مدبر اُن مزاج جي تفصيلي انگن جي شناخت جو ذميوار آهي. بعضي محسوس ٿيندو آهي تہ ڪيترن ئي حوالن سان اسان پارين قومون ايڪيهين صديءَ ۾ طبعي طور ساهہ کڻندي بہ شعوري ۽ فڪري طور سورهين، سترهين صديءَ جي فضائن ۾ ٿيون جيئن. اها خطرناڪ وٿي آهي جيڪا هر قسم جي پسماندگي ۽ پستيءَ جا اثر پختا ڪيو بيٺي آهي. ويتر انٽرنيٽ، سُپرا ڪميونيڪيشن ۽ همہ گير اشتهار بازي ذريعي ڪي سياسي بازيگر اڪثر ننڍين شين/ حقيقتن کي بنهہ وڏو ۽ نمايان ۽ وڏين، اهم حقيقتن کي بنهہ حقير ۽ خسيس ڪري پيش ڪرڻ جي طلسماتي ڪردار سان ماڻهن ۾ حقيقت شناسيءَ جي سگهہ کي ساٽو ڪندا رهيا آهن. جڏهن تہ حقيقتن ۽ صداقتن کي پرکڻ لاءِ گوڙهي سنجيدگي ۽ گهڻ پاسائين دانشمنديءَ جي ضرورت آهي. عالمگير دٻاءَ ۽ غوغاءَ واري اهڙي صورتحال ۾ تدبر جي مطلوب/ حاضر تقاضائن جي تناظر کي نئين سر سنوارڻ، پنهنجين پاليسين ۽ پروگرامن کي تشڪيل ڪرڻ ضروري آهي. اهڙي Statesmanship واري دوربين ۽ دور رس صلاحيت کي تدبر چئجي ٿو. مظلومن جي بيداري، بيچيني ۽ قربانيءَ جو گراف ڪيتري اوچائي ۽ اورچائي جي سطح کي ماڻي جو آزاديءَ ۽ نجات جي تحريڪ ۽ انقلابي جدوجهد پنهنجي ماڳ ۽ منزل کي ويجهي ٿئي. اها شرح بہ سياسي تدبر ئي طئي ڪندو آهي. (ڪچان ڪجاڙ ص: 49_248)

■ حيدر علي لغاري

كهاڻي



# وڇوڙي جي لڪير

عزيز ڪنگراڻي

"سلام... سر!"

ٻُڌل آواز ڪنن تي پوڻ سان ڪانئس ڇرڪ نڪري ٿو وڃي. ڪنڌ مٿي ڪري نهاري ٿو. سامهون ثمر ڪي بيٺل ڏسي، چاهيندي بہ ڪيس ڪا ورندِي نٿو ڏئي. صرف مٿس هڪ مٿاڇري نظر اُڇلي، ڪم ۾ مصروف ٿي وڃي ٿو.

"سر.. ناراض آهيو؟"

"نہ."

"پوءِ ڳالهايو نٿا؟"

"ڇا ڳالهايان؟"

"جيڪو دل ۾ اچيوَ"

"تنهنجي موجودگيءَ ۾ دل تي بوجهہ ٿي پوندو آهي."

"يا منهنجي غير موجودگيءَ ۾؟"

"خوش فهميءَ ۾ نہ پئو."

"سر! خوش فهمي نہ پر سچ فهميءَ ۾ آهيان."

"مون ڏانهن نہ ايندي ڪر." تلخ ٽيڙ جي ناڪام ڪوشش ڪنديَہ چئي ٿو ڏئي ۽ ٽڏو ساهہ پري ٿوتہ ثمر سندس ڪيفيت ڪي سمجهي وڃي ٿي. سواليہ انداز ۾پڇيس ٿي:

"پر ڇو.. سر؟"

"اسان ٻنهي لاءِ خراب آهي."

"ڪيئن سر؟"

"دنيا غلط ٿي سمجهي."

”سمجھڻ ڏيوس! هتي ڪير ڪيترو به سٺو ڇو نه هجي، دنيا خراب ئي سمجھندي آهي. مان توهان جي اسسٽنٽ آهيان. آفيس ۾ ته آوَس اچڻو ئي اٿم.“

” آفيس جي سڄي عملي جي به اک هوندي آهي اسان ۾!“

” سر، ڇيُم نه ته اوهان جي اسسٽنٽ آهيان. حق ناهي آفيس ۾ اچڻ جو؟“

”آهي.“

”پوءِ؟...“

”پوءِ ڪي ڇڏ. بجيٽ فائيل ڪڍي اچ.“

”جي... سر“ ثمر چوندي، مٿس مرڪ جو ڇار اڇلي، هلي ٿي وڃي. ثمر ڪي ٽاريءَ ٽُبيءَ ۾ پئجي وڃي ٿو. سوچي ٿو ته مون سان بار بار ائين ڇو ٿو ٿئي؟ مون ۾ آهي ڇا؟ عمر جي آخري سرحدن ڪي ڇُهڻ وارو آهيان! حيدرآباد ۾ صحيح هوس، اجايو ڪراچيءَ بدلي ڪرائي آيس. حيدرآباد ڇڏڻ جو ڪارڻ ياد ايندي ئي روح جي گهرائين تائين پچري وڃي ٿو. ايئن جيئن مڇي تٽي تي ترڇڻ شروع ٿي وئي هجي. اندر جي ڦٽن جون ڪڙيون کُلي پوَنس ٿيون. اڳ به اهڙي طوفان منجھان گذريو هو. زرينه نالي سترهن سالن جي نوخيز ڇوڪريءَ مٿس چاهت جو ڄارُ اُڇليو هو. ٻه ٽنگو ڦاٿو هو پر زرينه جي پيار سندس سوچن جي ڪايا پلٽ ڪري ڇڏي هئي. محبت جي رنگينين ۾ رنگجي، سندس احساس به رنگين ٿجي ويا هئا. زرينه کيس هڪ تقريب ۾ ملي هُئي. ڏاڍي بي تڪلف لهجي ۾ تعارف ڪرائيندي، پهرئين ڏينهن ئي ساڻس فري ٿي وئي هُئي. ملاقاتن جو سلسلو پيار جي پيچن تائين پُهچي ويو هو. زرينه جي محبت هِن جي زندگيءَ ۾ رونقون آڻي ڇڏيون هُيون. هِن وٽ پرپُور پيار هو پر هِن کي احساس ئي نه رهيو ته زرينه هن بجاءِ سندس سماجي رتبي ۾ وڌيڪ دلچسپي ورتي هئي. زرينه هِن جهڙن ٻين به ڪيترن کي پنهنجي اهڙي مصنوعي پيار جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائي رکيو هو. جڏهن کيس اها خبر پئي هُئي ته ڇڪرائجي ويو هو. سندس دل پرزا پرزا ٿي وئي هُئي. هن جو عورت ذات تان ويساهه کڄي ويو هو. اُهو سڀ ڪجھه معلوم ٿيڻ کان پوءِ به هن الائي ڇو زرينه کي اهو محسوس ڪرڻ به نه ڏنو هو. زرينه سان پاڻ ملڻ ڇڏي ڏنو هُئائين. هوءَ پاڻ اچي ملندي هُئس، ته به کيس ڇئي نه سگهندو هو. کيس ڇئي نه سگهڻ جو سبب اڄ سوڌو سمجھه ۾ نه آيو هوس. هن ته زرينه کي پرکي ورتو هو پر زرينه نه سمجھي سگهي هئي ته هيءَ سندس پيار جي ڦندي مان نڪري ڇڪو آهي. واقعي به ڦاٿل هو پر وڏي ڪوشش کان پوءِ پاڻ کي سنڀالي ويو هو. زرينه جي ڪار، بنگلي ۽ پئسن واري لالچ ڪر ڪنيو هو ته هِن ڇاٽي واٽي لنوائڻ شروع ڪيو هو. جڏهن هِن ڇاٽي واٽي زرينه جون فرمائشون پوريون نه ڪيون، تڏهن جيتري تيزيءَ سان هوءَ سندس زندگيءَ ۾ آئي هئي، اوتري ئي تيزيءَ سان نڪري گُم به ٿي وئي هُئي. زرينه جي بيوفائيءَ جو احساس سندس ذهن ۾ تتل گزيءَ جيان لهي وڃي ٿو. سمورا احساس زخمي ٿي ويل پانئي ٿو.

زرينہ جي بيوفائيءَ جي يادگيري ايندي ئي هن کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ چڻ ڪاري نانگ تي پير پئجي ويو هجيس ۽ وار وار منجهان رت وهي هليو هجيس. ڦاران، المنّظر ۽ انڊس هوٽل ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ رس رهاڻ واري ياد ذهن منجهان زهر جيان سيمو ڪري، ٿمندي جسم ۾ ڦهلجي ويئس ٿي تہ بي چينيءَ جي ٿاهيءَ تي ٽنگجي وڃي ٿو. زرينہ کي زندگيءَ جي حد تائين چاهيو هئائين. مگر هُوءَ ڪيس سمجهي نہ سگهي. زرينہ جي پُر فريب پيار منجهان بہ پاڻ تي جبر ڪري، پاڻ ئي نڪري آيو هو پر پوءِ بہ زرينہ جي ڪوڙ جي احساس ڪيس سُک سان حيدرآباد ۾ رهڻ نہ ڏنو. ماڻهو اُن وقت عجيب ڪيفيت ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي، جڏهن دل ڪنهن سان ملڻ لاءِ بي چين بہ هجي، پر اهو ملي تہ ساڻس ملڻ سان راحت رَسڻ بجاءِ دل درد جي ٻني ٻڌجي وڃي. هن سان بہ ايئن ٿيو هو. زرينہ ملڻ ايندي هُئس تہ سُڪون بجاءِ تڪليف محسوس ڪندو هو. زرينہ سمجهي وئي هُئي تہ هيءُ ڪانئس بيزار ٿيڻ لڳو آهي. ان ڪري اوچتو سندس دنيا منجهان غائب ٿي وئي هئي. اُن کان پوءِ هن ڪوڙ پيرا زرينہ کي ڀين سان ڪار ۾ گهُمندي ڏٺو هو ۽ دل ئي دل ۾ ڪافي وڳيو بہ هئائين. تڏهن حيدرآباد ۾ گذرندڙ هر لمحو هن لاءِ عذاب ڪٽي ٿي آيو. الائي چو ڪيس صدمو رسيو ٿي.... مجبور ٿي ڪراچيءَ بدلي ڪرائي آيو تہ من اُنهن اذيتناڪ ڪيفيتن منجهان ڇوٽڪارو ملي سگهي، پر هتي اچڻ سان ثمر جي سيمابي شُياءَ ڪيس سِڙهي چڙهيو. اڳ ۾ بہ اڳرائي زرينہ ڪئي هئي، پر اُن وقت ڪيس احساس ئي نہ هُئو تہ زرينہ ۽ سندس عُمر ۾ وڏي وڇوٽي آهي. هن ڀيري بہ اڳرائي تہ ثمر ڪئي آهي، پر ڪيس مڪمل احساس آهي تہ ثمر ۽ هِن جي عمر ۾ وڏو سنڌو آهي ۽ اِهو سنڌو هن مٿان تلوار جيان لٽڪيل آهي. ڪيس حيرت انهيءَ ڳالهہ تي ناهي تہ ثمر جڏهن کان اسسٽنٽ ٿي سندس آفيس ۾ آئي آهي، تڏهن کان زرينہ وانگر الائي ڪيئن سندس حواسن تي ڇانئجي وئي آهي، پر ڪيس تعجب اهو آهي تہ ثمر هن ۾ ايترو جلد ۽ ايترو گهڻو انوالو ڇو ٿي آهي؟ خيال ٿو اچيس تہ ڪٿي ثمر بہ زرينہ وانگر ئي نہ ثابت ٿئي. چاڪاڻ تہ هن جي ۽ ثمر جي عُمر ۾ تمام وڏو فرق هو. ويهن سالن جي جوان ۽ رنگين احساسن واري ڇوڪري ثمر، پنجيتاليهہ بهارون پيلي خزائن جا در کڙڪائيندڙ وهيءَ ۾ ڇا ڏٺو هوندو؟ هُو ڀٽڪي ٿو: "ڇوڪريون ايئن ڇو ٿيون ڪن؟ پئسي لاءِ؟ ٻيءَ ڪنهن لالچ ۾؟... پر ڇا بہ ٿئي، مان ايئن ٿيڻ نہ ڏيندس. هُوءَ ڇا بہ چاهيندي هجي، پر مان ڪيس ٿُڏي ڇڏيندس، ايئن هرگز ٿيڻ نہ ڏيندس..."

"مون سان ڳالهايَوَ... سر؟" ثمر فائيل هٿ ۾ ڪري، آفيس ۾ داخل ٿيندي پُڇي ٿي.

"هُون... نہ .. پاڻ سان!!" هِن وائڙپ ۾ وراڻيو.

"مون سان بہ ڳالهايو نہ؟"

"ڳالهايان تہ ٻيو توسان!"

"اِهو بہ ڳالهائڻ آهي؟"

" ٻيو ڇا ڳالهايان؟"

" جيڪو مان چاهيان ٿي!"

" جيڪو تون چاهين ٿي، سو شايد نہ ڳالهائي سگهان."

"ڇو... سر؟"

" ثمر....!" هُو گنڀير ٿي ويو هو.

" جي سر!" ثمر سنجيدگيءَ ۾ وڪوڙجي وراڻيو.

" شڪي وبل وڻ کي ميوي جي توقع رکي پاڻي ڏيڻ کان بهتر ناهي تہ نئون وڻ پوکجي!"

" جڏهن پُورو يقين هجي تہ اُهو وڻ ميوي سان گڏ گهاٽو ڇانورو بہ ڏيندو تہ پاڻي ڇو نہ ڏجي؟؟"

"فائيل مڪمل ناهي..." فائيل اُٿلائيندي، موضوع کان لنوائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

" سر!! فائيل يا پروفائيل؟؟"

" مون فائيل جي ڳالهہ ڪئي آهي."

"مون پروفائيل سمجهيو جنهن کي مڪمل مان نہ پر اوهان ڪري سگهو ٿا."

"ڇا مطلب؟؟ سمجهڻ جي ڪر، حدون اورانگهڻ جي ڪوشش نہ ڪر." ڇهري تي جبري گهنج اچي ويجنس ٿا تہ ثمر گهٻرائجي چوي ٿي:

"Sorry sir!"

"آئنده اسان ٻنهي جي وچ ۾ موجود وِڇوٽيءَ کي ذهن ۾ رکندي ڪر."

"ڪهڙي وِڇوٽي سر؟؟ عمر جي يا عُهدي جي؟"

"ٻئي وِڇوٽيون برقرار رکڻ ۾ ئي ٻنهي جي بهتري آهي."

" جيُ... بلڪل سر.. پر........"

"پر ڇا؟؟" ڪرسيءَ تان اُٿندي، ڪاوڙ ۾ چويس ٿو تہ ثمر بہ ڪرسيءَ تان وڃ جهڙو وراڪو کائي اُٿي ٿي ۽ اک ڇنڀ ۾ سندس قريب اچي ٿي وڃي. جذباتي انداز ۾ پنهنجا نرم چپ هن جي کهرن ڳلن تي رکي، پٺتي هٽي ٿي وڃي تہ هُو پريشانيءَ ۽ حيرت منجهان پاڻ سنڀالڻ ۾ لڳي ٿو وڃي. هن کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ هي سڀ ايترو اوچتو ۽ جلد ڇا ٿي ويو. هو اهڙيءَ صورتحال لاءِ بلڪل بہ تيار نہ هو:

" هيءَ تو ڇا ڪري ڇڏيو؟؟"

" سر... وِڇوٽيءَ جي لڪير ڪڍيم...خُدا حافظ!"

"وِڇوٽيءَ جي لَڪِير؟؟" ششدر ٿي ڀڻڪي ٿو ۽ پنهنجي ڳل تي هٿ رکي، ڀنل ڳل جي آلاڻ کي ڇهڻ ٿو لڳي. دروازي ڏانهن نهاري ٿو ثمر وڃي چُڪي هئي. وِڇوٽيءَ جي نڪتل اهڙيءَ لڪير جي ڀرپور آلاڻ سندس سموري جسم ۾ ڦهلجي وڃي ٿي.





# جرمنيءَ جو سفر

جامي چانڊيو

## هڪ شهر جتي روين جي ديوار اڄ به موجود آهي!!

فوزيه شاهين ۽ مان دبئي انٽرنيشنل ايئرپورٽ تي پهتاسين ته اسلام آباد، لاهور ۽ پشاور مان سنگت اڳ ئي پهتل هئي. جرمنيءَ جي دوري تي ويندڙ اسان ڏهن صحافين ۽ ليکڪن جو قافلو هاڻي مڪمل ٿي چڪو هو. پاسپورٽ ڪنٽرول لاءِ ڊگهي قطار ۾ لڳاسين ۽ رات ٽائين اسان کي وري هڪٻئي کان جدا ٿيڻو هو. جو اهو ڏينهن اسان کي دبئيءَ ۾ ترسڻو هو پر سڀنيءَ جو انتظام جدا جدا هوٽلن ۾ ٿيل هو. دبئي ته هاڻي گيٽ وي ٿي پيو آهي. جيڏانهن وڃو دبئي ضرور ترسڻو پوي ٿو. ويندي هاڻي ته ڏکڻ ايشيا ۾ ڪٿي وڃڻ لاءِ به دبئي ٽرانزٽ اسٽيشن آهي. هونئن ته دبئي پيو اچڻ وڃڻ ٿيندو آهي پر گذريل سال جڏهن چونڊون ڪي ٽي اين تي لائيو ڪور ڪرڻ لاءِ آيا هئاسون ته مزو ئي اور هو. ٻنهي مختصر ماڻهن ۽ ٽيڪنيڪل سامان سميت جڏهن اسين دبئيءَ جي ميڊيا سٽيءَ ۾ ٽين اسپورٽس جي بلڊنگ پهتا هئاسين ته گورا پريشان هئا ته ڪي چار ماڻهو ٽي ڏينهن رات لائيو پروگرام ڪندا ڪيئن؟ اسان ته جيئن تيئن ڪري جڳاڙ ڪيو پر موٽياسين ته ملڪن ۾ هوڪرا هئا ته ڪي ٽي اين ڪمال ڪري ڇڏيو. خير ڳالهه سچ پچ هئي به ته ڪمال جي. هڪ چينل جنهن کي شروع ٿئي اڃا ڪجهه ئي ڏينهن مس گذريا هئا. ان جي اهڙي ڪامياب پيش قدمي واقعي به غير معمولي ڳالهه هئي. حقيقت ۾ اهو خود به هڪ مڪمل ۽ دلچسپ ڊاڪيومينٽريءَ جو موضوع هو ته اسان اُتي ڪهڙي صورتحال ۾ ۽ ڪيئن پئي ڪم ڪيو. سڄي رات لائيو مٿو هڻي جڏهن علي قاضي ۽ مان هوٽل ڏانهن روانا پئي ٿياسون ته هوٽل ٻنهي پر ۾ ۽ سڏ پنڌ تي هئڻ باوجود اسان کي هٿ ئي نه اچي. فضول چڪر هڻي هڻي وڃي ٽيڪسيءَ واري کي جهليوسين ته همراهه اسان کي اهڙين نظرن سان ڏٺو جڻ اسين پئي حسين آباد گدوءَ مان پيجي سڏو هتي آيا هجون. چاڪاڻ ته هوٽل اسان جي ڪاٻي طرف هو. لالا رحمان

جي لائيو پروگرام ۾ سيٽ تي ميزبان جي حيثيت ۾ هڪ لمحي لاءِ اک لڳي وئي، ڇاڪاڻ تہ مسلسل ارڙنهن ڪلاڪ جاڳيو هو ۽ سيٽ تي ويٺو هو. بهرحال دلچسپ ترين ۽ نہ وسارڻ جهڙا واقعا ٿيا. ٻئي ڏينهن صبح جو لالا رحمان ۽ رحيم بخش جعفري وچي ڄٽا ۽ سيٽ تي مان ۽ علي قاضي هجون. نتيجا اچن آهستي ۽ اسان بہ ڄڻا دنيا جي هر موضوع تي ڳالهائي چڪا هئاسون. علي قاضيءَ مون کي لائيو سيٽ تي پرچي لکي تہ "هاڻي تہ ڳالهائي ڳالهائي "مال" ئي ڪپي ويو آهي." ايتري ۾ عرفان الله مروت جو نتيجو اچي ويو. مون جواب ۾ لائيو سيٽ تي عليءَ کي جوابي پرچي لکي ڇيو "هاڻي پرواهہ ناهي، ڪلاڪ ڪڍي ويندا سون." ناظرين پيا سمجهن تہ اسين غلام اسحاق خان ۽ ڄام صادق جي دؤر تي وڏيون گوهر افشانيون پيا ڪريون. اها خبر نہ هجي تہ مواد نہ هجڻ ڪري مروت پيو سنجي. پروگرام پورو ٿيو تہ کِلي کِلي کِيرا ٿي پياسون ۽ ڇئون پيا: "مروت! يار معاف ڪجانءِ، اسان سان مواد جو وڏو مسئلو هو. مجبوريءَ ۾ تون سنجي وئين. اسان جي نيت ا هڙي ڪانہ هئي." بهرحال اهو هڪ يادگار سفر هو.

دبئيءَ جي ميڊيا سٽي هڪ عجيب جاءِ آهي. سڄي ڪائنات آهي هڪ ننڍڙي شهر ۾! دنيا جو ڪهڙو چئنل آهي، جيڪو اتي نہ هجي ۽ ان شهر ۾ اسان جي ٻوليءَ جي ٻونگيءَ جو آڏجڻ جديد سنڌ جي تاريخ جو وڏو واقعو آهي. هي دؤر ڪميونيڪيشن جو آهي. زندگيءَ جو ڪوبہ شعبو ٻوءِ اهو سياست هجي يا ڪلچر، ادب هجي يا ٻولي، ڪميونيڪيشن کانسواءِ هلي نہ سگهندو. ڪي ٽي اين سنڌي ٻوليءَ ۽ ڪلچر کي جياپي جو جٽادار گسُ ڏنو آهي. مون کي ذاتي طور خبر آهي تہ اهو



علي قاضيءَ جو پراڻو خواب هو پر جيئن تہ هو بنهہ عملي ماڻهو آهي، ان ڪري هن پنهنجي مثالي پورهيي سان ان خواب کي هڪ جيئري جاڳندي ساپيان ڏني ۽ اڄ ڪي ٽي اين خواب نہ پر هڪ حقيقت آهي.

رات جو اسين وري ايئرپورٽ تي گڏ ٿياسين. اسان جي ايندڙ استيشن ايمسٽرڊيم هئي. دبئيءَ ۾ رُلي رُلي سڀ ٿڪجي پيا هئا سو سڀنيءَ کي انتظار هو تہ جهاز اُڏي تہ چيلهہ سڌي ڪريون. رهي سهي ڪسر دبئي ايئرپورٽ جي آئرش پب پوري ڪري ڇڏي هئي. هرڪو ستين آسمان تي هو. صحافين ۽ اديبن جو هوندئن بہ سڄيءَ دنيا ۾ زمين سان گهٽ پر "ستين آسمان" سان گهڻو واسطو هوندو آهي. دبئيءَ مان جهاز اُڏيو

۽ سيني سمهڻ لاءِ سيٽون هٿ ڪرڻ شروع ڪيون. اڌ ڪلاڪ اندر جوڳي نہ ڪنهن جا مِٽ هئا. اڪ ڪُلي تہ جهاز ايمسٽرڊيم جي ايئرپورٽ تي لينڊ ڪري چڪو هو. اسان جو سفر اڃا جاري هو جو اسان کي جرمنيءَ جي گاديءَ جي هنڌ برلن وڃڻو هو. ايمسٽرڊيم جو شهر هجي يا ايئرپورٽ. ماڻهوءَ کي بوريت جو احساس تي نہ ٿو سگهي. ٻہ سال اڳ جرمنيءَ کان واپس ايندي مون اهو شهر اُٿلائي پُٿلائي گهميو هو. ڪلڪتي جيان هتي ٻہ ٻہ اُبتڙ دنيائون آهن. هر پبلڪ جاءِ تي توهان کي يا ڪامريڊ ملندا يا ڪيڄر. هونئن پنجاب ۾ تہ ڪيڄرن جي هڪ پوري ذات آهي پر اهو قبيلو آهي سڄيءَ دنيا ۾. ايمسٽرڊم ٽرانسڪائي ڪامريڊن جو ٻہ بين الاقوامي مرڪز آهي. اسين برلن پهتاسين تہ صبح جا نَوَ ٿيا هئا ۽ تڏ اسان جا وائيسر بتال ڪري ڇڏيا. اهو تہ اڃا هتي اونهارو هو. يورپ ۾ سياري جو سيءُ ماڻهو بيان نہ ٿو ڪري سگهي. اهو رڳو محسوس ڪري سگهجي ٿو. ايئرپورٽ تي اسان جي ميزبان سمون اوڪاچ برائون اسان جي پليڪار لاءِ بيٺي هئي. اسان کي برلن ايئرپورٽ تي امتياز گل جو انتظار ڪرڻو هو جنهن کي فرينڪفرٽ کان اچي اسان کي جوائن ڪرڻو هو. امتياز گل پاڪستان جو مشهور صحافي آهي. هو پاڪستان ۾ وائيس آف جرمنيءَ (Deutische Welle) جو نمائندو آهي. تازو هن جو افغانستان ۾ طالبان دؤر تي لکيل ڪتاب ڏاڍو مشهور ٿيو آهي. امتياز گل جي انتظار جو وقت اسان ايئرپورٽ جي ڪافي شاپ ۾ گذاريو.

برلن ۾ اسان جي رهائش جو انتظام جنهن هوٽل ۾ ٿيل هو اهو ڪرفرسٽينڊيم اسٽريٽ تي واقع هو جيڪو برلن جو مرڪزي علائقو يعني جڄ تہ برلن جو گاڏي ڪاتو آهي.

اسان جو جرمنيءَ جو پروگرام ائين ڏينهن جو هو جنهن ۾ اسان کي ٽي شهر برلن، پوٽسڊيم ۽ هيمبرگ گهمڻا هئا ۽ پارليامينٽ سميت اخباري ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جا سڀ وڏا ادارا وزٽ ڪرڻا هئا ۽ مجموعي طور جرمنيءَ جي ميڊيا ۽ سياسي نظام کي سمجهڻو هو. مان اڳ ٻہ جرمنيءَ جو تفصيلي دورو ڪري چڪو آهيان پر اهو وڏيڪ اڪيڊمڪ هو ۽ پاڪستان مان آئون اڪيلو هئس پر هي دورو خاص طور پاڪستان جي اليڪٽرانڪ ۽ پرنٽ ميڊيا جي چونڊ صحافين ۽ ليکڪن لاءِ ترتيب ڏنو ويو هو ۽ اڪيڊمڪ گهٽ پر عملي نوعيت جو وڏيڪ هو. اسان جي ڏهن ڄڻن جي وفد سان اردو ۽ سنڌي صحافت مان صرف اسين ٻہ يعني فوزيہ ۽ مان هئاسون. باقي سيني جو تعلق انگريزي ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا سان هو. سنڌي ميڊيا ۾ هاڻي پروفيشنل حوالي سان قابل صحافين جو چڱو انگ آهي پر انهن جو مسئلو اهو آهي تہ يا تہ کين انگريزي نہ ٿي اچي ۽ جن کي اچي ٿي اُهي پنهنجن روايتي دائرن کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن. ٿيان وري اُهي آهن جيڪي رڳو سينيئر صحافي سڏجڻ تي خوش آهن پر ڪانئن هاڻي پورهيو ڇڏائجي ويو آهي. ڪتابن پڙهڻ سان تہ سنڌي صحافين جي هونئن ٻہ گهٽ لڳي. پريس ڪلبن ۾ ويهي ڏسو ڪتابن ۽ وڏن موضوعن جو ذڪر توهان کي ورلي ملندو. جڏهن تہ سنڌي صحافت جو ملڪ ۾ هاڻي جيترو وزن آهي، ان لحاظ کان

سنڌي صحافين لاءِ اِڳتي نڪرڻ جي وڏي گنجائش آهي پر انگريزي، ڪمپيوٽر لٽريسي ۽ سٺي مطالعي کانسواءِ اهو سڀ ممڪن نہ آهي. هونئن بہ اسان جو ماڻهو پنهنجين صلاحيتن کي سستي اگهہ تي وڪڻڻ جو بادشاهہ آهي.

اسان جو پهريون ڏينهن واندڪائيءَ وارو هو سو سيني جو خيال هو تہ برلن گهمجي. وفد ۾ مون سميت اسان ڇئن ڄڻن يعني توثيق حيدر (پاڪستان ۾ ٽي وي جو مشهور اسٽار)، ظفر الله خان ۽ امتياز گل جو برلن اڳ ئي گهميل هو پر سٺا شهر سٺن دوستن جيان ٿيندا آهن. بار بار ملڻ سان ئي ساڻن تعلق گهرو ٿيندو آهي. پر مسئلو اهو هو جو شهر هڪ، ڏينهن هڪ، ماڻهو ڏهہ ۽ پروگرام پنجاهہ. رهيل ڪسر اوچتي بارش پوري ڪري ڇڏي. اسان جي سياسي حڪومتن جيان هتي جي موسم بہ سدائين غير يقيني هوندي آهي. هتي بادل سدائين ڀريا وتن. دنگو لڳن تہ وَسي پوندا. اسان جا تہ آسمان بہ بخيل آهن. نہ وسن نہ هلڪا ٿين. چون ٿا تہ ڪو زمانو هو شڪارپور ۾ ميونسپالٽيءَ وارا وڻ ڌورائيندا هئا. هتي تہ قدرت جو پڪالي روز وينو وڻ تہ ڇا انهن جو هڪ هڪ ڪري پن پن ڌوئي. تڏهن تہ ڪارل مارڪس چيو هو تہ يورپ ۾ خوشحاليءَ ۽ بورجوا انقلاب جو هڪ وڏو سبب اُتي جي موسم آهي.

جيتوڻيڪ جرمنيءَ جي ٻين شهرن جي ڀيٽ ۾ برلن ايترو پراڻو نہ آهي پر پوءِ بہ رڳو جرمنيءَ ۾ ئي نہ پر سڄي يورپ ۾ هن شهر کي ڳڻن حوالن سان پنهنجي خاص اهميت ۽ سونهن آهي. چيو وڃي ٿو تہ هي شهر 1230ع کان 1240ع جي وچ واري ڏهاڪي ۾ ٻڌو ويو هو. ان لحاظ کان هي شهر حسن درس جي ڳوٺ مشائخ هوتي جو هم عمر آهي پر سنڌ جي ڪنهن بہ شهر کي برلن جهڙو ٿيڻ لاءِ شايد سوين نہ پر هزارين سال گهرجن. برلن اڳ بہ 1871ع کان وٺي جرمنيءَ جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ ٻي جنگ عظيم کانپوءِ جرمنيءَ جي ورهاڱي کانپوءِ صورتحال بدلجي وئي پر وري جڏهن 1989ع ۾ برلن وال ڊاٿي وئي ۽ آڪٽوبر 1991ع ۾ جرمنيءَ جي گڏيل ٿي تہ جرمنيءَ جو گاديءَ جو هنڌ بون مان برلن منتقل ٿيو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کان اڳ برلن يورپ ۾ يهودين جو وڏي ۾ وڏو ڳڙهہ هو. چيو وڃي ٿو تہ هڪ لک سٺ هزار يهودي برلن ۾ رهندا هئا پر هاڻي هتي رڳو ٻارنهن هزار يهودي رهن ٿا. پهرين مهاڀاري جنگ کان اڳ برلن يورپ جو وڏي ۾ وڏو صنعتي مرڪز بہ هو ۽ نہ رڳو صنعتي مرڪز پر هي شهر يورپ جي وڏن علمي، فڪري ۽ ثقافتي مرڪزن مان بہ هڪ هو. دلچسپ ڳالهہ تہ هي شهر هڪ طرف هٽلر جي نيشنل سوشلسٽ ڊڪٽيٽرشپ جو مرڪز بہ هو تہ ساڳئي وقت ان خلاف مزاحمتي جدوجهد جو ڳڙهہ بہ هو. جرمني هونئن بہ عجيب ملڪ آهي. هي ملڪ مختلف وقتن تي فلسفين، فاشسٽن، فنڪارن، ڪامريڊن ۽ جمهوريت پسندن جو ڳڙهہ رهيو آهي ۽ اڄ توهان کي برلن جي شهري زندگيءَ ۾ اهي سڀ رنگ نظر ايندا.

بارش سبب اسان ڪوبہ پروگرام ناهي ڪونہ سگهياسين ۽ هڪرفوستيندبيرم جي رستن تي سڄو ڏينهن پسار ئي ڪندا رهياسين. يورپ ۾ واندڪائيءَ جي گهڙين ۾ ماڻهو رڳو رستن تي هرو ڀرو پسار ڪندو رهي تہ بہ اها ڳالهہ عياشيءَ کان گهٽ ناهي. توهان

ڪي هر طرف زندگي رڳو نظر ئي نہ ايندي پر شدت سان محسوس بہ ٿيندي. هر طرف چميون، ڀاڪر، ساوا چهچ وڻ، جوانيءَ جون البيلائيون، ٻارن جون بي پرواهيون ۽ پوڙهن جون عاشقانہ دلربايون. آزاديءَ جو احساس- ٻيو ماڻهوءَ کي زندگيءَ ۾ گهرجي بہ ڇا؟ آزادي ۽ خوشحالي هر سوال جو جواب آهن. محتاجي ۽ غلامي زندگيءَ جي هر احساس جي نفي آهن. برلن جي اُها شام اسان هر طرح سان محسوس ڪئي. ڪرفرسٽينڊيم جي اُها چرچ جيڪا ٻي مهاڀاري جنگ ۾ تباهہ ڪئي وئي هئي پر ان جا اهڃاڻ اڄ بہ ڳڙ ڪنيو بيٺا آهن. ڄڻ تہ عيسيٰ مسيح طرفان جنگ جي نفي اڄ بہ جاري هجي. اها بظاهر تباهہ ٿيل چرچ جنهن جي چوڌاري جواني زندگيءَ جي تصوير ۾ پنهنجا سڀ رنگ ڀري ٿي، محبتن جا، عاشقيءَ جا، بي ثباتيءَ ۽ بي پرواهيءَ جا ۽ اُهي سڀ رنگ جيڪي دنيا ۾ پل تہ موجود نہ هجن پر محسوسات جي دنيا ۾ محسوس ۽ تخليق ڪري سگهجن ٿا. برلن بہ عجيب شهر آهي. ورهاڱي کان اڳ اوڀر برلن شهر جو سڀ کان ترقي يافتہ حصو هو ۽ ورهاڱي کانپوءِ اولهہ جرمنيءَ اوڀر کي هيٺ ڪرڻ لاءِ سڄو زور اولهہ برلن جي ترقيءَ تي ڏنو اهو فرق وڌندو ئي ويو. اڄ برلن جي ديوار کي ڀڄي ٽيرنهن سال ٿي ويا آهن پر شهر جي زندگيءَ جي هر رنگ ۽ رويي ۾ توهان کي اهو فرق نظر ايندو. اولهہ برلن جا شهري اڄ بہ اوڀرائين پاسي کي آمريت جي علامت سمجهن ٿا ۽ اوڀر جا شهري اڄ بہ اولهہ برلن جي مسلط ڪيل آزاد ماحول کي ڇڙواڳي سمجهن ٿا. توهان کي اوڀر ۽ اولهہ برلن جو فرق اڄ بہ ديوار برلن کانپوءِ بہ هر جاءِ تي نظر ايندو. رستن ۽ عمارتن کان وٺي، ڪلبن ۽ پبن تائين، لباس کان وٺي سماجي روين تائين، ادب کان وٺي صحافت تائين، سياست کان وٺي معيشت تائين. اڄ بہ ٽرام شهر ۾ صرف اوڀر ۾ هلي ٿي ۽ تاريخي عمارتون گهڻي ڀاڱي توهان کي صرف اوڀر طرف ئي نظر اينديون. جيتوڻيڪ اڄ برلن ۾ ديوار ڪونهي پر هڪ ئي قوم ۽ زبان جي ٻن آبادين بلڪ ٻن سماجن وچ ۾ روين جي ديوار اڄ بہ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ۽ هر جاءِ تي محسوس ڪري سگهجي ٿي.

## هڪ ڊيڪ يادگيري، هڪ شام جو تصور!

اوڀر جون جيڪي شيون گلوبلائيز ٿيون آهن، انهن ۾ چيني ۽ ڀارتي کاڌا ۽ ڀارتي فلمون خاص طور اهم آهن. توهان کي دنيا جي هر ڪنڊ ۾ چيني ۽ ڀارتي کاڌن جا رسٽورانٽ ملي ويندا. برلن جي ڪرفرسٽينڊيم اسٽريٽ تي ”ڪلڪتو ريسٽورانٽ“ برلن ۾ ڀارتي کاڌن جو مشهور مرڪز آهي. اسان جي رات جي مانيءَ جو بندوبست اُتي ڪيو ويو هو. بنگال جون مٺايون ۽ ڇهرا کاڌا ڀارت سان گڏ سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهن. بهار جا ڪباب، دهليءَ جو حليم، بمبئيءَ جي نهاري، سائوٿ جون چٽنيون ۽ دوسا. بنگال جون مٺايون ۽ ڀاڄيون مون اُتي هر جاءِ تي وڃي کاڌا آهن، سو هتي بہ ڪلڪتي رسٽورانٽ ۾ گهڙڻ شرط وات پاڻي پاڻي ٿي ويو. چٽن جي دال ۽ ادرڪ جا پاپڙ ٿوم جي چٽنيءَ سان پيش ٿيا تہ ٻڪ جو احساس ستين آسمان تي هو. سٺا کاڌا منهنجي ڪمزوري هوندا آهن. آڪاش انصاري بہ کائڻ، کارائڻ توڙي پچائڻ

جو بلا جو شوقين آهي. پلن ۾ ڪرڙن جو ذڪر ائين پيو ڪندو ڄڻ محبوبن جون ڳالهيون پيو ڪري. هينئر ڪولمبو ويس تہ آخري گهڙيءَ تائين پارتون ڪيائين تہ لنڪا جي دالچيني ضرور وٺيو اچج. ايران



ويو تہ مون لاءِ زعفران وٺي آيو. اسين گڏبا آهيون تہ ادب ۾ سياست کان وڌيڪ ذڪر کاڌن جو ٿيندو آهي. جهينگن جو ذڪر اهڙي احترام سان ڪندو جو ماٺهو پائيندو تہ اديبن ۾ دانشورن جو ذڪر پيو ٿئي. سو هتي بہ مون کيس ڏاڍو مس ڪيو. برلن جي ٿڌي رات جو لتا جي پراڻن گيتن ۾ روايتي پارتي کاڌن اسان کي بيحد مزو ڏنو. اسان جي حياتين جو وڏو حصو مڙهيل مجبورين جي مزاحمت ۾ گذريو وڃي، ان ڪري جيڪي چار گهڙيون ماڻهو زندگيءَ جو لطف ماڻي سگهي ضرور ماڻڻ گهرجي. لطف جي ڪابہ سرحد ۾ دائرا نہ آهن. ان جا محرڪ اڻ ڳڻيا ۽ اَپار آهن.

ٻئي ڏينهن صبح جو تڪڙا تڪڙا سيمينار هال ۾ پهتاسين. جرمن وقت جا بيحد پابند آهن. ان ڪري هر ڳالهہ ۾ فخر وچان چوندا، جرمن ٽائيم! معنيٰ وقت جي اهڙي پابندي جو سيڪنڊ هيڏي نہ هوڏي! هال ۾ ڊاڪٽر والٽر هارٽمن اڳ ئي ويٺو هو. مون کي ڏسڻ شرط ڀاڪر پائي مليو. هو جرمنيءَ جو مشهور اسڪالر آهي ۽ جرمنيءَ جي اسان جي اڳوڻي دوري ۾ اسان جو استاد هو. مون کي خوشي آهي تہ مون گذريل پيري جرمنيءَ جو ڊگهو سفر هن جهڙي اسڪالر سان گڏجي ڪيو هو. هو اسان کي پنهنجي ڳوٺ بہ وٺي ويو هو ۽ پنهنجي گهر واريءَ سان ملايو هئائين. جيڪا هاءِ اسڪول جي استاد هئي ۽ اسان جي ڳوناٺين عورتن وانگر ڪڪڙيون پالڻ هن جو وڏو شوق هو. ڊاڪٽر هارٽمن اسان کي جرمنيءَ جي جديد تاريخ بابت ليڪچر ڏيڻ آيو هو. هن جا هڪ ئي ڏينهن ٽي ليڪچر هئا. هن جو پهريون ليڪچر جرمنيءَ جي قديم تاريخ بابت هو ٻئي ليڪچر ۾ هن جرمنيءَ جي جديد تاريخ خاص طور تي ويهين صديءَ جي تاريخ تي تفصيل سان ڳالهايو جنهن ۾ هن جو گهڻو زور جرمنيءَ ۾ فاشزم جي تحريڪ جي اُڀار ہي مهاڀاري جنگ. جرمنيءَ جي ورهاڱي ۽ جرمنيءَ جي وري نئين سر گڏجڻ تي هو. جڏهن تہ سندس ٽيون ليڪچر جرمنيءَ جي موجوده وفاقي جمهوري نظام ۽ مجموعي طور جرمن رياست ۽ سماج بابت هو. تاريخ تہ ماڻهو ڪتابن ۾ بہ پڙهي سگهي ٿو پر ڊاڪٽر هارٽمن جنهن اوريجنل انداز سان جرمنيءَ جي تاريخ جي ڪهاڻي بيان ڪئي، اُها بلڪل ائين هئي جيئن رات جو ڏاڏيون، نانيون سمهڻ کان اڳ ٻارن کي آکاڻيون ٻڌائينديون آهن. مون تہ خير هن جا ليڪچر اڳ بہ ٻڌا هئا پر اسان جي وفد جي سمورن صحافين ۽ ليکڪن هن جي گفتگو وڏي مزي ۾ ڏيان سان

ٻڌي مٿان وري اسان جي مترجم به هن جي ڳالهين کي تخليقي انداز سان ۽ پنهنجا مرچ مصالحا ملائي تي ترجمو ڪيو. اهو مترجم جيڪو لنڊن جو انگريز آهي، اسان سان گڏريل دوري ۾ به گڏ هو ۽ رات جو بپ ۾ شراب پيئندو نه هو ڇڻ ته ان ۾ وهنجندو هو ۽ پوءِ مستيءَ ۾ اچي گٽار کڻي اسان کي گانا ٻڌائيندو هو. ڏاڍو زنده دل ماڻهو هو. جرمنيءَ ۾ ماڻهو انگريزي ٻڌڻ لاءِ سِڪي تو وڃي. توهان کي اسٽالن تي انگريزي اخبار ڪونه ملندي، ڪتاب گهرن تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب نه ملندو. چڱا ڀلا سياسي اڳواڻ، اديب ۽ دانشور پر انگريزيءَ جو اکر ڪونه ڄاڻن ۽ اهو حال يورپ جي اڪثر ملڪن جو آهي. فرانس، اسپين، اٽليءَ جو به ساڳيو حال آهي. مون ڪٿي پڙهيو ته گورباچيف به هاڻي انگريزي سکڻ شروع ڪئي آهي. اصل ۾ هنن جون پنهنجون ٻوليون ايتريون ترقي يافته آهن جو ڪين انگريزيءَ جي ضرورت ئي پيش نه ٿي اچي. اهو ئي حال ايشيا ۾ چين ۽ جپان جو آهي. بيو يورپ ۾ برطانيا سان ٻوليءَ توڙي قوم جي حوالي سان توهان کي تعصب يا ساڙ هر جاءِ تي نظر ايندو. اهو ئي رويو برطانيا جو وري يورپ جي بين ملڪن سان به آهي. اصل ۾ تاريخ جا تضاد ائين ختم ٿي نه ٿا سگهن. اهي مختلف شڪلين ۽ روين جي صورت ۾ تاريخ ۾ آپريٽ ڪن ٿا ۽ نارمل ٿيڻ لاءِ صدين جو وقت گهرن ٿا. تاريخ ۾ وڏا بحران قومن کي رڳو ڪمزور نه ٿا ڪن پر پس و پيش ڪين غير معمولي سگهه به بخشين ٿا. ان جا نتيجا ڏسڻا هجڻ ته يورپ ان جو بهترين مثال آهي. اسان تاريخ ۾ نه ڪي وڏا اوڄ ڏٺا ۽ نه غير معمولي بحران ۽ هاڃا. نتيجي ۾ اسان جا تاريخي ۽ سماجي رويا ڪمزور ۽ ٻاراڻا آهن. يورپ ۾ رڳو جنگين جي تاريخ ڏسو ته ماڻهوءَ جي دل ڏڪيو وڃي. اڄ جرمن توهان کي انتهائي فضيلت وارا لڳندا، جيڪو شايد سندن تحت الشعور ۾ ويٺل اجتماعي احساسِ جرم جو ردعمل ۽ نتيجو آهي. برلن ۾ توهان کي ڪٿي به هٽلر جو ڪو يادگار نظر نه ايندو. ويندي هن جو گهر به محفوظ نه ڪيو ويو آهي. چون ٿا ته نوجوان نسل لاءِ هٽلر جو ڪو نشان ۽ يادگار باقي نه رهڻ گهرجي ته متان وري نه فاشزم اُٿلي پوي، ڪنهن به جرمن سان هٽلر يا فاشزم بابت ڳالهايو ته هن جو منهن لهي ويندو. هو ان بابت ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ به پسند نه ٿا ڪن. قومون پنهنجن بحرانن کي ذهني، سماجي ۽ سياسي سگهه ۾ تبديل ڪري سگهن ته پوءِ تاريخ جا هاڃا به وڏي وٿُ بڻجي پون ٿا پر اهو ڪم ليڊرشپ جو هوندو آهي.

آسمان تي ڪارا بادل ڇانيل هئا. هلڪيون مينهن-ڦڙيون وَسي رهيون هيون ۽ ائين ٿي لڳو ڄڻ سڄ لهڻ وارو هجي پر اهو دراصل اسان جي ٽئين ڏينهن جو آغاز هو ۽ صبح جا ست وڄي رهيا هئا. هتي جي موسم به عجيب آهي، ڪڏهن رات جو ڏهين وڳي ڇٽي اُس بيٺي هوندي ۽ ڪڏهن فجر جو سڄ اُڀرڻ مهل ائين لڳندو ڄڻ شام جا ميرانجهڙا لهندڙ پاڇا هجن. اسان جو سفر پوٽسڊيم طرف هو. پوٽسڊيم برلن جي ويجهو جرمنيءَ جو هڪ تاريخي شهر آهي، جنهن کي قديم زماني ۾ بيبلز برگ به چيو ويندو هو. چوطرف ندين ۾ گهيريل هن شهر جي سڃاڻپ جرمنيءَ جي ڏاهي بادشاهه فريڊرڪ-بيو

(1740_1786ع) جو اهو محل آهي، جنهن جي تعميراتي حُسن جو ماٺهو بيان نہ ٿو ڪري سگهي. ٻہ سال اڳ جڏهن مان جرمنيءَ آيو هئس تہ اسان اهو محل گهميو هو. محل نہ هو عجوبو هو. بادشاهہ والٽيئر جو ٻہ دوست هو ۽ والٽيئر هن وٽ اچي رهندو هو. اسان محل ۾ والٽيئر جو اهو ڪمرو بہ گهميو هو جنهن ۾ هو اچي رهندو هو.

بادشاهہ محل ۾ شاعرن، فلسفين ۽ آرٽسٽن لاءِ خاص باغ ۾ ڊنڊ نهرائي هئي. والٽيئر جون شامون بادشاهہ سان گڏ اُتي گذرنديون هيون. پوٽسڊيم هونئن تہ جرمنيءَ جي رياست/ صوبي برينڊنبرگ جي گاديءَ جو هنڌ بہ آهي پر ان جي ٻي وڏي سڃاڻپ اها آهي تہ ٻي مهاڀاري جنگ کان اڳ تائين هي شهر يورپ جي فلمي صنعت جو مرڪز هو. اڄ بہ ان سموري علائقي کي تاريخي يادگار طور محفوظ ڪيو ويو آهي. اسان ويندي ويندي اهو بہ گهميو پر اسان جو بنيادي مقصد جرمن فائونڊيشن، فريڊرڪ نيومن جي هيڊ آفيس جو دورو ڪرڻ ۽ اهو سيسيلائن هوف محل ڏسڻ هو. جنهن ۾ 1945ع واري مشهور ڪانفرنس ٿي هئي. ان تاريخي ڪانفرنس ۾ روس، برطانيہ آمريڪا ۽ فرانس جا ليڊر شريڪ ٿيا هئا. روس جي نمائندگي جوزف اسٽالن ڪئي هئي. اسان جي دوست شميم شاهد جيڪو پشاور جو مشهور صحافي ۽ ترقي پسند دانشور آهي، مون کي ٻڌايو تہ هڪ ڀيري هو ۽ رسول بخش پليجو ڪابل ۾ ڊاڪٽر نجيب جا مهمان هئا ۽ پليجي صاحب يورپ جي تاريخ تي ڳالهائيندي ان تاريخي ڪانفرنس جو وڏو ذڪر ڪيو هو. جيتوڻيڪ اسان کي پنهنجي جرمن ميزبان سمون اوڪاچ برائون تفصيل سان پوٽسڊيم ڪانفرنس بابت ٻڌايو پئي پر شميم شاهد بار بار چئي رهيو هو تہ پليجو هتي هجي ها تہ جرمنيءَ جي تاريخ بابت ليڪچر ڏئي هنن جون اکيون کولي ڇڏي ها. هن جي ڳالهہ سچ پچ بہ درست هئي. پليجو صاحب هڪ ننڍڙي قوم ۾ پيدا ٿي پيو نہ تہ هن جو علمي مقام عالمي سطح جو هو آهي. محل جي ورانڊن ۾ گهمندي اسان پاڻ کي تاريخ جي ورقن ۾ ٿي محسوس ڪيو. هن ئي محل ۾ ان تاريخي ڪانفرنس ۾ يورپ جو نئون آرڊر طئي ٿيو هو. ان ئي ڪانفرنس ۾ چئني عالمي طاقتن جرمنيءَ ۾ فاشزم مان ڇوٽڪاري جي حڪمت عملي طئي ڪئي هئي. جنهن هال ۾ ڪانفرنس ٿي هئي ان کي جيئن جو تيئن محفوظ ڪيو ويو هو. مون کي بون جو ٻي جنگ عظيم جو اهو ميوزم ياد ٿي آيو جنهن ۾ اسان ان پارليامينٽ ۾ وينا هئاسين، جنهن ۾ هٽلر اقتدار حاصل ڪيو هو. اُها سڄي جي سڄي پارليامينٽ ميوزيم ۾ محفوظ ڪئي وئي آهي. تاريخ بہ عجيب شيءِ آهي، جنهن ۾ جهاتيون پائڻ سان ماٺهو ماضيءَ کي محسوس ڪري سگهي ٿو. تاريخ منهنجو سبجيڪٽ تہ نہ آهي پر اُها سدائين مون کي اُتساهيندي آهي. اسان جي غربت جو تہ اهو حال آهي جو اسان جو ماضي بہ محفوظ ناهي. نئون نصرپور سيوهڻ، خدا آباد سنڌ جي گاديءَ جا هنڌ رهيا پر اُتي اهڙو ڪوبہ آثار موجود ڪونهي، جنهن مان محسوس ٿئي تہ هي شهر سنڌ جا گاديءَ جا هنڌ هئا. اهڙو ڪو انفرااسٽرڪچر نہ

ٿو ملي، جنهن مان اهڙو ڪو رڳو احساس ملي سگهي. ڇڱو جو انگريز موهن جو دڙو دريافت ڪري ڏئي ويا. نہ تہ اسين پنهنجي عظمت جي خود فريبي ڪيئن ڪري سگهون ها؟ سنڌالاجيءَ ۾ چار بوسيده رلهيون ۽ قاتل اجرڪ تنگي اسان پنهنجي ڪلچر کي محفوظ ڪرڻ جو بار تہ هونئن ئي لاهي ڇڏيو آهي.

پوٽسڊيم سچ پچ بہ جڻ تہ شاعرن جو شهر آهي. هر طرف نديون، ماٺهن کان وڌيڪ وڻ، ٻارن کان وڌيڪ پکي، عورتن کان وڌيڪ گل ۽ بادلن جا پاڪر، رستن تي سڪل پنن جا ڍيرَ هن شهر جي سجاٽپ آهن. فريڊرڪ نيومن فائونڊيشن جي هيڊ آفيس بہ نديءَ جي ڪناري تي هئي. روڊ جو نالو ڪارل مارڪس اسٽريٽ هو پر اسان کي اهو ٻڌي دلي ڌڪ ٿيو تہ شهرين ڪيترائي ڀيرا ميونسپل ڪاميٽيءَ کي درخواست ڏني آهي تہ ان اسٽريٽ جو نالو بدلايو وڃي. مون پنهنجي ميزبان کي چيو تہ رڳو ائين سوچڻ بہ توهان جي ڪيڏي نہ بدنصيبي آهي. هن مون کي حيرت وچان ڏٺو. برلن ۾ بہ ائين ٿيو. اسان جي گاڏي ڪانٽ اسٽريٽ تي بيٺي ۽ مون پنهنجي جرمن ميزبان دوست فلپ سان ڪانٽ بابت ڳالهايو تہ هن ان ۾ ڪابہ دلچسپي نہ ڏيکاري. اهڙا رويا توهان کي هتي عام نظر ايندا، خاص طور تي نوجوانن ۾. فريڊرڪ نيومن هڪ لبرل جرمن فلسفي هو جنهن جي شاگرد ٿيوڊور هيوس، جيڪو پاڻ بہ فلسفي هئڻ سان گڏوگڏ ٻي جنگِ عظيم کانپوءِ جرمنيءَ جو پهريون چانسلر هو، اڌ صدي اڳ 1958ع ۾ هن فائونڊيشن جو بنياد وڌو هو. هيءَ فائونڊيشن دنيا جي سٺ کان وڌيڪ ملڪن ۾ سياسي تربيت ۽ ڊائلاگ جي ڪلچر کي وڌائڻ لاءِ ڪم ڪري ٿي. جرمنيءَ ۾ اهڙن ادارن کي پارليامينٽ مالي مدد ڪندي آهي. مان ٿيوڊور هيوس جي پنهنجي اڪيڊميءَ ۾ بہ رهي آيو آهيان، جيڪا ڪولون ويجهو گمرسباخ نالي ننڍي شهر ۾ هڪ پهاڙ تي واقع آهي. گمر سباخ جا ڏينهن ۽ راتيون زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ وساري نہ ٿيون سگهجن. فائونڊيشن جي آفيس ۾ منهنجي ملاقات ان جرمن اسڪالر سان بہ ٿي جنهن جو هڪ لبرل فلسفي بابت ڪتاب مون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. هن جو نالو ڊيٽمار ڊوئرنگ آهي. ڊيٽمار سان ملڻ جي جيتري خوشي مون کي ٿي، ان کان بہ وڌيڪ هن کي ٿي. هن مون کي ٻڌايو تہ اهو سنڌس ڪتاب جو ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ 23هون ترجمو هو ۽ سنڌي ترجمو بہ اڪيڊميءَ ۾ محفوظ ڪري رکيو ويو آهي. دنيا ساڳئي وقت ڪيتري نہ وڏي ۽ ڪيتري نہ ننڍڙي آهي. فائونڊيشن ۾ اسانجي ميزباني زگيءَ ڪئي، جيڪو ايشيا ڊيسڪ جو انچارج آهي ۽ هن سان منهنجي پهرين ملاقات 2001ع ۾ اسلام آباد ۾ ٿي هئي. تن ڏينهن ۾ هو ڏکڻ ايشيا جو انچارج هو ۽ سندس آفيس دهليءَ ۾ هئي. هو چوڏنهن سال انديا ۾ رهيو آهي.

هلڪيون مينهن ڦڙيون اڃا جاري هيون ۽ اسان پوٽسڊيم شهر کان موڪلايو. ماٺهو موڪلائيندو رڳو ماڻهن کان ناهي پر شهرن کان بہ موڪلائيندو آهي. ڳوٺن ۽ شهرن سان ماڻهوءَ جو الڳ ۽ عجيب رشتو هجي ٿو. هي شهر منهنجو اڳ بہ گهميل هو ان ڪري مون کي ائين لڳو ڄڻ ڪنهن پراڻي دل گهريي دوست سان اوچتو ملاقات ٿي هجي. اسان جي گاڏي برلن طرف هلڻ لڳي ۽ اسان جي محسوسات جي ترجماني رڳو سانورن پريل بادلن ٿي ڪئي.



مزاح



# هِسٽري يا .... هِسٽريا

امتياز ابڙو

تاريخدان خبر ناهي انهيءَ ڳالهه تي ڇو متفق آهن تہ تاريخ مان اسان ڪي سبق سِکڻ گهرجي... جيتوڻيڪ اسان جا سرڪاري ملازم رڳو پهرئين تاريخ مان سکندا آهن.بلڪ پهرئين تاريخ تي هنن کي قرضي ئي اهڙو سبق سيکاري ڇڏيندا آهن، جو هنن کي ڪنهن ٻيءَ تاريخ کان سکڻ جي ضرورت ئي نہ پوندي آهي. جيئن اسان جو هڪ دوست ٽي شاديون ڪري ڇڪو آهي ۽ چوٿين ڪرڻ جي چڪر ۾ آهي...پڇيوسين، "هي ڇا پيا ڪريو..؟"چيائين،" توکي خبر ڪانهي تہ تاريخ پنهنجو پاڻ کي ڊهرائيندي آهي....!"

اسان جو هڪ ٻيو دوست ماستر آهي . اهو وري ڏينهن ۾ ٻہ دفعا پڇندو تہ ,"اڄ ڪهڙي تاريخ آهي؟" تاريخ سان هن کي ايتري محبت آهي، جو پائيندو تہ روزانو پهرئين تاريخ هجي. هن جي لاءِ پهرئين تاريخ جو مطلب آهي، ڪير واري، سيڏي واري ۽ بجليءَ جي بل کي مُنهَن ڏيڻ....بجليءَ جي بل لاءِ وري چوندو تہ." اهو بلُ ناهي ، پر بَلا آهي!"...اهو مهينو جنهن ۾ ايڪٽيهہ تاريخون هجن، ان کي منحُوس مهينو چوندو. ان ڪري هن جو پسنديده مهينو ئي فيبروري آهي!

هڪ تاريخ جي استاد کان پڇيم تہ ." سنڌ جا ڪجهہ تاريخي واقعا ٻڌايو؟" تہ اُن چيو" مون کي رڳو پنهنجي شاديءَ جي تاريخ ياد آهي..." جيتوڻيڪ سنڌ جي واقعاتي تاريخ ۾ شاديون سر فهرست آهن...ڪجهہ ماڻهو وري اهڙا آهن. جيڪي شاديون ڪرڻ کان پوءِ پوزَ ائين هٽندا آهن جڻ انهن ڪڏهن نڪاح جو پَنوُ بہ نہ ڏٺو هجي...! جيئن هڪ اديب دوست (جيتوڻيڪ ماڻهو يا اديب ٺيندو آهي يا دوست ٺيندو آهي)کان پڇيم تہ ." سنڌ جي تاريخ متعلق ڇا ٿو ڄاڻين؟" چيائين." سنڌي تاريخ تہ اڄ ويهين ذوالحج آهي....!"

اسان وٽ غربت جي انتها اها آهي ته پهرئين تاريخ جو چنڊ صرف پهرئين تاريخ تي ئي نڪري ٿو...تاريخ جن ناهي هئي. انهن کي گهربو هو ته ٽي چار پهريون تاريخون بيون به ناهي ڇڏين ها...گهٽ ۾ گهٽ اودر ڪٽڻ ۾ ته سولائي ٿئي ها!
ننڍي ڪنڊ جي وڏي تاريخ پڙهجي ٿي ته خبر پوندي. اسان جي حڪمرانن جو گهڻو زور شادين تي هوندو هو....زالون ائين گڏ ڪندا هئا. جيئن اڄڪلهه جا ٻار بوتلن جا ڍڪ گڏ ڪندا آهن.
شاعرن به تاريخ سان پنهنجيءَ محبت جو اظهار ڪجهه ائين ڪيو جو هڪڙي شاعر جي ڊائري پڙهيم ته شعر هيٺان لکيل هو." فجر ٥ بجي.. باٿ روم ڏانهن ويندي!“
سنڌ جي تاريخ ۾ هيرا ايترا گهٽ آهن جو خود سوناري جي دڪان تان پُڇجي ٿو ته اهو به چوي ٿو: هيرا دستياب نه آهن. هاڻي ماڻهن کي نيٺ سنڌي هيرا آرڊر تي ٺهرائڻا پيا پون... جڏهن ته هاڻي هيرا رڳو فلمن ۾ ئي وڃي بچيا آهن. بلڪل ايئن جيئن سنڌ ۾ صوفي رڳو پير وڃي بچيا آهن. سنڌ ۾ هاڻي هيرو ته ڪوبه ڪونهي. باقي هيروئن جام آهي. جيئن هڪ همراهه چيو" منهنجو ڏاڏو انگريزن سان ٺَنهن چوٽيءَ جو زور لڳائي وڙهيو..يعني هن پنهنجا ٺَنهن هڪ انگريز جي چوٽيءَ ۾ وِڌا"...پڇيوسين." پوءِ ڇا ٿيو؟“ چيائين." انگريز جي وِگ لهي آئي..!“
وڏيڪ چيائين." منهنجي ڏاڏي انگريزن جي خلاف" پٿون پاراتا ڏيو تحريڪ" هلائي.
هُن انگريزن کي دل ۾ پاراتا ڏيڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي ۽ ماڻهن ۾ سجاڳي به آندي...هڪ ڀيري ته منهنجي ڏاڏي هڪ انگريز کي مٽي ۾ پٽربه اڇلي هنيو هو...!“
پڇيوسين." توهان جي ڏاڏي کي ڪيئن شهيد ڪيو ويو؟“ چيائين." منهنجي ڏاڏي کي انگريزن چيو...اسان جو ڌوٻي ٿيءُ.. هن چيو ڦاسي چڙهي ويندس, پر انگريزن جون گنجيون ۽ انڊرويئر ڪونه ڌوئيندس...نيٺ هڪ نما شام جو . ڪجهه انگريزن هن کان هڪ ڌوٻي گهاٽ تي ڪناتون ۽ خيما ڌوئاري ڌوئاري ڪيس شهيد ڪري ڇڏيو..!“
اسان جي خيال ۾ بهترين تاريخ اها هوندي آهي, جنهن مان سڀ جواب ملن. بلڪل ائين جيئن بهترين " تاريخ جي گائيڊ“ اها هوندي آهي, جنهن مان سڀ سوال ملن...جيئن عظيم تاريخدان." وِل ڊيو رانٽ“ کي ماڻهن چٺيون ئي ان ڪري هو ته جيئن اهو وينو هر تاريخ تي نئين تاريخ لکي...ماءُ دُعا ڏنس ته. " پُٽ شال اهڙو ڪتاب لکندين. جيڪو ڪير به مڪمل پڙهي نه سگهندو“ـ ۽ پوءِ هن story of civilization لکي ڏيکاري.. جيڪا يارهن جلدن تي مشتمل آهي ۽ هر جلد وري هڪ هڪ هزار صفحن تي ائين ڇپيل آهي, جو هڪڙو ڪتاب پڙهڻ لاءِ چار پنج

چٽا ڪپن. تڏهن وڃي ڪس پوري ٿئي...! مون کي ته هن جو يارهون ڪتاب The age of napoleon اهڙو وٽيو جو سڄو ڪتاب پنهنجي هڪ دوست کان پڙهائي پورو ڪيم... چيومانس، ”تو پڙهيو ...جهڙو مون پڙهيو!“ منهنجي خيال ۾ اگر ڪنهن کي عظيم سياستدان ٽيٽو آهي ته هي يارهن ئي جُلد يا پاڻ پڙهي يا پڙهائڻ لاءِ ڪو مزدور رکي. ٻه صفحا صبح ...ٻه منجهند ...ٻه رات ...انشاءَالله ڪيس شفا ملندي!

اسان جي هڪ ٻئي دوست کي تاريخ سان ايتري محبت آهي، جو روزانو بوڪ اسٽالن تي وڃي، اخبار کڻي... صرف تاريخ پڙهي، وري واپس رکي ڇڏيندو... پڇيومانس ” توکي تاريخ سان ايتري محبت ڇو آهي؟“ چيائين،”اسان جو خاندان تاريخي آهي... منهنجي ڏاڏي جو پڙ ڏاڏو... سر چارلس نيپيئر جي جلسن ۾ نعرا هڻندو هو... منهنجي ناني ءَ جي نسل جو هڪڙو همراهه هِٽلر جي لشڪر لاءِ توپون اف ڪندو هو ۽ جيئن بچندي منهنجي پڙ ڏاڏي جي پڙ ڏاڏي جو ٻه ڪو اَبو ڏاڏو ته چنگيز خان جي محل ۾ هران ڪلفيون وڪڻندو هو...انهيءَ جو ته چنگيز خان سان گڏ فوٽو به نڪتل آهي !“

وڏيڪ چيائين،” منهنجو چاچو تلوار هلائڻ ۾ ايترو تيز هوندو هو جو پستول هٿ ۾ هوندو هوس ته به تلوار پيو هلائيندو هو... ان کان سواءِ منهنجو بابو سرڪاري ڪرسيءَ تي ايترو وقت رهيو جو گهر ويندو هو ته به وڃي ڪرسيءَ تي ويهندو هو... بيڊ تي سمهندو ته هر هر پيو ڪرسيءَ ۾ نهاريندو... متان ڪير ڪرسي نه کڻي ويو هجي...! بلڪل ائين ئي اسان جي ڳوٺ جو هڪ پوڙهو آهي...اهو وري انگريزن جي خلاف جنگين جون ڪهاڻيون به ائين ٻڌائيندو جو ماڻهو سمجهندو ته جيڪو لارڊ مائونٽ بيٽن ڏاڪڻ چڙهندي ڊِڪو کاڌو هو اهو به شايد هن جي پلان جو حصو هو...!

ڳوٺ جو هيءُ پوڙهو پنهنجي هڪ ٿلهي عينڪ جي باري ۾ سدائين ٻڌائيندو ته هيءُ انگريزن جي دور جي اها عينڪ آهي، جنهن کي پائي جڏهن انگريزن کي ڏسبو هو ته سڀ ماڻهو انگريز ڏسڻ ۾ ايندا هئا..! هڪڙي اُٺ سان گڏ نڪتل فوٽو ڏيکاريندي چيائين،” هي اُٺ انگريزن جي دور جو آهي. “ چيومانس،” اگر هن فوٽي جي ٻي ڪاپي اُٺ وٽ هوندي ته اهو به پنهنجن ٻارن کي ائين ئي ٻڌائيندو هوندو ته هيءُ اُٺ انگريزن جي دور جو آهي!“ پڇيوسين ”توهان کي ڪهڙي تاريخ نه وڻندي آهي؟“ چيائين،”جيڪا لائيٽ ۽ گئس جي بلن تي آخري تاريخ لکيل هوندي آهي...!“

تاريخ جي اسان وٽ اهڙي اهميت آهي. جو ڪنهن چيو” مختلف عهدن جي به ايڪسپائري ڊيٽ طئه ٿيل هجڻ کپي. مثال فلاڻو ماستر 2006ع کان 2009 ع تائين . متي نه هلي سگهندو... فلاڻي ڊاڪٽر جو دماغ صبح 10.00بجي کان شام5.00 بجي تائين. پوءِ اسين ٻڌل ناهيون...

...۽ مِنسٽرن جي آفيس ٻاهران به لکيل هجي.. Best before ڇو ته مِنسٽري به ساهه وانگر آهي...اڄ ملي آهي، سڀاڻي اچانڪ هلي وڃي....!

سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ جي باري ۾ وري ايترا ڪتاب ڇپيا آهن، جو پڙهڻ وارا پريشان آهن ته ڪهڙو ڪتاب نه پڙهون...پهرين ڪتاب ڇپيو ," سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ "...پورا ست جلد ته جيئن ڪير به پورو نه پڙهي سگهي... وري هڪ ٻيو ڪتاب ڇپيو"سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ " وري هڪ اديب ڪتاب ڇپايو. "سنڌي ٻوليءَ جي صفا ننڍڙي تاريخ" وري هڪ ٻئي محقق کي جُڄڪي آئي، تنهن ڇپايو، "سنڌي ٻوليءَ جي صفا ٽِڪڙي تاريخ " وري هڪڙو محقق مرندي مرندي ڇپرائي ويو" سنڌي ٻوليءَ جي ماڪوڙيءَ کان به ننڍڙي تاريخ..."وري هڪ نئين محقق ان جي مقابلي ۾ ڇپايو ,"سنڌي ٻوليءَ جي خوردبينيءَ جي وسيلي نظر ايندڙ تاريخ"...نيٺ هڪ اديب ڪتاب ڇپرايو، جنهن ۾ رڳو هڪڙو ڪاغذ هو...پڇيوسين، "هيءَ ته هڪ ڪاغذ آهي؟" چيائين، "بس...هاڻي سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ايتري وڃي بچي آهي!"





# هڪ نئون لينڊ اسڪيپ

قاضي اياز مهيسر

اي خدا!
تنهنجي ستارن ۾ هي حياتين جو سفر، شل سيني جو سڦل ٿي وڃي!

❁

شل گرجي اچن ۽ پرجي اچن، هن ڏرتيءَ تي بادل، جڏهن بہ ڪنهن جي اُڃ ڏسن.

❁

جن جي خوشبوءِ ۾ تون واسجي وڃين، ڪاش منهنجا لفظ اهڙا گلاب ٿي وڃن.

❁

مڪلي تنهنجي ماٽ ۾، تاريخ جا ڪيڏا دور فريز ٿي ويا آهن!

❁

سنڌ يونيورسٽيءَ جي رومانس جو سحر ڄامشوري پُل کان شروع ٿي، ڏور هالار رينج ۾ گم ٿي وڃي ٿو.

❁

ڪيڏي رات ڪهي وئي، اسان ڪي خوابن ۾ سمهاري.

❁

اوهان جي درين ڏانهن روشنين جو سفر، شل سدائين رهي هي هوائن جو گذر.

❁

عشق ڪرٽو ٿئي تہ نوريءَ وانگر ڪر، جنهن سون راٽي ڪي مٽيءَ هاٽو ڪري ڇڏيو.

❁

تماچي! تنهنجي تڙ تي اڄ بہ ڪينجهر ڪنارا ساڃيا ئي آهن، ناهي تہ بس نوري ناهي، ناهين تہ بس تون ناهين!

❁

پڳي توڙي تي چوڏهينءَ چنڊ جو منظر، غارون ڏارون، سارو وايومنڊل ڄڻ خود چنڊ جو لينڊ اسڪيپ لڳي رهيو هو.

❊

اي ڪوهه قاف جي شهزادي! تنهنجي ديس جي آسمان ۾ جڏهن چنڊ ڪڙندو آهي، تڏهن تنهنجون نرتڪيون ناچ نه ڪنديون آهن؟

❊

اڙي سهڻي! جي تنهنجي ڪجلين اکين ۾ ڪنهن جا خواب نه هجن ها ته اهي ڪڏهن به ايڏيون سهڻيون نه هجن ها.

❊

تون ستارن جيان جاڳين ها، مان به پل سمهي پوان ها.

❊

ڪيڏي سهڻي لڳي ٿي اُپ ۾ اندلٺ اوهاں جا رنگ چورائي.

❊

هوائن جي ديس مان اي گهٽا اچ ته گهلي اچ، نئين سال جي نئين موسم ۾ ڪجهه مينهن ڦُڙيون وسائي، منهنجيءَ سنڌ کي سيزنس گريٽنگس نه چونديءَ؟

❊

وقت ڪڏهن به نه گذري ها، جي ستارن جي گردش رُڪجي وڃي ها. هي مهينن، سالن ۽ صدين جو سفر ستارن جي گردشن جو سفر آهي، گردشون جيڪي ازل کان ابد ڏانهن روان دوان آهن.

❊

تون سج ٿي اچين ها ته مان به برف ٿي نه ڄمان ها.

❊

تون گلن ۾ ٿي گم رهئين، اڙي پوپٽ! ڪڏهن ته ڪنڊن جي ديس به اچين ها.

❊

اڙي ڪوئل! هي گل بهار ۾ نه، پر تنهنجيءَ ڪوڪ ۾ ٽڙيا آهن.

❊

کهل نه آيئي ڪامڻي، گل پٽي ڦٽي ڪري ڇڏيئي.

❊

اڙي هٽلر! تنهنجي سرد خانن ۾ جيڪي زندگيون سرد ٿي ويون، اهي اتي توڪان پچنديون ته هونديون ته ڪين ڪهڙي ڏوهه ۾ ماريو ويو هو!

❊

تون سڪندر به ٿي وڃين، تڏهن به تنهنجي نصيب ۾ ٽي گز ڪفن ئي آهي.

❊

آزاديءَ جو رومانس جيترو ڪوئل جي ڪُوڪ ۾ سمايل آهي، اوترو شايد ئي ڪنهن جي آواز ۾ هجي.

❁

ڳچ! ڪيڏي تاس چپن تي، رڻ تنهنجي رستن تي.

❁

رِڻ پٽياٽي ريل، ڪيڏو پنڌ ڪوهستان ڏي!

❁

دادو تنهنجي دل مان، چڏيائون اڄ سيوهاڻيءَ ڪي ٻـ لڏائي.

❁

هئه هر گهڙي گردش ۾، اها اسان ڪي وفا جي تلاش!

❁

پِٽ پلاري هڪڙي، ٻيون مڙيئي پِنون.

❁

مالهڻ! تنهنجي مالها ۾ گل ايئن پيا لُڏن ڄڻ ان ۾ ئي ٽڙيا هجن.

❁

لاڏين ۾ ملي هڪ لاڏي، تي لاڏا چيائين لاڏ مان.

❁

تون ڇا جر ڪين ها، سِوا نينهن نوريءَ جي!

❁

نينهن سِوا ناڪئا! ڪيئن ترون ها تار مان!

❁

جَر ۾ ناهي جَر، درياهه در مٿي ويو.

❁

درياهه در مٿي ويو، مِنو بـ ٿيو ڪارو ڇاڻ.

❁

هئه اهو رڻ جو ڪڇ، ۽ تنهنجي منهنجي وچ سرحدون.

❁

سمونڊ تو سامهون، ڳچ! پوءِ بـ تو ۾ ڪيڏو رڻ.

❁

ٻـ ٽي گهرڙا، ٿمر ٿمر ڏيئڙا، درياهه پراٽي پيٽ ۾.

❁

مان دريءَ مان لهندڙ سج کي ڏسي رهيو هان، جنهن جون اکيون لهندي لهندي بـ سياٽي وري اُيرڻ لاءِ منهنجين اکين وانگر پُرعزم آهن.

❊

ڪُسڻ جا قول ڪرين ٿو ڪيڏو نہ عجيب آهين، تون جو رُسڻ جي ريت بہ ڄاڻين
ٿو!

❊

نہ ڄاڻ ڪيڏانهن نيين ٿو ويڙهي مون کي ننڊ وليون!

❊

ڪاٿي اڄ سي ڪاپڙي، جي گورک گس گسائي ويا!

❊

ڏاڙهيارا تنهنجي ڏاڙن ۾، صديون سُتيون پيون آهن!

❊

نِرتڪي نينهن ٿورا، ڳوڙها تنهنجا چُوڙا، ڳوڙي تنهنجي ڪانچ.

❊

ڪٿي رهي تنهنجي ڪاڪ، ڪٿي رڙين تون راڻا!

❊

ٻڏي ڪٿي سُهڻي، ملي جا ميهار.



هندي ڪهاڻي



# شهيد

وشنو ناگر / ترجمو: آدرش

هو فوٽ پاٿ تي سُتل هو تہ هڪ ٽرڪ هُن جي مٿان چڙهي وئي ۽ هُو اُتي ئي مري ويو. خبر نہ پئجي سگهي تہ ڪِنجهيو بہ هُيو يا نہ.

هِن شهر ۾ اهڙا واقعا روز ٿيندا رهندا آهن. هن شهر ۽ ٻِي واري شهر ۾ اهائي هڪ خاصيت آهي، ماڻهو مري ويندو آهي ۽ ٽرڪ ڊرائيور ڀڄي ويندو آهي. ڇئن سٽن جي خبر شايع ٿيندي آهي، جنهن کي واندڪائي هوندي آهي، سو پڙهي وٺندو آهي، جيڪو رڌل هوندو آهي، سو ڪونہ پڙهندو آهي. فرق ڪنهن تي بہ نہ پوندو آهي.

اِها خوش قسمتي ٿي پئي، جو مرڻ ويل همراهہ وزيراعظم جي چونڊ تڪ جو ماڻهو هو. خبر ۾ اها ڳالهہ هئي، ڪنهن اها خبر پڙهي، وزيراعظم جي خير خواهيءَ لاءِ هن تائين پهچائي. بس پوءِ دير ڇا جي! وزيراعظم ميت تي گُل چاڙهڻ لاءِ وڃي پهتو.

ان ڳالهہ تي اسپتال تہ ڇا، پوري علائقي ۾ هلچل مچي وئي. اخباري نمائندا پڇتائڻ لڳا تہ افسوس! ان مهل اسان ڇو نہ هئاسون. فوٽو گرافر پشيمان هئا تہ اُهي هڪ اهم فوٽوءَ کان محروم ٿي ويا. بهرحال هن جي لاش کي مرده خاني مان ڪڍي کُليل ميدان ۾ رکيو ويو. اسپتال پاران ججها گُل رکيا ويا. ڪفن تي عطر بہ ڇٽڪايو ويو.

وزيراعظم کان پوءِ اسپتال ۾ وزيرن جي قطار لڳي وئي. مقابلو شروع ٿي ويو تہ وزيراعظم کان پوءِ ٻئي نمبر تي اسپتال ڪير ٿو پهچي. وزيرن جي ڪارئن جي ريس لڳي وئي. ڪيئي ڀيرا تہ ڪاريون ٽڪرائجندي ٽڪرائجندي بچي ويون. گهرو وزير مالي وزير کان، مالي وزير وزيرِ دفاع کان، وزيرِ دفاع صنعت جي وزير کان 5 منٽ، 46 سيڪنڊ پوءِ اسپتال پهتو. ان کي اها ڳالهہ نہ وڻي. هُن وزيراعظم جي آفيس ۾ شڪايت ڪئي تہ کيس بروقت اطلاع ڇو نہ ڪيو ويو. هو ان ڳالهہ تي ايترو تہ ناراض ٿيو جو پاڻ وڃي وزيراعظم سان ملاقات ڪري شڪايت ڪيائين.

مخالف ڌر جي اڳواڻ کي اها خبر ڪجهه دير سان ملي. هن پهريائين ته ان رويي تي افسوس جو اظهار ڪندي وزيراعظم ڏانهن خط لکيو پر پوءِ به هو اسپتال پهچي. هن نه رڳو ميت تي گُل وڌا، پر مرحوم جو نالو به معلوم ڪيائين. پوءِ پنهنجي پارٽيءَ جي آفيس وچي هيٺئين نموني تعزيتي بيان جاري ڪيائين:

"اسان جي پارٽي شهيد رجب خان ولد بني خان جي اوچتي لاڏاڻي تي افسوس ڪري ٿي ۽ مرحوم جي پونئيرن سان همدردي ڪري ٿي. جڏهن وزيراعظم جي تڪ جو ماڻهو گاديءَ جي هنڌ ايئن مري سگهي ٿو ته ان ڳالهه جو تصور ڪرڻ ڪيڏو ڏکيو آهي ته انهن تڪن جي ماڻهن مٿان ڇا نه گذرندو هوندو جتان مخالف ڌر جا ماڻهو چونڊجي پارليامينٽ يا اسيمبليءَ ۾ اچن ٿا.

اسان جي پارٽي شهيد رجب جي موت تي پنهنجو جهنڊو هڪ ڏينهن لاءِ سرنگون رکندي. اسان شهيد رجب جي خاندان لاءِ مالي مدد ڪرڻ جو فيصلو به ڪيو آهي. هن جو جنازو سياڻي ياراهين وڳي اسان جي پارٽيءَ جي آفيس وٽان ڪڍبو جنهن ۾ اسان جا هزارين ڪارڪن شريڪ ٿيندا. شهيد جو لاش وزيراعظم هائوس جي ٻاهران به رکيو ويندو ته جيئن ملڪ سان گڏوگڏ پنهنجي تڪ کي نظرانداز ڪرڻ واري وزيراعظم جون اکيون به کُلن. اسان جي پارٽيءَ شهيد رجب جي ياد ۾ هڪ فنڊ پڻ قائم ڪيو آهي، جنهن ۾ دل کولي چندو ڏيڻ جي اپيل ڪجي ٿي. شهيد رجب جو هڪ يادگار اُن هنڌ قائم ڪيو ويندو جتي هن جو بي وقت موت ٿيو.

شهيد رجب خان انهن چند ماڻهن مان هو جن سِرون ڏيئي ملڪ جي خدمت ڪئي. بکيو رهي فوٽ پاٿ تي سمهي، ملڪ کي ترقي ڏيارڻ ۾ هن جو جذبو سلام لائق آهي. ملڪ کي هن جي گهڻي ضرورت هئي. هن جي ڏک واري مرتبي ملڪ کي وڏو ڌڪو رسايو آهي."

وزيراعظم جيتوڻيڪ سياست جي ميدان جو پراڻو رانديگر هو ۽ مخالف ڌر جي اڳواڻن کي ان وقت کان سڃاڻندو هو جڏهن هُو پاڻ مخالف ڌر ۾ هو پوءِ به هن جي خواب ۽ خيال ۾ به نه هو ته مخالف ڌر جو اڳواڻ ان حادثي کي اهو رنگ ڏيندو. هن جو مقصد واضح هو. چونڊون ويجهو هيون. رجب جي ميت تي گُل چاڙهي، هن پنهنجي علائقي جي رهواسين کي خوش ڪرڻ پئي چاهيو. وزيراعظم محسوس ڪيو ته بازي هٿن مان نڪري وئي، ايئن ته سڄو فائدو مخالف ڌر کي پهچندو. اهو مناسب ناهي. ايئن ٿيڻ نه گهرجي. هن بيان جو جواب بيان سان ڏنو. هن ملڪ جي عوام کي "لاشن تي سياست" ڪندڙ قوتن کان خبردار ڪيو. هن پنهنجي بيان ۾ چيو:

"شهيد رجب منهنجي تڪ جو هو هن سان منهنجو رشتو فطري هو. هن جي اوچتي لاڏاڻي سان مون کي صدمو رسيو ان ڪري مون اسپتال وڃي مرحوم لاءِ ڏک جو اظهار ڪرڻ ضروري سمجهيو. مخالف ڌر ذميواري محسوس ڪري ها ته ان جو اڳواڻ منهنجي دلي جذبن جو قدر ڪري ها ۽ اهڙو ڪم نه ڪري ها. جو اهڙين ڏک جي

گهڙين ۾ غير ضروري اختلاف پيدا ٿين ها. هي لاش تي سياست جو وقت ناهي، پر
ملڪ کي ترقي ڏيارڻ جو وقت آهي. اسان ان ڪم ۾ مصروف آهيون. بهرحال اڄ
صبح ڪابينا جي اجلاس ۾، جيڪو هنگامي هو تنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو آهي ته
شهيد رجب خان جو جنازو سياڻي چئين وڳي شام جو سرڪاري اعزاز سان دفنايو
ويندو. سياڻي هڪ وڳي تائين شهيد رجب جو لاش وزيراعظم جي گهر ٻاهران عوام
جي ديدار لاءِ رکيو ويندو. اهو ان لاءِ ڪيو ٿو وڃي ته قوم پاران ان احترام جو اظهار
ڪيو وڃي، جيڪو احترام انهن ماڻهن لاءِ ڪيو ويندو آهي، جيڪي فوٽ پاٿ تي
سُتي شهيد ٿي ويندا آهن. حڪومت رڳو شهيد رجب لاءِ ئي نه پر ملڪ جي غريب
عوام لاءِ اهو فڪر ڪندي آهي. حڪومت جي ان قدم سان انهن جي من ۾ خودداري ۽
خود اعتماديءَ جو جذبو پيدا ٿيندو جيڪي گارو ۽ سِرون ڍوئي ملڪ جي بي لوث
خدمت ڪن ٿا. اُپ جي چادر تاڻي سُمهن ٿا ۽ قربانيءَ جا مثال قائم ڪن ٿا.

سموري قوم پاران شهيد رجب جي مرتبي کان پوءِ اهو احترام ڪرڻ سلن لاشن
جي سياست ڪندڙن جي هٿن مان هڪ ٻيو موقعو نڪري ويندو. هيءَ حڪومت عوام
جي ٻي پناهه تائيد سان ٺهي آهي ۽ اُها اهڙي قسم جي سياست جي اجازت نٿي ڏئي.
ڪابينا اهو به فيصلو ڪيو آهي ته شهيد رجب جي ڪٽنب جي هر ڀاتيءَ کي
حڪومت جي فلاحي ڪمن جي اسڪيمن ۾ ڪم ڏنو ويندو. جيڪڏهن شهيد رجب
جو ڪو به ڀاتي پڙهيل آهي ته ان کي روزگار ڏيڻ تي به غور ڪيو ويندو ۽ اهو به غور هيٺ
آهي ته ڪهڙي قانون تحت رجب عليءَ جي بيواهه کي پينشن ڏئي سگهجي ٿي. رجب
عليءَ جو اولاد تعليم جو شوق رکي ٿو ته ان جي مفت تعليم ۽ مفت ڪتابن جو
بندوبست ڪيو ويندو. ان کان سواءِ شهيد رجب جي امداد لاءِ جيڪي وقت بوقت
تجويزون اڳيان اينديون، انهن تي غور ڪيو ويندو."

وزيراعظم جي ان بيان سان ئي رجب عليءَ جي لاش تي حڪومت جو قبضو ٿي
ويو. هن جي خاندان جا ماڻهو لاش وٺڻ ويا ته کين لاش ڏيڻ کان نابري واري وئي.

مخالف ڌر لاش تي اهڙي قبضي جي زوردار مخالفت ڪندي چيو: "مخالف ڌر نه
پر وزيراعظم لاش تي سياست ڪري رهيو آهي. اها ڳالهه وزيراعظم جي عهدي تي فائز
ماڻهوءَ کي نٿي سونهين. سچ اهو آهي ته مخالف ڌر جيئن ئي شهيد رجب جي ڏکوئيندڙ ۽
بي وقتي موت ڏانهن ڌيان ڏنو ته سگهو ئي اجلاس گهرايو ۽ ڪجهه اهم فيصلا ڪيا ته
جيئن ڀاءُ رجب جي عزت ٿئي ۽ ڪنهن طرح هي انڌي، ٻوڙي ۽ گونگي سرڪار غريب ۽
مظلوم رعيت ڏانهن ڌيان ڏئي، جيڪا ٿر ڪن هيٺان اچي مري ٿي. پر ملڪ جي وزيراعظم
قوم بابت پنهنجي احساس ذميواريءَ بدران معاملي کي غير ضروري رنگ ڏنو آهي. مخالف
ڌر وزيراعظم جي ان زهريلي آمريت جي مخالفت ڪري ٿي.

ان سان گڏ اسان شهيد رجب جي ديس لاءِ ڪيل خدمتن کي سلام ڪريون ٿا.
اسان کي اهڙن سپوتن جي ضرورت آهي. اسان تسليم ڪريون ٿا ته قوم لاءِ شهيد

رجب جي قرباني ڏسي، حڪومت جيڪي ڪجهه ڪري رهي آهي، سو گهٽ آهي. اهڙن موقعن تي وزيراعظم ڪي پنهنجا فنڊ سخاوت سان کولي ڇڏڻ کپن. پر هن اهڙي ڏک واري موقعي تي بي حسي ۽ ڪنجوسپائيءَ جو ثبوت ڏنو آهي. مخالف ڌر جو اهو عهد هو ته هوءَ چندي ذريعي هزارين روپيا ڪٺا ڪري، شهيد رجب جي بيواهه کي ڏيندي، پر اهو معلوم ڪري ته وزيراعظم فنڊ مان جَجهي رقم ڏيڻ جو اعلان ڪندو اسان اهو ارادو بدلائي ڇڏيو آهي. اسان ذميوار مخالف ڌر جي حيثيت ۾ شهيد رجب جي معاملي ۾ حڪومت سان ڪو سينو نٽا ساهيون ۽ وزيراعظم جي شروع ڪيل لاشن جي سياست جي گندي راند ۾ شامل ٿيڻ نٿا چاهيون .اهو اسان جي اُصولن جي خلاف آهي. ان ڪري اسان شهيد رجب جي يادگار ٺهرائڻ جو منصوبو رد ڪريون ٿا. مصيبت ۽ ڏک جي گهڙيءَ ۾ اسان اهڙو قدم کڻڻ نـ ٿا چاهيون، جنهن سان ملڪ جو سياسي ماحول زهريلو ٿيندو هجي. اسان سدائين ملڪ جي ڀلي کي اوليت ڏني آهي ۽ هاڻي بـ اُهو ئي ڪري رهيا آهيون.“

ان کان پوءِ وزيراعظم جو بيان آيو:

”اِها سٺي ڳالهه آهي اسان جي دٻاءَ کانپوءِ مخالف ڌر ”لاشن تي سياست“ ڪيڏڻ جي گندي قدم تي نظرثاني ڪئي آهي ۽ فيصلو واپس ورتو آهي. اسان ان فيصلي جو آڌر ڀاءُ ڪريون ٿا. اميد آهي تـ مستقبل ۾ مخالف ڌر اهڙي قسم جي ذميواري نڀائيندي.

مخالف ڌر پاران ان معاملي کي اهڙو رنگ ڏنو ويو آهي، جو ڪجهه علائقن ۾ حڪومت جي ان قدم تي غير ضروري تنقيد ٿيڻ لڳي تـ حڪومت شهيد رجب جو احترام نٿي ڪري ۽ ”لاشن تي سياست“ جي راند رچائي رهي آهي. اسان اها ڳالهه نٿا مڃون. حڪومت اڳ ۾ بـ پنهنجن ارادن کي کليل لفظن ۾ بيان ڪيو آهي، پوءِ بـ حڪومت غير ضروري جهيڙن ۾ پوڻ نٿي چاهي، ان ڪري حڪومت فيصلو ڪيو آهي تـ شهيد رجب بابت سڀ پروگرام ۽ اعلان واپس ورتا وڃن ۽ اهي واپس وٺون ٿا. اميد آهي تـ مخالف ڌر ان بحث کي سياسي رنگ نـ ڏيندي. ان سان گڏ حڪومت هڪ نوٽيس جاري ڪري ٿي تـ فوٽ پاٿ تي سمهڻ تي پابندي آهي تـ جيئن رات جو گاڏين جي اچ وڃ ۾ ڪا رنڊڪ نـ ٿئي.

هڪ الڳ نوٽيس، شق ۾ ترميم ڪري، صدر صاحب جي صحيح سان جاري ڪيو پيو وڃي، جنهن تحت فوٽ پاٿ تي سمهڻ واري لاءِ ٽي مهينا جيل جي سخت سزا پوڻ سان گڏ ڏهه هزار روپيا ڏنڊ پڻ هوندو!“

⊙⊙

کهاڻي



# اڌ ۾ رهجي ويل موڪلون

ميلان ڪنديرا/گوبند مينگهواڻ

ميلان ڪنديرا دور حاضر جو نمائنده ناول نگار آهي. هو چيڪو سلواڪيه جي شهر برنو ۾ هڪڙي پيانو وڄائيندڙ جي گهر ۾ 1929ع ۾ ڄائو. سندس پهريون ناول The Joke 1967ع ۾ ڇپيو. جنهن کي فرانسيسي نقادن ويهين صديءَ جي عظيم ترين ناولن ۾ ڳڻايو آهي. ان ئي سال سندس ڪهاڻين جو مجموعو Laughable loves پڻ ڇپيو. 1969 ۾ روسي فوجن پاران هن جي ديس تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ هو 1975ع ۾ پاڻمرادو جلاوطن ٿي پئرس هليو ويو. جلاوطنيءَ جي شروعاتي ڏينهن ۾ لکيل هن جو ناول The book of laughter and forgeting هن جي فن جو بهترين نمونو آهي. Life is else where ۽ Unbearable hightness of being هن جا به تمام گهڻا مشهور ٿيل ناول آهن. ڪنديرا اڃا تائين پئرس ۾ جلاوطنيءَ واري زندگي گذاري پيو. انساني ڪرب کي لفظن جي سانچي ۾ خوبصورتيءَ سان سمائيندڙ ڪنديرا جي هيءَ لازوال ڪهاڻي هن جي جادوئي قلم نگاريءَ جو نادر نمونو آهي.

گاف – ميم

پيٽرول گيج جي سئي اوچتو ٽانڪي خالي ٿيڻ جو اشارو ڏنو ۽ اسپورٽس ڪار جي نوجوان ڊرائيور رڙ ڪندي چيو ته هيءَ ڪار چريو ڪرڻ جي حد تائين پيٽرول کائي ٿي. "ڏس ڪٿي پيٽرول وري ختم نه ٿي وڃي." ڪار ۾ ويٺل 22 ورهين جي ڇوڪريءَ احتجاج ڪندي چيو ۽ نوجوان کي اهڙن موقعن جي ياد ڏياري جڏهن ساڻن ائين ٿي چڪو هو. نوجوان وراڻيو ته کيس ڪا ڳڻتي ڪونهي ڇاڪاڻ ته هو بئي

جڏهن گڏ هوندا آهن تہ هر شيءِ هڪڙي ايڊونچر جهڙي ڪشش رکندڙ تي پوندي آهي. ان تي ڇوڪريءَ اعتراض واريو تہ جڏهن بہ رستي تي اهڙو واقعو ٿيو آهي تہ رڳو ڪيس ئي ايڊونچر مان گذرڻو پيو آهي ۽ سدائين هن کي ئي پنهنجي نسواني ڪشش سان لفٽ وٺي پيٽرول پمپ تائين وڃڻو ۽ ساڳي طريقي سان پيٽرول وٺي واپس اچڻو پيو آهي. نوجوان چيو تہ ڇا لفٽ ڏيندڙ ڊرائيور تمام ناخوشگوار هئا. جو هوءَ پنهنجي ان ڪم جي ڏکيائيءَ جي شڪايت ڪري رهي آهي. ڇوڪريءَ شرارت وچان جواب ڏنو تہ ڪجهہ پيرا اهي بي حد خوشگوار هئا. پر ان مان ڪجهہ نہ ٿي وريو. ڇاڪاڻ تہ هن جي هٿ ۾ پيٽرول جو دٻو هوندو هو ۽ ڳالهہ اڳتي وڌڻ کان پهرين ئي ڪيس ان کان جدا ٿيڻو پوندو هو. ان تي نوجوان ڪيس سوئٽر قرار ڏنو. جواب ۾ ڇوڪري بہ ڪيس ساڳيو ئي خطاب موٽائي ڏنو ۽ ڇيائين اڪيلو ڊرائيو ڪرڻ دوران نہ ڄاڻ ڪيتريون ڇوڪريون ڪيس روڪينديون هونديون. نوجوان ڪار هلائيندي پنهنجي ٻانهن ڇوڪري جي ڪنڌ تي رکي ۽ نرميءَ وچان پنهنجو هٿ هن جي مٿي تي ڦيريو. ڪيس خبر هئي تہ ڇوڪري هن سان محبت ڪري ٿي ۽ حسد ۾ مبتلا آهي. حسد ڪا سٺي شيءِ ڪونهي پر اها حد ۾ ۽ انڪساري سان هجي تہ پنهنجي بي اطميناني باوجود هڪ خوبصورت شيءِ آهي. گهٽ ۾ گهٽ نوجوان جو اهو خيال هو. هن جي عمر 28 ورهيہ هئي ۽ هو سمجهندو هو تہ ڪيس عورتن جي باري ۾ اها سڀ خبر آهي جيڪا ڪو ماڻهو ڄاڻي سگهي ٿو. پنهنجي پاسي ۾ ويٺل ڇوڪري ۾ ڪيس سڀ کان سٺي شيءِ لڳندي هئي اها پاڪيزگي جيڪا اڄ تائين هن ٻين عورتن ۾ گهٽ ڏٺي هئي.

سٺي خالي نشان تائين پهچي چڪي هئي جڏهن رستي تي لڳل هڪ بورڊ مان ڪيس اها ڄاڻ ملي تہ پيٽرول پمپ صرف ڇوٽائي ميل پري آهي. ڇوڪريءَ کي اڃان پنهنجي سڪون جو اظهار ڪرڻ جو موقعو ئي مس مليو هوندو جو نوجوان ساڄي طرف مڙڻ جو اشارو ڪندي ڪار کي پمپ جي خالي جڳهہ تي روڪي ورتو. ڪيس ڪار کي ڪجهہ فاصلي تي روڪڻو پيو. ڇاڪاڻ تہ هڪڙو وڏو ٽينڪر پمپ ۾ پيٽرول پري رهيو هو "اسان کي ٿورو انتظار ڪرڻو پوندو." هن ڇوڪريءَ کي چيو ۽ ڪار کان ٻاهر نڪري آيو. "ڪيتري دير لڳندي؟" هن وردي پاتل هڪ شخص کان پڇيو. "بس هڪ منٽ." وردي واري شخص جواب ڏنو. "اهو مان پهرين بہ ٻڌي چڪو آهيان." هن چيس ۽ واپس وڃي ڪار ۾ ويهڻ لڳو تہ ٻئي دروازي مان ڪيس ڇوڪري ٻاهر نڪرندي نظر آئي. "آئون ٽيستائين ٿورو چڪر لڳائي اچان." هن چيو. "ڪيڏانهن؟" نوجوان ڄاڻي ٻجهي ڪيس شرمندو ڪرڻ لاءِ چيو. هو ڪيس هڪ سال کان سڃاڻندو هو. پر اڃان تائين بہ اهڙين ڳالهين تي شرمائي ويندي هئي. هو اهڙن لمحن جو پورو لطف ماڻيندو هو. ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ ان ئي ڳالهہ ڪيس ٻين عورتن کان منفرد بڻائي رکيو هو ۽ ٻيو تہ هو هر شيءِ جي بي ثبات هجڻ جي قانون کان واقف هو جنهن سان هن ڇوڪريءَ جو شرم ۽ حيا پڻ هن لئہ هڪ قيمتي شيءِ بڻجي ويندي هو.

(2)

ڇوڪريءَ کي ڊگهي سفر دوران، نوجوان کي وٽن جي پير ۾ ڪار روڪڻ جو ڇوڻ سنو نہ لڳندو هو. ڪيس ڪاوڙ ايندي هئي جڏهن هو مصنوعي حيرت وچان پڇندو هو ڇو؟ ڪيس خبر هئي تہ هن جو شرم ۽ حيا هڪڙي پراڻي شيءِ آهي. ڪم دوران هن ڪيترائي پيرا ماڻهن کي ان سبب جي ڪري پاڻ تي کلندي ڏٺو هو. اهي ڇاڻي ٻجهي ڪيس ڇيڙڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. اڪثر ڪري تہ هوءَ ان باري ۾ سوچي وقت کان پهرين ئي شرمائي ويندي هئي. هن سدائين چاهيو هو تہ پنهنجي جسم جي باري ۾ هو اهڙي آزادي ۽ سڪون محسوس ڪري جيئن ٻيون عورتون ڪنديون آهن. ايتري قدر جو هن پنهنجي تربيت لاءِ هڪ خاص قسم جي مشق پڻ جوڙي رکي هئي. هوءَ بار بار دهرائيندي هئي تہ هر شخص کي پيدائش مهل بيشمار دستياب جسمن سان هڪڙو جسم ملندو آهي بلڪل ائين جيئن ڪنهن وڏي هاسٽل ۾ ڪيترن ئي ڪمرن مان هڪڙو ڪمرو. يعني اهو تہ جسم محض هڪ اتفاقي ۽ غير شخصي شيءِ آهي. نهيل تڪيل حاصل ڪيل. هو هر طرح سان اها ڳالهہ خود کي ٻڌائيندي هئي، پر ڪڏهن بہ ان کي چڱي نموني سان محسوس ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهي هئي. روح ۽ جسم جي ٻيائي هن لئہ هڪڙي عجيب ڳالهہ هئي. ڪيس پنهنجو پاڻ ۽ پنهنجو جسم هڪ ئي لڳندو هو ان ڪري هوءَ ان بابت هميشہ پريشان رهندي هئي.

ان ڳڻتيءَ جو تجربو ڪيس پنهنجي ۽ نوجوان جي تعلق ۾ پڻ هوندو هو. هوءَ ڪيس هڪ سال کان سڃاڻندي هئي ۽ هن سان خوش هئي ڇاڪاڻ تہ هو هن جي جسم کي روح کان الڳ نہ ڪندو هو. هن سان گڏ هو سالم رهندي هئي. ان سالميت ۾ خوشي تہ هئي، پر ان جي پٺيان هڪڙو شڪ پڻ جهلڪندو رهندو هو ۽ ڇوڪري ان شڪ سان لبريز هئي. مثلاً ڪيس اڪثر اهو خيال ايندو هو تہ ٻيون عورتون جيڪي ڪنهن ڳڻتيءَ ۾ ورتل ناهن، وڌيڪ پرڪشش ۽ ترغيب ڏياريندڙ آهن ۽ هي نوجوان جيڪو انهن عورتن سان پنهنجي آشنائي راز ۾ نٿو رکي. ڪنهن ڏينهن ڪيس ڇڏي اهڙي ئي ڪنهن عورت ڏانهن هليو ويندو. هوءَ ڪيس مڪمل طور نہ رڳو پنهنجو ڏسڻ چاهيندي هئي پر مڪمل طور هن جو ٿيڻ بہ چاهيندي هئي. پر اڪثر ڪيس ائين لڳندو هو تہ جيترو وڌيڪ هوءَ ڪيس سڀ ڪجهہ سونپڻ چاهيندي هئي، اوترو ئي هن کان ڪجهہ نہ ڪجهہ بچائي پڻ وٺندي هئي. بچايو ويندڙ "ڪجهہ" اهو هو جيڪو ماڻهوءَ کي هڪ هلڪي ڦلڪي ۽ سطحي محبت ۽ عاميانہ عشق بازيءَ مان حاصل ٿيندو آهي. هوءَ اڪثر ڪري سنجيدگيءَ کي خوش دلي سان ملائڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيڻ جي ڳڻتي ۾ ورتل رهندي هئي.

پر هن وقت هوءَ اهڙي ڳڻتيءَ کان آجي هئي. ڪيس سڀ ڪجهہ سٺو لڳي رهيو هو. هي سندن ٻن هفتن جي موڪلن جو پهريون ڏينهن هو جنهن جو خواب هوءَ سالن کان ڏسي رهي هئي. آسمان شفاف ۽ نيرو هو ۽ اهڙيءَ گهڙيءَ ۾ هو ٻئي گڏ هئا. نوجوان جي "ڪيڏانهن؟" ڇوڻ تي هو شرم وچان ڳاڙهي ٿي پئي ۽ خاموشيءَ سان ڪار مان

لهي وئي. هوءَ پيٽرول پمپ جي ڪناري ڪناري هلڻ لڳي جيڪو رستي تي ٻنهين جي وچ ۾ ڦهيل هو. جنهن طرف سندن مهاڙ هئي، اوڏانهن سؤ گز پري جهنگ شروع ٿي ٿيو. هو ان طرف وئي ۽ اتي پهچي خود کي پوري ريت پنهنجي موڊ جي سپرد ڪري ڇڏيو. (هن نوجوان جي ساٿ جو پورو لطف ماڻڻ، هن لئہ اڪيلائيءَ ۾ ئي ممڪن هوندو هو. اڪيلائي جي انهن وقفن کان سواءِ هن جي موجودگيءَ جو احساس غائب ٿيڻ لڳندو هو: رڳو اڪيلائيءَ ۾ئي هو ان احساس کي پنهنجو ڪري سگهندي هئي.)

هن جهنگ مان ٻاهر نڪري ڏٺو تہ ڪيس پيٽرول پمپ نظر آيو جتي پيٽرول وارو ٽينڪر پنتي هٽي رهيو هو ۽ اسپورٽس ڪار پمپ ڏانهن وڌي رهي هئي. ڇوڪري رستي تان اڳتي وڌندي رهي ۽ ڪنهن مهل مڙي ڏسندي رهي تہ ڪار اچي پئي يا نہ. نيٺ ڪيس ڪار ايندي نظر آئي هن رُڪي ڪار ڏانهن ائين اشارو ڪيو ڄڻ ڪنهن اجنبي کان لفٽ گهرندي هجي ڪار جي رفتار ڪجهہ جهڪي ٿي ۽ اها ڇوڪريءَ جي پير ۾ اچي بيهي رهي. نوجوان دري ڏانهن جهڪيو ۽ شيشو لاهي مسڪرائيندي ڪائنسن پڇيائين: "ڪيڏانهن وڃڻ جو ارادو آهي مس؟" "بانسڪا بستر تسا؟" ڇوڪريءَ ادا وچان مسرڪائيندي پڇيو: "ها ها، ڇو نہ." نوجوان ڪار جو دروازو کوليو ڇوڪري ڪار ۾ ويني ۽ ڪار هلڻ شروع ڪيو.

(3)

هن کي سٺي موڊ ۾ ڏسي نوجوان کي تمام گهڻي خوشي ٿيندي هئي ۽ ائين ڪڏهن ڪڏهن ئي ٿيندو هو. هوءَ هڪڙي ناخوشگوار ماحول ۾ ٿڪائي وجهندڙ ملازمت ڪندي هئي. ڪيس اوور ٽائيم بہ ڪرڻو پوندو هو ۽ گهر ۾ بيمار ماءُ جو خيال پڻ رکڻو پوندو هو. تنهنڪري هن تي سدائين ٿڪ طاري رهندو هو ۽ ان ئي سبب جي ڪري نوجوان هن جي خوشگوار لمحن جي والدين جهڙي دردمنديءَ سان آجيان ڪندو هو. هن ڏانهنس نهاريو ۽ مسڪرائيندي چيائين "اڄ مون لئہ خوشقسمتي وارو ڏينهن آهي. آئون پنجن سالن کان گاڏي هلايان پيو پر اڄ تائين مون اهڙي حسين ڇوڪريءَ کي لفٽ ناهي ڏني." ڇوڪريءَ کي ان ڪوڙي تعريف ۾ مزو آيو ۽ هن ڪجهہ دير اڃا ان جي گرميءَ ۾ رهڻ چاهيو.

"تون ڪوڙ سٺو ڳالهائي ويندو آهين."

"ڇا آئون ڪوڙو ٿو لڳان؟"

"لڳي ٿو توکي عورتن سان ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ مزو ايندو آهي." ڇوڪريءَ چيو ۽ سندس ان ڳالهہ ۾ هن جي پراڻي شڪ جي ٿوري جهلڪ پڻ نظر آئي. ڪيس واقعي بہ پڪ هئي تہ نوجوان کي عورتن جي ڪوڙي تعريف ۾ لطف ايندو هوندو. ڇوڪريءَ جي قربت نوجوان کي اڪثر ناگوار گذرندي هئي، پر هن پيري هو ڪيس نظر انداز نٿي ڪري سگهيو ڇاڪاڻ تہ اهي لفظ هن لاءِ نہ پر لفٽ ڏيندڙ اجنبي ڊرائيور جي باري ۾ چيا ويا هئا.

"ڇا توکي برو لڳي رهيو آهي؟" هن عام لهجي ۾ چيو.

”جيڪڏهن مان توسان گڏ وڃي رهي هجان ها تہ مون کي ضرور برو لڳي ها.“ ڇوڪريءَ چيو. هن جي ان ڳالهہ ۾ نوجوان لاءِ هڪ معنيٰ خيز اشارو هو پر هن جي جملي جو ٻيو حصو اجنبي ڊرائيور لاءِ هو. ”پر آئون تہ توکي سڃاڻان ئي نٿي ان ڪري مون کي ڪا پريشاني ڪونهي.“

”عورتون اجنبين کان وڌيڪ پنهنجن مردن لاءِ پريشان هونديون آهن.“ اهو ڇوڪريءَ لاءِ نوجوان طرفان هڪڙو معنيٰ خيز پيغام هو. ”جيئن تہ پاڻ اجنبي آهيون، ان ڪري اسان جو گذارو ٿي سگهي ٿو.“

ڇوڪري ڄاڻي ٻجهي ان پيغام کي سمجهڻ نٿي چاهيو. ان ڪري هاڻ هُن خاص طور تي ان جنبي ڊرائيور کي چيو: ”ان سان ڪهڙو فرق ٿو پئي جڏهن اسان جو ساٿ ئي ٿوري دير جو آهي.“

”ڇو؟“ نوجوان پڇيو.

”ڇاڪاڻ تہ آئون بانڪا بستر تسا ۾ لهي ويندس.“

”جيڪڏهن آئون بہ توسان گڏ لهي پوان تہ؟“

ان ڇوڪري ڏانهنس ڏٺو ۽ هو کيس بلڪل اهڙو نظر آيو جهڙو حسد جي تڪليف ڏيندڙ لمحن ۾ هن جي تصور ۾ نظر ايندو هو. هوءَ اهو ڏسي حيران ٿي وئي تہ هو هڪڙي اجنبي ڇوڪريءَ کي ڪيئن نہ ريجهائي رهيو آهي. ان تي هن بي رُخيءَ وچان چيو ”تون مون سان گڏ لهي ڇا ڪندين؟“

”مون کي وڌيڪ سوچڻ جي ضرورت ناهي تہ هڪ حسين ڇوڪريءَ سان ڇا ڪري سگهجي ٿو.“ نوجوان چيو ۽ ان لمحي هو ان اجنبي ڇوڪريءَ کان وڌيڪ پنهنجي محبوبہ سان مخاطب هو.

پر ان شرارت آميز جملي سان ڇوڪري کي وري ائين لڳو ڄڻ هن نوجوان کي پڪڙي ورتو آهي. ڄڻ چالاڪيءَ سان هن کان اعتراف ڪرائي ورتو هو. هن جي اندر ۾ نفرت جي هڪ لهر اُٿي ۽ هن چيو: ”لڳي ٿو توکي پنهنجي پاڻ تي ڪجهہ وڌيڪ ئي اعتماد آهي.“ نوجوان ڇوڪريءَ ڏانهن ڏٺو. جنهن جو بي نياز چهرو کيس منجهيل نظر آيو. کيس افسوس ٿيڻ لڳو. هن جي دل چاهيو تہ ڇوڪريءَ جي چهري تي اهو ساڳيو عام ڄاتل سڃاتل تاثر واپس اچي، جنهن کي هو سادو ۽ ٻاراڻو چوندو هو. هن ڇوڪريءَ ڏانهن جهڪي هن جي ڪنڌ تي هٿ رکيو ۽ نرميءَ وچان هن جو نالو پڪاريو. جنهن سان هو کيس عام طور سڏ ڪندو هو. هن هاڻ هن ناٽڪ کي ختم ڪرڻ پئي چاهيو پر ڇوڪريءَ هن جو هٿ جهٽڪي سان پري ڪيو ۽ چيائين ”تون ڪجهہ وڌيڪ تيز وڃي رهيو آهين.“ ان تي نوجوان چيو: ”معافي ٿو گهران.“ ۽ خاموشيءَ سان رستي ڏانهن ڏسڻ لڳو.

(4)

ڇوڪريءَ تي اچانڪ طاري ٿيل رحم جوگي حسد اوترو ئي جلد هن جو پيڇو ڇڏي ڏنو ڇاڪاڻ تہ هو بهرحال هوشمند هئي ۽ ڄاڻائين ٿي تہ هيءَ محض هڪ راند

آهي. ڪيس پنهنجو رويو هاڻ ڪجھ بيوقوفاڻو لڳي رهيو هو جو هن نوجوان کي خوامخواه پڙڪايو.

خوشقسمتيءَ سان عورتن ۾ وقت گذرڻ سان گڏ پنهنجي طرزِ عمل جي معنيٰ تبديل ڪرڻ جي معجزانہ صلاحيت هوندي آهي. هن ان صلاحيت کي استعمال ڪندي طئہ ڪيو تہ سندس رويي جو سبب ڪاوڙ نہ هئي بلڪ هن رڳو رچايل سانگ کي جاري رکڻ چاهيو ٿي، جيڪو سندن موڪلن جي پهرين ڏينهن جي هڪ مزيدار شروعات هو. تہ هاڻي هو پيھر لفٽ وننڌڙ ڇوڪري هئي. جنهن هينئر نوجوان کي بي رُخيءَ سان روڪيو هو. پر ائين هن رڳو هن جي فتحن جي رفتار کي گھٽ ڪرڻ ۽ ان کي وڌيڪ لذيذ بڻائڻ جي خيال کان ڪيو هو. هن نوجوان ڏانهن جهڪي پرچائڻ واري انداز ۾ چيو "منهنجو اهو مطلب نہ هو."

"نہ مان معافي ٿو گهران ۽ هاڻ آئون توکي نہ ڇهندس." نوجوان چيو. ڪيس ڇوڪريءَ تي ڪاوڙ اچي رهي هئي، جيڪا هن جي ڳالھ نہ ٻڌي رهي هئي ۽ جيئن تہ ناٽڪ اڃا جاري هو. ان ڪري هن ڪاوڙ جو رُخ اجنبي ڇوڪريءَ ڏانهن ڪيو. اوچتو هن تي ان راند ۾ پنهنجي ڪردار جو انڪشاف ٿيو ۽ هن اهي تعريفي ڳالهيون ڪرڻ بند ڪيون جيڪي سندس محبوبہ لاءِ هيون. هو هاڻي هڪ مرد هو. جيڪو عورتن سان بي دليءَ سان ورتاءُ ڪندو هو. خود پسندي، بي نيازي ۽ اعتماد سان ڀرپور ورتاءُ.

ڇوڪريءَ سان اهو ناٽڪ نوجوان ان دردمنداڻي رويي جي بلڪل ابتڙ هو جنهن جو هو عادي هو. اهو صحيح آهي تہ هن سان ملڻ کان پهرين هو عورتن سان انهيءَ بي دلي سان پيش ايندو هو. پر هو ڪڏهن بہ پنهنجي پاڻ کي سنگدل مرد ڏسڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو. ان باوجود هڪ وقت اهڙو هو جڏهن ڪيس اهڙو نظر اچڻ جي خواهش هئي، اها هڪڙي احمقاڻي خواهش هئي، پر بهرحال هئي ضرور. ننڍپڻ واريون خواهشون بالغ ذهن جي سيني احتياطن مان نچي نڪرنديون آهن ۽ گھڻو ڪري پڪي عمر تائين رهجي وينديون آهن. اهڙي ريت هن راند ۾ هن جي ٻاراڻي خواهش کي پنهنجي اظهار جو موقعو مليو.

نوجوان جي ان طنزيہ بي دلي مان ڇوڪريءَ کي تسڪين ملي ۽ ان کي پاڻ کان آزاد ڪري ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ هوءَ خود پنهنجي قربت مان خوش هئي ۽ جيئن ئي ڪيس هڪ خوش آمدي نوجوان جي جڳھ هڪ مضبوط ۽ رسائيءَ کان پري چهرو نظر آيو تہ هن جي قربت ختم ٿي وئي ۽ هاڻي هو پاڻ کي وساري مڪمل طور تي پنهنجي ڀهروپ ۾ گم ٿي پئي سگهي.

هن جو ڀهروپ ڇا هو؟ ستن ناولن جو هڪ ڪردار هو: هڪ ڇوڪريءَ جو ڪردار جيڪا ڪار روڪي تي لفٽ وٺڻ لاءِ نہ پر ڪار هلائيندڙ کي ريجهائڻ لاءِ هوءَ دل ڪٽڻ ۾ ماهر آهي ۽ پنهنجي ڪشش جو جوڳو استعمال ڪرڻ ڄاڻي ٿي. هو ايتري آسانيءَ سان هن ڪردار ۾ گم ٿي وئي جو ڪيس پنهنجي پاڻ تي تعجب پئي لڳو.

نوجوان کي پنهنجي زندگيءَ ۾ خوش طبعي کان سواءِ ڪنهن شيءِ جي ڪمي محسوس نہ ٿيندي هئي. هن جي زندگيءَ جي شاهراهہ سنگدليءَ جي حد تائين مصروف ۽ سڏي هئي. سندس ملازمت رڳو ائن ڪلاڪن تائين محدود نہ هئي، پر باقي وقت بہ ميٽنگن ۽ ٻين ڪمن ڪارين ۾ گذري ويندو هو. ساڻس گڏ ڪم ڪندڙ بي شمار مردن ۽ عورتن جي ٻيجا توجہ جي ڪري هن جو ٻچپيل نجي وقت بہ هليو ويندو هو. هن جي نجي زندگي بہ راز نہ رهي سگهندي هئي. ٻن هفتن جون هي موڪلون بہ هن مهل تائين کيس آزادي ۽ ايڊونچر جو احساس فراهم ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيون هيون. انهن تي بہ سخت منصوبہ بنديءَ جو ڪڙو چڙهيل هو. گرمين ۾ رهڻ لاءِ جڳهين جي ڪوٽ نظر ۾ رکندي کيس ڇهہ مهينا ٻهرين ئي .تترس ۾ هڪڙو ڪمرو بڪ ڪرائڻو پيو هو ۽ چاڪاڻ تہ ان لاءِ کيس آفيس مان اجازت گهربل هئي، ان ڪري هيءَ ڳالهہ بہ دفتر جي سيني ماڻهن تائين پهچي چڪي هئي. انهن سيني ڳالهين سان هن جيئن تيئن ڪري سمجهوتو ڪري ڇڏيو هو پر هن ڏکهي ۽ سڏي رستي جو تڪليف ڏيندڙ خيال کيس هر هر گهيري وٺندو هو. جنهن تان سفر ڪندي جڻ هن جو پيڇو ٿي رهيو هو. جڻ هو ڪنهن جي بہ نگاهن کان لڪل نہ هو ۽ جتان هو ڪنهن طرف مڙي نٿي سگهيو. خيالن جي هڪ عجيب ڪشمڪش سان ٻريل هن جي زندگيءَ جي شاهراهہ هڪ حقيقي رستي ۾ بدلجي وئي هئي، جنهن تي هو ان وقت روان هو ۽ ان جي ئي زير اثر هن هڪڙي چرياڻپ جهڙي حرڪت ڪئي.

"تو ڇا ٻڌايو. توکي ڪيڏانهن وڃڻو آهي؟" هن ڇوڪريءَ کان پڇيو.

"بانسڪا بسترتسا." هن ورائيو.

"اتي توکي ڇا ڪرڻو آهي؟"

"ڪنهن سان ملڻو آهي."

"ڪنهن سان؟"

"آهي ڪو!"

ڪار هڪ وڏي چوواٽي تي پهچڻ واري هئي. هن رستي جو اشارو ڏسڻ لاءِ ڪار جي رفتار گهٽ ڪئي ۽ اچانڪ ساڄي طرف مڙيو. "جيڪڏهن تون ان ملاقات لاءِ نہ پهچي سگهينءَ تہ ڇا ٿيندو؟"

"اهو تنهنجو قصور هوندو ۽ پوءِ توکي ئي منهنجو خيال رکڻو پوندو."

"شايد توکي خبر نہ پئي تہ اسين نووزمڪي ڏانهن وڃي رهيا آهيون."

"واقعي؟" "تون چريو تہ نہ ٿيو آهين؟"

"گهبراءِ نہ. آئون تنهنجو چڱيءَ ريت خيال رکندس." نوجوان چيو.

ڪار هلندي رهي ۽ نوجوان ۽ ڇوڪري جيڪي هڪ ٻئي لاءِ اجنبي هئا ائين ئي ڳالهيون ڪندا رهيا.

سندن ان ناٽڪ اوچتو ٻيو رُخ اختيار ڪيو. اسپورٽس ڪار نه رڳو بانسڪا بسترتسا جي فرضي منزل کان ڏور ٿي رهي هئي، بلڪ ان جو رُخ ان اصل منزل ڏانهن به نه هو جنهن طرف اها صبح جو رواني ٿي هئي ۽ جتي هڪ ڪمرو ان جي مسافرن جو منتظر هو. ناٽڪ اچانڪ اصلي زندگيءَ تي غالب ٿي ويو هو. نوجوان پنهنجي پاڻ کان ۽ طويل سڌي رستي کان پڻ ڏور وڃي رهيو هو جنهن تي ان کان اڳي هن ڪڏهن ڪو موڙ نه ڪاٽيو هو.

"پر تو ته چيو هو تترس وڃي رهيو آهين؟"

"آئون اوڏانهن وڃي رهيو آهيان جيڏانهن منهنجي من جي ترنگ مون کي وٺي وڃي رهي آهي. آئون هڪ آزاد ماڻهو آهيان مس! ۽ اهوئي ڪندو آهيان جيڪو منهنجي دل چاهيندي آهي."

(6)

جڏهن هو لووزمڪي ۾ داخل ٿيا ته شام ٿي چڪي هئي نوجوان هن کان پهرين هن شهر ۾ ڪڏهن به نه آيو هو، ان ڪري کيس شهر سان آشنا ٿيڻ ۾ ٿورو ٽائيم لڳو. ڪيترائي ڦيرا هن گاڏي روڪي هوٽل جو رستو پڇيو. جيتوڻيڪ اها ڪا گهٽي پري ڪونه هئي پر پوءِ به گلين ۾ ڦٽڪندي هو پندرنهن منٽن ۾ هوٽل تي پهتا. هوٽل غريب پئي لڳي پر اها ن علائقي جي اڪيلي هوٽل هئي ۽ ٻيو ته نوجوان جي دل وڏيڪ ڪار هلائڻ نه پئي چاهيو سو هو ڇوڪريءَ کي اتي ويهڻ جو چئي ڪار کان ٻاهر نڪري آيو. ڪار کان ٻاهر ايندي ئي هو پنهنجي اصلي روپ ۾ واپس اچي ويو. پاڻ کي شام تائين بنا ڪنهن ارادي جي پنهنجي منزل کان مختلف ڪنهن جڳهه تي پائيندي کيس ڪجهه عجيب لڳو. هتي اچڻ لاءِ سندس دل به نه پئي چاهيو ۽ نه وري ڪنهن کيس مجبور ڪيو هو. پنهنجي ان حماقت تي هن پاڻ کي تنديو پر نيٺ حالتن تي راضي ٿي ويو. تترس واري ڪمري کي سياڻي به استعمال ڪري سگهجي ٿو ۽ ٻيو ته پنهنجي موڪلن جي پهرين ڏينهن کي غير متوقع طور ملهائڻ ۾ ڪو حرج ڪونهي.

ٿونهين، گوڙ ۽ هجوم سان ڀريل ريسٽورنٽ مان گذرندي هن رسيپشن جو پتو پڇيو. آخر هو ان جڳهه تي پهچي ويو جتي شيشي جي پٺيان هڪڙي عورت چاهين جي چلن هيٺان بيٺل هئي. هن وڏي مشڪل سان هوٽل جي واحد خالي ڪمري جي چاٻي حاصل ڪئي.

ڇوڪريءَ پاڻ کي اڪيلو پائيندي پنهنجو ٻهروپ لاهي ڦٽو ڪيو کيس البت هڪڙي غير متوقع علائقي ۾ پاڻ کي پائيندي ڪو گهٽو عجيب نه لڳي رهيو هو. هوءَ نوجوان جي ايترو ويجهو هئي جو هن ڪڏهن به هن جي ڪنهن فعل تي پريشاني محسوس نه ڪئي هئي ۽ اعتماد سان پنهنجي زندگيءَ جو هر لمحو هن کي سونپي ڇڏيو هو. ٻئي طرف اهو خيال وري هن جي من ۾ وارد ٿيو ته جهڙي ريت هن وقت هو ڪار ۾ ويٺي انتظار ڪري رهي آهي، رستي ۾ ملندڙ ٻيون عورتون به ائين ڪنديون

هونديون. پر هن دفعي ڪيس ان خيال مان ڪا پريشاني نہ ٿي بلڪ هوءَ اهو سوچي مسڪرائڻ لڳي تہ اڄ هوءَ اها ٻي عورت آهي. اهائي بي پرواهہ ۽ اوباش عورت جنهن سان ڪيس سدائين ساڙ ٿيندو هو. ڪيس لڳو تہ هوءَ انهن سڀني عورتن جو رستو ڪٽي رهي آهي. هن پڻ انهن جي هٿيارن جو استعمال ڪرڻ سکي ورتو هو. ۽ هاڻ ڪيس بہ نوجوان ڪي اهو سڀ ڪجهہ ارپڻ جو ڏانءُ اچي ويو آهي، جيڪو هيستائين هوءَ ڏيڻ ۾ ناڪام رهي هئي. خوش مزاجي، بي پرواهي ۽ آوارگي. هڪڙي عجيب تسڪين هن تي ڇانئجي وئي تہ هن ۾ انهن سڀني عورتن پاڻ ۾ سمائڻ ۽ پنهنجي محبوب کي پوري طرح پنهنجو رکڻ جي صلاحيت موجود آهي. نوجوان ڪار جو دروازو کوليو ۽ ڇوڪريءَ کي ريسٽورانٽ ۾ وٺي ويو. گوڙ ۽ بي ترتيب وچان گذرندي هو هڪڙي ڪنڊ واري ٽيبل تي وڃي ويٺا.

(7)

"تہ هاڻ تون منهنجو خيال رکندين؟" ڇوڪريءَ معنيٰ خيز لهجي ۾ پڇيو.

ڇوڪريءَ پنهنجو گلاس کڻندي چيو: "اهو ٺيڪ آهي منهنجي روح جي نالي جيڪو منهنجي پيٽ ۾ لهي ايندو آهي."

"ڪجهہ پيئڻ جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟"

ڇوڪري کي الڪوهل ڪو خاص نشي وٺيو پر ڪڏهن ڪڏهن پي وٺندي هئي.

"ووڊڪا" هن وراڻيو.

"زبردست" نوجوان چيو. "اميد تہ اها پي تون مون تي گرم نہ ٿي ويندينءَ."

"جيڪڏهن ٿي وڃان تہ؟"

نوجوان ڪو جواب نہ ڏنس ۽ ويٽر کي سڏ ڪري ووڊڪا جو آرڊر ڏنو. جلدئي ٻہ ننڍا گلاس رکيل هڪڙو ٽري اچي ويو.

نوجوان پنهنجو گلاس کڻندي چيو: "تنهنجي نالي!"

"ڇا تون ان کان مزيدار ڳالهہ نٿو سوچي سگهين؟"

هن ناٽڪ کان هاڻ نوجوان کي مونجهہ ٿيڻ لڳي. ڇوڪريءَ جي سامهون ويهي ڪيس لڳو تہ هن جا رڳو لفظ ئي نہ بلڪ هن جي پوري شخصيت، جسم جي چرپر ۽ چهري جا تاثر پڻ ان ناٽڪ ۾ شريڪ ٿي چڪا آهن ۽ هو ناگواري جي حد تائين بلڪل انهن عورتن جهڙي ٿي چڪي آهي. جن کان هو چڱي ريت واقف ۽ ڪنهن حد تائين بيزار هو. نوجوان جو گلاس اڃا هٿ ۾ ئي جهليل هو. جو هن پنهنجو جملو درست ڪيو. "ٺيڪ آهي تہ پوءِ تنهنجي نانءَ نہ پر ان نازڪ صنف جي نانءَ جنهن سان تون تعلق رکين ٿي ۽ جنهن ۾ حيوانن جون بهتر ۽ انسانن جون بدترين خاصيتون نهايت ئي ڪاميابيءَ سان جمع ٿيل آهن."

"نازڪ صنف مان تنهنجي مراد سڀ عورتون؟"

"نہ رڳو تو جهڙيون عورتون."

”خير عورت جي پيٽ ڪنهن جانور سان ڪرڻ مونکي تہ ڪا مزيدار ڳالهہ نہ ٿي لڳي.“

”تہ پوءِ تنهنجي صنف جي ناڻ بہ نہ.“ نوجوان پنهنجو گلاس اجا تائين هوا ۾ جهلي رکيو هو. ”بلڪ تنهنجي روح جي ناڻ! اهو تہ صحيح آهي نہ؟ تنهنجي روح جي نالي جيڪو تنهنجي مٿي کان پيٽ ڏانهن لهندي روشن ٿي ويندو آهي ۽ مٿي ڏانهن چڙهندي اُجهامي ويندو آهي.“

”آئون پنهنجو جملو درست ڪندس. تنهنجي پيٽ جي نالي، جنهن ۾ تنهنجو روح لهي ايندو آهي.“

”منهنجي پيٽ جي ناڻ.“ ڇوڪري چيو ۽ کيس لڳو تہ سندس پيٽ جنهن جو هن وقت نالو وٺي ذڪر ٿي رهيو آهي، اهو ڇڻ پڪاريندي جواب ڏيئي رهيو آهي. کيس پنهنجي پيٽ جي هڪڙي هڪڙي انچ جو احساس ٿيڻ لڳو. ڪجهہ دير کان پوءِ ويٽر آيو جنهن کي نوجوان وڏيڪ ووڊڪا جو آرڊر ڏنو.

سندن گفتگو عجيب ۽ بيهوده طريقي سان جاري هئي. ان ڳالهہ تي نوجوان جي پريشاني هر لمحي وڌندي رهي تہ ڇوڪريءَ ۾ ان اوباش عورت جو روپ ڌارڻ جي ڪيڏي صلاحيت موجود آهي. جيڪڏهن هو ايتريءَ ڪاميابيءَ سان هي سانگ رچائي سگهي ٿي تہ اها شايد سندس اصل فطرت هوندي هن سوچيو آخر ٻاهران ڪا آيل ڪو روح هن تي قابض نہ ٿيو آهي. جيڪو رُوپ هن ڌاري رکيو آهي، اهو اصل ۾ هو خود آهي. شايد اهو هن جي وجود جو اهو حصو آهي، جنهن تي هيستائين تالو لڳل هو ۽ جيڪو هاڻ هن سانگ ذريعي پنهنجي قيد مان آزاد ٿيو آهي. شايد هو سمجهي رهي آهي تہ ان سانگ رچائڻ سان هو پنهنجي پاڻ کان نجات حاصل ڪري رهي آهي، پر ان جي ابتڙ ان سان ڇا هو پنهنجي حقيقي روپ ۾ نہ اچي رهي آهي؟ نوجوان جي سامهون هن جي محبوبہ جي جسم ۾ ڪا اجنبي عورت نہ ويٺل هئي. اها هو خود آهي. ڪائي ٻي هرگز نہ. هن ڇوڪريءَ تي نگاهہ وڌي ۽ سندس بيزاري وڌڻ لڳي.

پر اها رڳو بيزاري نہ هئي ڇاڪاڻ تہ جيئن جيئن ڇوڪري نفسياتي طور تي هن کان ڏور ٿي رهي هئي هن لاءِ نوجوان جي دل ۾ جسماني خواهش وڌي رهي هئي. هن جي روح جي اجنبيت نوجوان جي توجہ جي رُخ کي سندس جسم ڏانهن وٺي وئي اصل ۾ هن جو جسم هڪ اهڙي جسم ۾ تبديل ٿي ويو جيڪو هن لاءِ هو ۽ جيڪو دردمندي، نزاڪت، همدردي، محبت جي ڪڪرن جي اوٽ ۾ لڪو ڪڏهن کان هن جي راهہ تڪي رهيو هو.

نوجوان کي لڳو تہ هواج ڇوڪريءَ جي جسم کي پهريون ڀيرو ڏسي رهيو آهي.

ووڊڪا جي ٽئين گلاس کان پوءِ هن ناز وچان چيو: ”ايڪسڪيوزمي.“

”ڇا آئون پڇي سگهان ٿو تہ توهان ڪيڏانهن وڃي رهيون آهيو؟“ نوجوان طنز وچان چيو.

”حاجت ڪرڻ. جيڪڏهن اوهان جي اجازت هجي ته.“ ڇوڪري وراڻيو ۽ ٽيبلن جي وچان گذرندي ڪنڊ ۾ لڳل پردي ڏانهن وڌڻ لڳي.

(8)

هن پنهنجي ان لفظ سان جهڙي ريت نوجوان کي حيرت زده ڪيو ان مان کيس مزو اچڻ لڳو. اهو هڪ معصوم لفظ هو پر نوجوان هن جي منهن مان پهريون دفعو ٻڌو هو. جنهن عورت جو سانگ هوءَ رچائي رهي هئي ان جي ڪردار لاءِ ان لفظ ۽ ان جي ادا ڪرڻ جي انداز کان وڌيڪ کيس ڪا بي شيءِ موزون نه لڳي. هوءَ مزي ۾ هئي ۽ سندس موڊ بي حد خوشگوار هو. جنهن کيس اهو احساس بخشيو جيڪو هيستائين هن لاءِ اجنبي هو. خوش دلي ۽ بي پرواهي جو احساس. هوءَ جيڪا پنهنجي اڳئين قدم جي باري ۾ هميشه فڪرمند رهندي هئي، اڄ کيس مڪمل آزاديءَ جو احساس ٿيو هو. هوءَ هڪ اهڙي اجنبي زندگيءَ ۾ داخل ٿي وئي هئي، جيڪا شرم کان آجي هئي، ايتري حد تائين جو سوانحي تفصيلن، ماضي ۽ مستقبل جي ذميوارين سيني کان بي نياز هئي. هن اجنبي عورت جي روپ ۾ هو جيئن چاهي ڪري سگهي ٿي، چئي سگهي ٿي ۽ محسوس ڪري سگهي ٿي. هال مان لنگهندي کيس محسوس ٿيو ته سيني ٽيبل جا مرد کيس ڏسي رهيا آهن. ان ڳالهه ۾ هڪ نئون لطف هو جنهن کان هوءَ هيستائين اڻ واقف هئي: سندس جسم مان پيدا ٿيندڙ هڪ آواره خوشي. هوءَ هيستائين پنهنجي اندر ۾ ويٺل ان چوڏهن سال ڇوڪريءَ کان پيڇو نه ڇڏائي سگهي هئي، جنهن کي پنهنجي ڇاتين تي شرم ايندي هو ۽ جيڪا پنهنجي جسم مان ڦٽندڙ ۽ صاف نظر ايندڙ اُڀارن جي ڪري پاڻ کي ذليل پئي پاتيندي هئي. توڙي جو پنهنجي جسم جي سڊول هجڻ تي کيس فخر هو پر اهو فخر هر دفعي شرم جي بار هيٺيان دٻجي ويندو هو. کيس ان ڳالهه تي بلڪل درست شڪ هو ته نسواني حسن ڪنهن بي شيءِ جي پيٽ ۾ جنسي اشتعال کي وڌيڪ هوا ڏئي ٿو ۽ اها هن لاءِ سخت ناقابل برداشت هئي هوءَ چاهيندي هئي ته سندس جسم رڳو ان مرد سان مخاطب ٿئي جنهن سان کيس محبت هئي. جڏهن مرد گليءَ ۾ هن جي سيني کي گهوريندا هئا، ته کيس لڳندو هو ته اهي هن ۽ هن جي محبوب جي خلوت ۾ دخل انداز ٿيڻ جا مرتڪب ٿي رهيا آهن. پر هن وقت ته هوءَ تقدير کان آزاد اجنبي عورت هئي. اِن ٻهروپ کيس هن جي نازڪ ٻنڌڻن کان آجو ڪري ڇڏيو هو. هوءَ پنهنجي جسم کي پوريءَ طرح محسوس ڪري رهي هئي، گهورڻ واريون نظرون پنهنجي اجنبيت جي ڪري سندس جسم کي اڃا وڌيڪ بيقرار ڪري رهيون هيون. هوءَ آخري ٽيبل جي پرمان گذري رهي هئي ته هڪ مدهوش شخص کيس فرانسيسي ٻوليءَ ۾ مخاطب ٿيندي چيو:

" madcmoisells?,Combien"

ڇوڪري سمجهي وئي. هن سيني کي اڃا وڌيڪ تاڻيو ۽ پنهنجي ڪلهن تي جي هڪ هڪ جنبش کي محسوس ڪندي غسل خاني جي پردي جي پٺيان غائب ٿي وئي.

اها هڪ منفرد راند هئي، جنهن جي انفراديت ان ڳالهه مان ظاهر هئي ته نوجوان پاڻ به توڙي جو اجنبي ڊرائيور جو ڪردار نهايت ئي خوبيءَ سان نڀائي رهيو هو پر هو هڪ لمحي لاءِ به هن اجنبي عورت ۾ پنهنجي محبوبه کي پسڻ کان پاڻ بچائي نه پئي سگهيو ۽ اهائي ڳالهه کيس اذيت پهچائي رهي هئي. هو پنهنجي محبوبه کي هڪ اجنبي مرد جي دل ريجهائيندي پسي رهيو هو ۽ کيس ان موقعي تي موجود هجڻ، هن جي حرڪتن کي ويجهي کان ڏسڻ ۽ هن جون ڳالهيون ٻڌڻ جو تلخ اعزاز حاصل هو. هوءَ هن سان دغا ڪري رهي هئي. (جيئن هن اڳ ۾ ڪيو هوندو يا جيئن هوءَ آئنده ڪندي)

عجيب ڳالهه اها هئي ته هن جي اهڙي طرزِ عمل جو بهانو بڻجڻ جو شرف به خود هن جي حصي ۾ اچي رهيو هو.

اها ڳالهه اجا وڌيڪ خراب ان ڪري به هئي ته هو رڳو کيس چاهيندو ڪونه هو پر هن جي پوڄا به ڪندو هو کيس سدائين يقين هو ته سندس محبوبه جي فطرت حقيقي طور تي رڳو وفاداري ۽ پاڪيزگي جي حدن ۾ موجود آهي، انهن حدن کان ٻاهر هن جو ڪو وجود ڪونهي. سندس خيال موجب انهن سرحدن کان ٻاهر هن جي محبوبه جو وجود بلڪل ائين باقي نٿو رهي جيئن پاڻي گرمي پد جي هڪ خاص نقطي کان پوءِ پاڻي نٿو رهي.

ڇوڪريءَ واپس اچي شڪايت ڪئي: "اتي هڪڙي ماڻهوءَ مون کي چيو. medemiosells, Combien ."

"ان ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟" نوجوان چيو: "آخر تون هڪ وئيشيا ئي. ته لڳين پئي."

"توکي خبر آهي مون لاءِ ان سان ڪو فرق نٿو پئي."

"ته تون هن سان گڏ هلي ڇو نٿي وڃين؟"

"تون جو آهين."

"مون کان پوءِ ئي سهي. هن سان طئه ته ڪري وٺ."

"هو مون کي سٺو نٿو لڳي."

"مطلب هونئن ان تي توکي ڪو اعتراض ڪونهي. سڄي رات هڪ کان پوءِ هڪ... پيو؟"

"جيڪڏهن خوش شڪل هجن ته ڪا خرابي ڪونهي."

گفتگو نفرت جي حدن کي ڇهي رهي هئي. ڇوڪريءَ کي ان سان ٿورو صدمو پهتو پر ان تي احتجاج نه ڪري سگهي، راند ۾ به آزاديءَ تان هٿ کڻڻو پوندو آهي. هر راند ان جي رانديگر لاءِ هڪ جار آهي. جيڪڏهن هي هڪ ناٽڪ نه هجي ها ۽ ٻئي واقعي اجنبي هجن ها ته ڇوڪري ڪڏهوڪي ڪاوڙ ۾ اچي وڃي ڇڪي هجي ها. پر راند کان فرار ممڪن ڪونهي. شطرنج جا مهرا بساط کان ٻاهر نه ٿا نڪري سگهن.

راند جي ميدان جون سرحدون متعين آهن. ڇوڪريءَ چاتو ٿي تہ راند هاڻي جيڪا بہ صورت اختيار ڪري، ڪيس مٺو پوندو صرف ان لاءِ تہ هيءَ هڪ راند آهي. ڪيس چاڻ هئي تہ هيءَ راند جيتري شدت اختيار ڪندي ويندي ڪيس اڃا وڌيڪ سپردگيءَ سان ان ۾ حصو وٺو پوندو. پنهنجي دل ۾ اهو سمجهائڻ فضول هو تہ راند کان ٻاهر رکي هوشمندي ۽ سنجيدگي ڏيکاري چاڪاڻ تہ هيءَ هڪ ناٽڪ هو ۽ هو نشي جي عالم ۾ ڪا مزاحمت ڪرڻ کان سواءِ ئي ان ۾ لهندي پئي وئي.

نوجوان ويٽر کي سڏ ڪري پئسا ڏنا ۽ اُٿندي چيائين: "اُٿي هلون."

"ڪيڏانهن؟" ڇوڪريءَ حيرت وچان پڇيو.

"پڇ نہ بس اچ."

"هيءَ تون ڪيئن ۽ ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهين؟"

"جيئن آئون وئيشيائن سان ڳالهائيندو آهيان."

(10)

هو ٻئي ڄڻا ڏاڪڻيون چڙهندا مٿي وڃڻ لڳا. ٻي منزل جي هيٺيان ڏاڪڻ جي وچونيءَ وٽ نشي ۾ ڏت ڪجهہ ماڻهو بيٺل هئا. نوجوان جي ٻانهن ڇوڪريءَ جي چيلهہ وٽان ورايل ڏسي ماڻهو حيرت وچان کين تڪيندا رهيا. ڇوڪريءَ پاڻ ڇڏائڻ چاهيو پر نوجوان کيس ائين ڪرڻ نہ ڏنو. ٻي منزل تي پهچي نوجوان ڪمري جو دروازو کوليو ۽ بتي ٻاري.

ان سوڙهي ڪمري ۾ ٻہ بسترا، هڪ ننڍڙي ميز ڪرسي ۽ هڪ واش بيسن هو. نوجوان ڪنڊي لڳائي ڇوڪريءَ ڏانهن مڙيو جيڪا هن جي سامهون اکين ۾ هڪ سرڪش دعوت کڻي بيٺل هئي. نوجوان هن تي هڪ نگاهہ وڌي ۽ هن جي اهڙي انداز پٺيان پنهنجي محبوبہ جي خدو خال کي تلاشڻ جي ڪوشش ڪئي. هو ڄڻ ٻن تصويرن کي هڪ ئي لينس ۾ ڏسي رهيو هو. ڄڻ ٻہ سپر امپوزڊ تصويرون هڪ ٻئي ۾ جهلڪي رهيون هيون. ۽ کيس ٻڌائي رهيون هيون تہ هن ڇوڪريءَ ۾ سڀ ڪجهہ موجود آهي. هن جو روح خطرناڪ حد تائين بنا ڪنهن هيئت وارو آهي، جنهن ۾ وفا ۽ دغا، فريب ۽ معصوميت، آوارگي ۽ پاڪيزگي هڪ ٻئي ۾ سمايل آهن. بي ترتيبي جو اهو انبار کيس گند جي ڍير وانگر ناگوار ۽ ڪراهت ڀريو محسوس ٿيو. هن جا ٻئي روپ هڪ ٻئي ۾ نظر ايندا رهيا ۽ نوجوان سمجهي ويو تہ هيءَ ڇوڪري ٻين عورتن کان محض سطحي طور تي مختلف آهي. جڏهن تہ گهرائيءَ ۾ هوبهو انهن جهڙي ئي آهي. هر ممڪن طرح جي خيالن، احساسن ۽ برائين سان ڀريل. ۽ اها ڳالهہ کيس پنهنجي اندر جي شڪ ۽ ساڙ جو جواز محسوس ٿي. کيس لڳو تہ هن جي محبوبا هن جي آرزوئن، خيالن ۽ هن جي يقين جي تخليق آهي ۽ هيءَ حقيقي ڇوڪريءَ جيڪا هن وقت سامهون بيٺي آهي مايوسيءَ جي حد تائين اڻ چاتل ۽ مبهم آهي. کيس ڇوڪريءَ کان شديد نفرت محسوس ٿي.

"هاڻي انتظار ڇا جو آهي؟ ڪپڙا لاهه." نوجوان چيو.
"ڇا اهو ضروري آهي؟" ڇوڪريءَ شرارت وچان پڇيو.
هن جنهن انداز سان اهو چيو هو اهو نوجوان کي بيحد آشنا لڳو. گهڻو اڳ ڪيس ڪنهن ٻي عورت به اهو چيو هو البته اها عورت هاڻ ڪيس ياد نه هئي. نوجوان جي دل ۾ ڇوڪريءَ جي شديد توهين ڪرڻ جي خواهش جاڳي. ان اجنبي ڇوڪريءَ جي نه بلڪ پنهنجي محبوبه جي. راند زندگيءَ ۾ گهڙي آئي هئي. اجنبي ڇوڪريءَ جي تذليل ڪرڻ جو ناٽڪ پنهنجي محبوبا جي توهين ڪرڻ جو بهانو بڻجي ويو. نوجوان وساري ويٺو ته هي محض هڪ ناٽڪ آهي، ڪيس ياد رهي ته صرف سامهون بيٺل ڇوڪريءَ لاءِ نفرت. هن ڇوڪريءَ تي نگاهه ڄمائي پنهنجي کيسي مان پنجاهه ڪرائون جو نوٽ ڪڍي هن کي پيش ڪيو. "ايترا ڪافي آهن؟"
"ته تنهنجي خيال ۾ آئون ان ڪان وڌيڪ نٿي لهڻان؟" ڇوڪري نوٽ وٺندي چيو.
"پر تون مون کي ان ريت رام نٿو ڪري سگهين. ڪو ٻيو طريقو آزماءِ."
هن نوجوان جي چوڏاري پنهنجي ٻانهن جو گهيرو تنگ ڪندي هن جي منهن ڏانهن پنهنجا چپ وڌائيندي چيو.
نوجوان ڇوڪريءَ جي منهن تي آڱر رکي ڪيس نرميءَ سان پنهنجي ٽڪيو ۽ چيائين: "آئون رڳو ان ڇوڪريءَ سان پيار ڪريان ٿو جنهن کي مون سان محبت هجي."
"تو کي مون سان محبت ڪونهي؟"
"نه."
"ته پوءِ ڪنهن سان آهي؟"
"تنهنجو ان سان ڇا؟ تون ڪپڙا لاهه."
(11)
ڇوڪريءَ ان کان اڳ ۾ ڪڏهن هيئن ڪپڙا نه لاٿا هئا. اها شرم، گهٻراهٽ ۽ مٺي چڪرائڻ واري ڪيفيت جيڪا ڀَرين نوجوان جي اڳيان برهنه ٿيڻ وقت هميشه محسوس ٿيندي هئي، اها هن مهل ڪوهين ڏور هئي. (۽ هاڻي ته وچان اونده جو پردو به ڪونه هو.) هو هن جي سامهون پراعتماد ۽ روشنيءَ ۾ وهنتل بيٺي هئي ۽ خود حيران هئي ته هن هڪ اسٽرپ ٽيز جون سڀ حرڪتون ڪٿان سکي ورتيون جيڪي اڄ تائين هن خود لاءِ به اجنبي هيون. هوءَ پنهنجي نمائش جي هڪ هڪ لمحي مان لطف اندوز ٿي رهي هئي.
پوءِ اچانڪ هڪ لمحي لاءِ ڪيس محسوس ٿيو ته نيٺ هي سڄي راند ختم ٿي ويندي، هاڻ جڏهن هن پنهنجي لباس سان گڏ پنهنجو ٻهروپ به لاهي ڇڏيو آهي، ته هن سوچيو هو وٽس ايندو ۽ هن سڄي راند کي ختم ڪري ڇڏيندو ۽ پوءِ رڳو انهن جي قربت ۽ وصل جو جهان باقي رهجي ويندو. سو ان لمحي هن پنهنجو ناٽڪ ختم ڪري ڇڏيو. ڪيس تمام گهڻي گهٻراهٽ محسوس ٿي ۽ چهري تي اهائي مسڪراهٽ

محسوس ٿي. جيڪا هن جي پنهنجي هئي. شرم ۾ بوڪلائيپ واري مسڪراهٽ. پر نوجوان هن ڏانهن وڏي راند ختم نہ ڪئي. هن ڇوڪريءَ جي منهن تي موتي آيل آشنا مسڪراهٽ تي بہ ڪو ڌيان نہ ڏنو. ڪيس پنهنجي سامهون رڳو هڪ خوبصورت اجنبي بدن نظر آيو جيڪو هن جي محبوبہ جو هو جنهن سان هن کي نفرت هئي. ان نفرت هن جي شهوت مٿان چڙهيل جذبي جي تهہ کي لاهي ڦٽو ڪيو. ڇوڪريءَ هن ڏانهن وڌڻ چاهيو پر هن ڪيس ڏڪي ڇڏيو. "اتي ئي بيٺي رهہ. آئون توکي چڱيءَ ريت ڏسڻ چاهيان ٿو." هن هاڻ ڇوڪريءَ سان اهڙو ورتاءُ ڪرڻ ٿي چاهيو جنهن جي هڪ وئيشيا حقدار هوندي آهي. پر سندس واسطو ڪڏهن ڪنهن بازاري عورت سان نہ پيو هو. وئيشيائن جي باري ۾ هن جا خيال محض افسانن ۾ پڙهيل ڳالهين مان ورتل هئا. هن پنهنجي ذهن تي زور ڏنو ۾ پهرين شيءِ جيڪا ڪيس ياد آئي اها استاڪنگس پاتل پيانو جي چمڪندڙ ڪور تي نچندڙ هڪ عورت جي تصوير هئي. پر هن ننڍڙي ڪمري ۾ پيانو تہ نہ البتہ ديوار سان لڳل ننڍڙي ٽيبل ضروري هئي. جنهن تي سنهي ڪپڙي جو ميز پوش وڇايل هو. هن ڇوڪريءَ کي ميز تي چڙهڻ جو حڪم ڏنو ڇوڪري هٿ هلائي ڪجهہ چوڻ چاهيو پر نوجوان چيس "توکي پئسا ملي چڪا آهن." جڏهن هن نوجوان جي اکين ۾ هڪ ضدي مرد جي صورت ڏٺي تہ هو راند جاري رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي پر اهو هاڻ هن جي وس کان ٻاهر هو. ڪيس ذري جيترو بہ اندازو نہ هو تہ ڪيس هاڻ ڇا ڪرڻو آهي. اکين ۾ لڙڪ کڻي هو ميز تي چڙهي، ميز جو تختو مشڪل سان ڪو ٽي فوٽ جو هوندو ۽ ان جو هڪڙو پايو بہ ننڍو هو ۽ ڇوڪريءَ ميز تي ڊانواڊول ٿي رهي هئي.

پر نوجوان ڇوڪريءَ کي ان حال ۾ ڏسي خوش هو ۽ ڇوڪريءَ جو شرمايل عدم توازن ڪيس اڃا وڌيڪ پڙڪائي رهيو هو. هن. هن جي جسم کي هر زاويي ۾ طرف کان ڏسڻ پئي چاهيو. جيئن هن جي خيال ۾ بيٺي مردن ان کي ڏٺو هوندو يا ڏسندا. ڇوڪريءَ انڪار ڪرڻ چاهيو ٿي. ان راند مان آزاد ٿيڻ چاهيو ٿي. هن نوجوان کي پهرين هن جي نالي سان سڏيو پر هن رڙ ڪري ڪيس ان پتهنجائپ تي ٽوڪيو. ڇوڪري اکڙين ۾ لڙڪ کڻي هن جون ڳالهيون مڃڻ لڳي. ان دوران هڪڙي تيز حرڪت ۾ ميز پوش هن جي پيرن هيٺيان سرڪي ويو. هوءَ ڪرڻ واري هئي تہ نوجوان ڪيس پڪڙي ورتو.

هو ڇوڪريءَ کي بستري ڏانهن کڻي ويو. هوءَ خوش هئي تہ هاڻ هي منحوس راند پنهنجي خاتمي تي پهچندي ۽ ٻئي وري اها ساڳيا ٿي ويندا جهڙا پهرين هئا ۽ پوءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪرڻ لڳندا. هن نوجوان جي منهن ڏانهن پنهنجو منهن وڌايو پر نوجوان وري ڪيس جهٽڪي سان پري ڪيو ۽ ٺهرايو تہ "آئون صرف ان عورت کي چمندو آهيان. جنهن کي مون سان محبت هجي." هو وڏي آواز ۾ سسڪيون پرڻ لڳي پر ڪيس روئڻ جي مهلت نہ ملي. جو نوجوان جي جوش هن جي جسم کي فتح ڪري ورتو هو. جڏهن تہ ڇوڪريءَ جي

جسم هن جي شڪي روح کي شانت ڪري ڇڏيو هو. هاڻ بستري تي محض ٻه جسم هئا، جيڪي هڪ ٻئي لاءِ اجنبي هئا. هي بلڪل اها ڳالهه هئي جيڪا ڇوڪريءَ لاءِ زندگيءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ دهشتناڪ رهي هئي، جنهن کان اڄ ڏينهن تائين هو شڪي انداز ۾ دامن بچائي رهي هئي. محبت ۽ جذبي کان خالي جنسيت. هن ڄاڻي ورتو هو ته هن ممنوع حد کي پار ڪري ورتي آهي، پر ڪنهن اعتراض کان سواءِ هو ان عمل ۾ پوري طرح شامل ٿي ان ممنوع علائقي ۾ اڳتي وڌندي رهي. صرف ڪٿي ڏور شعور جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اهو خيال پئي اُٿيو ته هوءَ ايتري ۽ اهڙي لذت سان پهرين ڪڏهن آشنا نه هئي.

(12)

" پوءِ سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو. نوجوان ڇوڪريءَ جي پهلو مان پاسو ورائي، بستري ۾ پير ۾ لٽڪندڙ ڏوريءَ کي ڇڪي بتي وسائي ڇڏي. هن ڇوڪريءَ جو چهرو نٿي ڏسڻ چاهيو. ڪيس خبر هئي ته راند ختم ٿي چڪي آهي پر پنهنجي پراڻي ناتي ڏانهن موٽڻ لاءِ هن جي دل نه ٿي چاهيو هو ان واپسيءَ تي خوفزده هو.

هڪ لمحي کان پوءِ ڇوڪريءَ جي سسڪين جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ڇوڪريءَ جي هٿ ٻارن جي انداز جيان ڏڪندي نوجوان جي هٿ کي ڇهيو. وري ڏور ٿي ويو وري ڇهيو ۽ هڪڙو التجا ڪندڙ سسڪيون پريندڙ آواز ڪيس ٻڌڻ ۾ آيو جيڪو ڪيس چئي رهيو هو ته. "آئون آئون آهيان. آئون آهيان. آئون آهيان....."

نوجوان خاموش هو ۽ چريو به نه هو. هو ڇوڪريءَ جي ان اصرار جي غمناڪ خالي پڻي کان واقف هو جنهن ۾ هڪ اڻڄاتل شيءِ جي وصف ان ئي نامعلوم شيءِ جي اصطلاح ۾ پيش ڪئي وئي هئي.

ڇوڪريءَ جو آواز جلدئي سسڪيءَ مان باقاعده روئڻ ۾ تبديل ٿي ويو ۽ هو بي شمار ڀيرا ان رحم جوڳي اصرار کي دهرائيندي رهي ته "آئون آئون آهيان... آئون آئون آهيان...."

نوجوان رحم جي جذبي کي مدد لاءِ پڪاريو. (ان لئه ڪيس گهڻو پري تائين پڪارڻو پيو. ڇاڪاڻ ته آس پاس ۾ ڪٿي به ان جو وجود ڪونه هو.) ته جيئن ڇوڪريءَ کي آٿت ڏيئي سگهي. تيرهن ڏينهن جون موڪلون اڃا باقي هيون.



ڪو ماڻهو نامور اردو شاعر عبدالحميد عدم کي پهريون ڀيرو جوش مليح آباديءَ سان ملائڻ لاءِ پاڻ سان گڏ وٺي ويو. "سائين جن عدم آهن". هن سڃاڻپ ڪرائي. عدم ٻُت جو ڪافي ڀريل ۽ ڳرو هو. جوش هن جي هائي ڪائيءَ کي غور سان ڏٺو ۽ چوڻ لڳو: "هي عدم آهي، ته وجود ڪهڙو هوندو!"



# هڪ فوجيءَ جي گھُگھي

حنيف باوا/ ترجمو: ننگر چنا

[حنيف باوا پنجابي ڪهاڻيءَ ۾ پنهنجي منفرد ڏانءَ جي ڪري الڳ سڃاڻپ رکندڙ ڪهاڻيڪار آهي. هن جون ڪهاڻيون هڪ پاسي بيان جي سولي ۽ سلوڻي هجڻ جي ڪري ته ٻئي پاسي جيون ۾ پيش ايندڙ عام وارتائن کي چٽڻ جي ڪري ناماچاري رکن ٿيون. سندس ڪهاڻين ۾ قديم آکاڻين جو رنگ ۽ پڙاڏو به موجود هوندو آهي. حنيف باوا جي ڪهاڻين جو ڳٽڪو "چرخي دي موت" پنجابي ادبي بورڊ لاهور پاران ڇپجي چڪو آهي. هيءَ ڪهاڻي ساڳئي اداري پاران ان "چونڊ ڪهاڻي" نالي ڪتاب مان ترجمو ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ 1960ع کان 1985ع تائين جون 30 چونڊ ڪهاڻيون ڏنيون ويون آهن. ن – چ]

هُن وٽ سواءِ پاڻيءَ جي هڪڙي ڄِستي گُھگھيءَ جي ٻيو ڪجهه به نه هو. هُو هڪ فوجي هئو ۽ پنهنجو پاڻ کي دشمن جي حوالي ڪرڻ وڃي رهيو هو. هن کي واٽ تي به ٻار ڪيڏندي نظر آيا. اهي ٻئي ٻار واريءَ جا گهر ٺاهڻ واري راند ۾ رُڌل هئا. هن کي ٻارڙا راند ڪندي ڏاڍو وڻيا. هُو اڳتي وڌڻ جي بجاءِ ٿورو پريرو ٿي ويهي رهيو. هُو اتي ويٺي فوج جو سپاهي نه پئي لڳو ان ڪري جو هُو پنهنجي رائيفل گهٽو پوئتي ان وڻ هيٺان ڇڏي آيو هو جيڪو واريءَ جي هڪ پٽ جي ڪڇ ۾ هئو جتي هُن ڪڪ ٿي، ڪيترين ئي مصيبتون سهي، ڪيترين ئي ٻُڪون ڪاٽي، ڪيئي ڏينهن ۽ راتيون آخري پناهه ورتي هئي ۽ جتي هن انهن ڏُکن ڏاکڙن ۽ اُڃن بکن کان گهبرائجي، پنهنجو پاڻ کي دشمن جي حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو.

هُو جڏهن انهيءَ وڻ هيٺان آخري پناهه وٺڻ لاءِ ترسيو هو تڏهن ڇڻ ته هن جا به پٽ ۽ هڪڙي ڏيءَ سندس اکين اڳيان اچي بيٺا هئا. انهن ٻارن جي ڪري ئي ته هُو فوج ۾ ڀرتي

ٿيو هو. هُو انهن جي سرءِ ٻڌجي ويل حياتيءَ ۾ بهار آڻڻ جي لاءِ ئي تہ هن جنگ ۾ لتو هو. هن کي جڏهن دشمن سان وڙهڻ لاءِ اڳين مورچن ۾ موڪليو ويو تہ هن سوچيو هو.

مان آخري هڏڪيءَ تائين وڙهندس. مان لڙائيءَ ۾ اهڙا ڪارناما ڪندي مرندس، جو انهن کي ڏسندي سرڪار مون کي ڪو وڏو تمغو ڏيندي. انهيءَ چمڪندڙ تمغي جي چمڪ منهنجي ٻارن جي اونداهي جيون ۾ چانڊوڪي پکيڙي ڇڏيندي.

مان سِرَ جون سَتون ڏئي وڙهيس پر ڇا پئي تي سگهيو؟ جنگ بنان ڪنهن فيصلي تي پهچڻ جي ئي ختم ٿي چڪي هئي ۽ مان دشمن جي جُوءِ ۾ ڏڪا ٿاپا کائڻ لاءِ رهجي ويس.

هاڻي زندگيءَ کي مصيبتن ۽ تڪليفن ۾ وجهڻ جو ڪهڙو فائدو؟ چڱو آهي تہ مان پاڻ کي دشمن جي حوالي ڪريان. شايد ڪنهن ويل پنهنجي ٻچن کي ڏسي سگهان. ڇا ٿي پيو جي مان هنن جي جيون ۾ آيل اوندهہ کي ترڙي نہ سگهيس. نيٺ تہ منهنجا ٻچا آهن. اهي مونکي ضرور معاف ڪري ڇڏيندا. مون سان ملي ضرور خوش ٿيندا.

هن جڏهن کان پنهنجو پاڻ کي دشمن جي حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو تڏهن کان سندس سيئي پِرَ پولا ختم ٿي چڪا هئا. هاڻ هُو ڪنهن کان بہ مُنهن لڪائي نہ ٿي لنگهيو. هن کي واٽ هلندي ڪيئي مرد ۽ عورتون نظر آيا. هُو انهن جي پِرَ مان ائين بي ڌڙڪ ٿي لنگهيو جڻ تہ انهن جي ئي ڳوٺ جو رهاڪو هجي. نہ تہ هُو آخري پناهہ وٺڻ کان اڳ ماڻهوءَ جي پاڇي کان بہ ڊڄندو هو تڏهن تہ وسندين کان پري رهي ڪري ڏينهن راتيون گذاريندو هو. پنهنجو ماڳ ليڙ ۽ انهيءَ ديس جي دنگ کي پسڻ لاءِ ديس جو واسي هئو ۽ جنهن جي حڪمرانن لاءِ اها جنگ وڙهي رهيو هو. پر هُو انهن ٻن ٻارڙن کان پاسو ڪري لنگهي نہ سگهيو. جيڪي وڻ جي گهاٽي ڇانوَ هيٺان کيڏي رهيا هئا. اهي ٻار ڏسي کيس پنهنجا ٻچا ياد اچي ويا. هن سوچيو ٿي سگهي ٿو اُهي بہ ائين هنن وانگر گهرڙا ٺاهي کيڏندا هجن. هن کي هنن ٻارن ۽ پنهنجن ٻارن ۾ ڪوبہ فرق محسوس نہ ٿيو. تڏهن تہ اُتان لنگهندي هن جا پير تمام ڳرا ٿي پيا. هُو هڪڙي وک بہ اڳتي کڻي نہ سگهيو. هن ٻارن جي راند ۾ ڦيٽاڙو وجهڻ نہ ٿي گهريو بس انهن کي کيڏندي ڏسڻ ٿي گهريائين.

هُو انهن کان ٿورو پريرو ٿي ويهي رهيو. ٻار جنهن وارِيءَ سان کيڏي رهيا هئا. هن کي لڳو تہ اها وارِي جڻ تہ هن جي ڳوٺ جي هئي. ڳوٺ جي اها ٿڌي واري جيڪا گرمين جي تکين اُسن کي چُوسي، راتين جو ٿڌاڻ ورهائيندي آهي، امن ۽ چين ورهائيندي آهي، پر اڄ ڌٽيءَ جي مخلوق ان گڏيل وارِيءَ کي بارود جي باهہ ساڙي رک ڪري ڇڏيو هوندو. اهي ٻار جنهن وڻ هيٺان ويٺا هئا، اهو وڻ هن کي پنهنجي ويڙهي جي وڻ جهڙو لڳو.

هن ٻارن جي ڦاٽل ڪپڙن ڏانهن ڏسي سوچيو. شايد هنن جو پيءُ بہ مون وانگر هنن جُون گهرجُون پوريون ڪرڻ لاءِ فوج ۾ پرتي ٿيو هجي. شايد هُن بہ ڪو تمغو حاصل ڪرڻ جي لاءِ جنگ ۾ وڏا وڏا ڪارناما ڏيکاريا هجن ۽ شايد لڙائي بند ٿيڻ تي اهو بہ دشمن جي علائقي ۾ ڦاسي پيو هجي ۽ مون جيئن انهن ٻارن لاءِ ڏکن هٿان هار مڃي، پنهنجو پاڻ کي دشمن جي حوالي ڪري ڇڏيو هجائين.

هُو تورو پري ويٺو ٻارن کي کيڏندي ڏسندو رهيو. ٻار سُکل وارِيءَ سان گهرڙا ناهڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل هئا. پر هنن کي ڪٿهڙي گل ته سُکي وارِيءَ سان ڪڏهن به ڪي گهر نه ٺهيا آهن. وارِيءَ ۾ پاڻي گڏڻو پوندو آهي. شايد هنن وٽ پاڻي ناهي، پر هن وٽ جو پاڻي آهي، انهيءَ جِستي گهگهي ۾، جيڪا هن جي ڪلهي ۾ لڙڪي رهي هئي. هُن اهو پاڻي ان کڏي مان ڀريو هو جنهن جي آسپاس، پري پري تائين رڃو ويراني ئي ويراني هئي. ها انهيءَ کڏي کان ڪجهه پري هڪڙي ننڍڙي وسندي ضرور هئي، جيڪا جنگ هلندي ڏهي ڍير ٿيڻ جي ڇڪي هئي. انهيءَ ڳوٺ جي ڪچن گهرن جي پٽين جون سِرُون پري پري تائين ڪنڊرين پيون هيون. انهيءَ سڙيل ڊٺل وستيءَ کان تورو پري هڪڙي ننڍڙي ٻارڙي جو لاش ۽ ان سان گڏ هڪڙو ٻيڙو مئو پيو هو. انهن سان گڏ هڪڙو ڇيلو به قيمو ٿيو پيو هو. انهن لاشن کي ڏسي، ائين پئي لڳو ته ڄڻ انهيءَ جنگ جو مقصد رڳو انهن کي ئي مارڻ هو. اهي مري ويا، جنگ بند ٿي وئي.

اها اونهاري جي مُند هئي، اڌ رات جو وڳڙو هو. وڏي ٻوسٽ ۽ گُهٽ هئي. هُو گذريل ڪيترن ئي ڪلاڪن کان ڪمند جي اندر لڪل هو. هن کي جڏهن اُڃ ڏاڍو ستايو تڏهن هُو ڊڄندو ڊڄندو ڪمند مان ٻاهر نڪتو ۽ پاڻيءَ جي ڳولا ۾ رُلڻ لڳو. گهڻي ڳولا کان پوءِ هن کي جڏهن اهو کڏو نظر آيو تڏهن ڄڻ ته کيس پَرَ لڳي ويا. هُو کڏي تائين ڊوڙ پائي پهتو. اُتان ڍَوَ تي پاڻيءَ پيئڻ تائين ۽ اها جِستي گهگهي به ڀري ورتائين. اُهوئي کِنو پاڻي هئو جنهن جي اڃ ٻارن کي گهرج هئي.

هُو سَٽ پائي اُٿيو ڪُلهي مان جِستي گهگهي لاٿائين ۽ ٻارن جي ويجهو اچي کين چوڻ لڳو:

"پٽڙا! سُکي وارِيءَ سان گهر نه ٺاهبا آهن."

ٻارن ڪنڌ مٿي ڪري هن ڏانهن ڏٺو. اهي ائين شرمائجي ويا، ڄڻ ته هنن جي ڪا چوري پڪڙجي پئي هجي يا هنن جي ڪاريگريءَ تان لٽو لهي پيو هجي. هن ٻارن جي مکڙن ڏانهن ڏسي، جيڪي ڪجهه وائڙا لڳي رهيا هئا، سوچيو:

"مان اجايو هنن ڏانهن آيس. منهنجي اچڻ جي ڪري هنن جي چڱي ڀلي راند ڦٽي وئي. مون هنن سان ڏوهه ڪيو آهي. هنن جي ننڍڙين ننڍڙين خوشين جي ڳچيءَ تي لت ڏني اٿم. مون کي هتان وڃڻ کپي، هاڻي جو هاڻي هليو وڃڻ کپي."

هن جِستي گهگهي انهن جي پيرسان رکي ڇڏي ۽ اهو چوندي اڳتي وڌي ويو:

"منهنجا ٻچڙئو! شال توهان ائين گهر ٺاهيندا رهو. ائين ئي ننڍڙيون ننڍڙيون خوشيون ماڻيندا رهو. شال! هر قسم جي ڪوسي واءَ کان بچيل رهو."

هُو پنهنجو پاڻ کي دشمن جي حوالي ڪرڻ وڃي رهيو هو.

⊙⊙



# وهي ڪاتي جا پنا: سنڌي ٽريجڊي

شوڪت حسين شورو




"وهي ڪاتي جا پنا" سنڌي ادب ۾ هڪ نئون لقاءُ (phenomenon) آهي. اها ڳالهه بلڪل دعوي سان چئي سگهجي ٿي تہ هيءُ سنڌيءَ جي هڪ نهايت ئي منفرد ۽ غير رواجي آتم ڪٿا آهي. ان سان گڏ اها بہ هڪڙي حقيقت آهي تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙا ڪتاب تمام ٿورا آهن، جن پڙهندڙن توڙي لکندڙن ۾ ايتري گهڻي مقبوليت ماڻي هجي. ان جو هڪ ڪارڻ شايد اهو بہ هجي تہ "وهي ڪاتي جا پنا" هڪ گهڻ رخي (multi_dimensional) آتم ڪٿا آهي، جنهن جي الڳ الڳ پهلوئن تي لکڻ جي تمام گهڻي گنجائش آهي. ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي سماجي، معاشي ۽ ثقافتي دستاويز هجڻ سان گڏ هن آتم ڪٿا جا ٻئي پاڱا ورهاڱي جي دردناڪ حالتن جو رڪارڊ آهن. ورهاڱي کان پوءِ سنڌين ڀارت ۾ ڇا ڇا ڀوڳيو ۽ پنهنجيءَ جاکوڙ سان ڪهڙيون ڪهڙيون شاندار ڪاميابيون حاصل ڪيون، تن جو احوال نهايت تفصيل سان مليو ٿو.

رڳو زبان ۽ بيان جي خوبين کي ئي ڏسجي تہ لڇمڻ ڪومل ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي. هتي مون "وهي ڪاتي جا پنا"جي فقط هڪڙي پهلوءَ تي نظر وڌي آهي، اهو آهي ان جو بيانيہ انداز.

اهو مڃينديي بہ تہ لڇمڻ ڪومل وٽ بيان ڪرڻ جي بي پناهہ قوت آهي، هو پڙهندڙن کي رڳو هڪڙي ئي دڳ يا هڪڙي ئي شاهي رستي تي وٺي هلندو ڪو نہ رهيو

آهي. دگ تہ آهي، پر ان مان ٿتندڙ ڪئين پيچرا آهن. لڇمڻ ڪومل شاهي رستي تي هلندي هلندي اسان کي ڪنهن نہ ڪنهن پيچري تي وٺيو وڃي. وڏي ڳالھ اها آهي تہ اسين انهن پيچرن ۾ وڃائجي گم بہ نٿا ٿيون. لڇمڻ اسان کي آڱر کان جهلي، وري واپس شاهي رستي تي وٺي اچي ٿو.

"وهي ڪاتي جا پنا" عام آتم ڪٿائن وانگر ڪونہ آهي. جنهن ۾ رڳو ماضيءَ جون مزارون هجن. لڇمڻ ڪومل جي آتم ڪٿا ۾ گذريل يادن ۽ گذاري ويل ماڻهن سان گڏ تازيون وارداتون ۽ جيئرا جاڳندا ماڻهو بہ آهن. هن آتم ڪٿا ۾ ڪالھ آهي، تہ اڄ بہ آهي.

لڇمڻ پڙهندڙ کي پري ڏورانهين ماضيءَ ۾ وٺي هلندي هلندي اوچتو حال ۾ موٽايو وٺيو اچي، تہ ڪڏهن حال ۾ هلندي، ماضيءَ ۾ هڪ ڏگهي ٽبي هنيو وڃي ۽ پڙهندڙ هن سان هر وقت گڏ آهي، جيڪو ڪٿي بہ ٿڪجي، بور ٿي، منجهي بيهي ڪونہ ٿو رهي، پر ساٿس گڏ هلندو رهي ٿو.

لڇمڻ جي آتم ڪٿا ڄڻ اسڪرين تي ختم نہ ٿيندڙ فلم آهي، جنهن ۾ Flashes آهن. حال ۾ هلندي فليش بيڪ ۽ وري واپس. اها Cinematic technique آهي. ساڳئي وقت آتم ڪٿا ۾ ڊرامائي عنصر بہ حيثيت ۾ وڃهندڙ آهي. ارسطوءَ "Poetics" ۾ ڊرامي جي ڪٿارسس واري پهلوءَ بابت جيڪي ڪجھ ٻڌايو آهي، ان کي "وهي ڪاتي جا پنا" ۾ پسي سگهجي ٿو.

اعليٰ درجي جي ناٽڪن ۾ ڏکوئيندڙ منظر ڏسندڙن ۾ جڏهن حد کان وڌيڪ تناءُ (tension) پيدا ڪندو آهي تہ ان کي گهٽائڻ ۽ معمول تي آڻڻ لاءِ هلڪو ڦلڪو مذاقي منظر ڏيکاريو ويندو آهي.

"وهي ڪاتي جا پنا" جي ٻئي ڀاڱي جي 24 هين پني ۾ لڇمڻ سروريءَ سان پنهنجي پيار جو حال جانڪي ٻائي عرف ڇپن ڇريءَ سان اورڻ وڃي ٿو جنهن جي خود هڪ دردناڪ ڪهاڻي آهي. لڇمڻ جو پس منظر ٻڌي، ڇپن ڇري ڪيس ڇٿي تي تہ "ٻچا. ايتريءَ ننڍي ڄمار ۾ تو ايترو ڪجھ ڏٺو آهي، جو وقت توکي ضرورت کان وڌيڪ ذهين بنائي، توکان تنهنجي معصوميت کسي ورتي آهي." هوءَ کيس سمجهائي ٿي تہ "هاڻي وڃ، پنهنجي گهر موٽي وڃ. تنهنجا پيءُ ماءُ تنهنجي راھ ڏسندا هوندا." لڇمڻ لکيو آهي تہ "منهنجي دل مان سيسرات نڪري ويو." اتي Flash back ختم ٿئي ٿو ۽ لڇمڻ اسان کي حال ۾ وٺي اچي ٿو - تڏهن وري حال ۾ پنهنجيءَ موجوده حالت جو مذاق اڏائيندي لکي ٿو:"۽ اهو سڀ ڪجھ لکڻ وقت منهنجي سڄي شرير مان سيسرات نڪري رهيا آهن. سيءَ هٽي سڪائي ڇڏيو آهي. تي سوئيٽر ۽ پولڙي واري ٽوپي پائي، ٻن سوڙين اندر سوڙهو ٿي، سروريءَ کي سنڀاري رهيو آهيان ۽ ڇاهي وانگر وڪوڙجي سڪوڙجي، آڏين ابتين، ڏنگين ڦڏين سٽن ۾ ساروڻين جي هيءَ قسط لکي رهيو آهيان. تڏ ۾ هٿ ڏڪي رهيا آهن ۽ اصلي ڏندن سان گڏ اٺ مصنوعي ڏند پڻ ٽڙڪي رهيا آهن...."

ان کان پوءِ لڇمڻ ٻڌائي ٿو تہ "اڄ عيدالاضحيٰ جو ڏينهن آهي ۽ ٻاهر نائيلون رت سان ڀريون پيون آهن. اوجهرين ۽ ڇيڇڙن تي ڪتا ۽ سرٽيون لامارا ڏئي رهيا آهن. هي سڄو منظر منهنجي دل ڪچي ڪري رهيو آهي." لڇمڻ قربانيءَ جي ڳالهہ ڪنديءَ وري ماضيءَ ۾ ٽپي هٽي ٿو: "رسمي ٻڌل قربانيءَ جي ٻڪري جيان جانڪي ٻائي جي بالا خاني مان ذهني طور ذبح ۽ ذليل ٿي. ڊال ڪي منڊيءَ کان هلندو هلندو گنگا ڪناري پهتو آهيان." گنگا ڪناري دشاميش گهاٽ جي ڳالهہ ڪنديءَ لڇمڻ کي سنڌوءَ جي ياد اچي ٿي. هو لکي ٿو: "منهنجي پيٽ ۾ پاروتڻ کان ئي سنڌوءَ جي گهاٽن جو پاڻي پيل آهي." ان يادگيريءَ سان هو حال ۾ موٽي اچي ٿو. "سال کان پوءِ وري 25 جنوري 2006ع تي سنڌ وڃي رهيو آهيان. ڪالهہ پاڪ سفارت خاني ۾ ويزا وٺڻ ويو هوس." ڳالهہ ڪنديءَ هن کي اٺ ڏهہ سال اڳ وارو واقعو ياد اچي ٿو جڏهن دهليءَ ۾ پاڪ - ڀارت ڪرڪيٽ مئچ ٿي رهي هئي. مئچ جي ڳالهہ ٻڌائيندي هو وري ماضي بعيد ۾ هليو وڃي ٿو. "ڪامڏنيو جي گابي جي ٿوني سان گوڏا ۽ ٺونٺيون رهڙائي، مان منجهند ڏاري منڊڪائيندو منڊڪائيندو سراءِ تي پهتس. پنهنجي گهر ڪانپور موٽڻ جو ارادو ڪري ڇڏيم ۽ اهو سوچي رهيو هوس تہ پنهنجي سامان سميت جيڪو رڳو ٽين جي ڊٻي جي هڪ پيتي ۽ سٽيءَ جي ڳوٿري هئي، سراءِ مان ايترن ماڻهن سامهون ڪيئن ڪسڪي نڪران؟"

لڇمڻ کي پنهنجي معشوقہ سروريءَ جي ڦندي ۾ وڏيڪ قاسجڻ کان پاڻ کي ڇڏائڻ سان گڏ پنهنجي عاشق استاد فرحت حسين جي هوَس ڀرين شيطاني نگاهن کان پاڻ کي بچائڻو هو. لڇمڻ فيصلو ڪري چڪو هو تہ ڪيس اتان ڪيئن بہ بچي نڪرڻو هو.

"وهي ڪاتي جا پنا" ۾ ماضي بعيد، ماضي قريب ۽ حال پاڻ ۾ رل مل ٿي وڃن ٿا، پر ڪٿي بہ منجهيل سٽ وانگر ڪونہ ٿا لڳن. 24هين پني ۾ لڇمڻ لکي ٿو: "سالن کان وقت سان شرط پڄائيندي مان گهڻو اڳتي نڪري آيو آهيان ۽ پوئتي مڙي نہ نهاريو اٿم. پوئتان الائي ڇا ٿيو هوندو؟ اشرافت ۽ قابليت جو نادر نمونو خانصاحب رفاقت حسين، اغلام باز موسيقار فرحت حسين، مون مٿان مادرانہ محبت جا مينهن وسائيندڙ انوري بيگم، دلشاد، فيروزه، جهانوري، بلا نوش زبير ۽ منهنجو پهريون پيار سروري - سڀ الائي ڪٿي هوندا؟"

لڇمڻ ڪومل جي آتم ڪٿا پڙهندي، مون کي لڳو تہ آئون Greek Tragedy پڙهي رهيو آهيان. پر "وهي ڪاتي جا پنا" گريڪ ٽريجڊي ڪانهي. اها اسان جي پنهنجي ٽريجڊي آهي. ائين چوڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو تہ لڇمڻ ڪومل جي آتم ڪٿا "وهي ڪاتي جا پنا" سنڌي ٽريجڊي آهي.



# هڪ ڪتاب ۾ قيد ڊڪٽيٽر جي ڪهاڻي

گوبند مينگهواڻي




ڊڪٽيٽر شپ صحافت ۽ ادب جي دنيا جو سگهارو موضوع رهيو آهي. ڪمبوديا جي پيڙهيل عوام جي ڪهاڻي هجي يا ايٿوپيا تي چئن ڏهاڪن تائين راڄ ڪندڙ شهنشاهه هيل سلاسيءَ جي ظلمن جا داستان. استالن جي سوشلسٽ فليور واري آمريت هجي يا وري چين ۾ ڪئين ڏهاڪن تائين هلندڙ "پارٽي ڊڪٽيٽر شپ" جا قصا. ڪيترائي ڪتاب بي پهچ عوام تي ظلم ۽ خيال جي خدائيءَ تي بندشن جي اهڙن داستانن سان پريا پيا آهن. مائونٽ بيٽن جون مهربانيون نندي ڪنڌ تي نچاور ٿيڻ کان ترت پوءِ حڪمرانيءَ جي اهڙي طرز جون چسڪيون هن ديس کي بہ وقتاً فوقتاً پرايون ويندڙون رهيون آهن. جيتوڻيڪ پنهنجي حصي جي زمين تي وهايل اهڙي ويل جو ذائقو اجا تائين ڪونہ وسريو آهي ۽ شاعرن کان وٺي سرفروش قومي ڪارڪنن تائين، انهن دورن جي قهري ڪارروائين جا رهجي ويل نشان ڪي هِٽ ڪي هُٽ ضرور ملي وڃن ٿا. پر اهي ايترا تہ چالاڪ هئا جو انهن قلم جي سگهہ واري سلي کي گهڻو پروان ئي نہ چڙهڻ ڏنو. جو انهن اونداهي دورن جو ڪو حقيقي ۽ مفصل ريڪارڊ رکي سگهجي. پر هاڻ وقت منجهي چڪو آهي. گذريل ڪجهہ ئي سالن ۾ اسان وٽ بہ اهڙن موضوعن تي ڪتاب ڇپجڻ لڳا آهن. جيڪي هيستائين Untouchable هئا. هڪ اهڙو ئي ڪتاب هتي تبصري هيٺ آهي جيڪو ديس جي اُجري مُک تي يارهن سالن تائين ڪاري رات جا رنگ چڙهيندڙ ڊڪٽيٽر جنرل ضياءَ جي حياتيءَ ۽ دور جو احاطو ڪري ٿو. ڪتاب جو نالو آهي: A case of exploding mangoes ۽ ليکڪ آهي محمد حنيف. 295 صفحن تي ڦهليل انگريزيءَ ۾ لکيل هي هڪ ناول آهي. جيڪو رينڊم هائوس انڊيا طرفان هلندڙ سال مئي مهيني ۾ پڌرو ڪيو ويو هو. محمد حنيف پنجاب جي شهر اوڪاڙه جائو هڪ مڃيل صحافي آهي. جنهن مختلف هنڌن تي صحافت ڪرڻ کان پوءِ تازو بي بي سي اردو سروس جي هيڊ جي عهدي تان استعيفيٰ ڏيئي اچي ڪراچيءَ جا وڻ وسايا آهن. ڪراچي- جنتي، بقول هن جي کيس "نوڪري، پيار ۽ سمنڊ مليو." سندس هيءُ پهريون ناول آهي، جنهن کيس شهرت جي بلندين تي پهچائي ڇڏيو آهي.

ايئرفورس جي هڪڙي پائليٽ آفيسر علي شگري جي ترائل ۾ جنرل ضياءَ جي "شب و روز" جي نرالن قصن کي گڏ گڏ ڪٽي هلندڙ هن ناول جي اُٽت ڪنهن ٿرلر جهڙي آهي، پر فڪشن جي هن ڪتاب ۾ حقيقتن جا اولڙا ڪافي واضح آهن. سنڌ ۾ جنرل ضياءَ جي ذاتي زندگيءَ بابت ڪيئن لطيفا ته مرحوم فقير محمد لاشاري مشهور ڪيا هئا، پر حنيف جي هن ناول ۾ دهلي اچا به گهٽي قريب ڊيڪاريل آهي. ناول جيتوڻيڪ جنرل ضياءَ جي ڪردار جي چوڌاري گهمي ٿو پر هن ۾ ان دور جي سماجي پهلوئن کي به اُجاگر ڪيو ويو آهي. محلاتي سازشن جو ذڪر آهي ته ضياءَ جي ثنا خواني ۾ رُڌل ان دور جي ميڊيا جو ڪردار پڻ وائکو ڪيل آهي. اسي واري ڏهاڪي ۾ پنهنجي طرفان "ڪميونزم خلاف جهاد جي فرنٽ لائين اسٽيٽ" جو ڪردار ادا ڪرڻ جون پچارون به آهن ته ان ئي "بي لوث" مدد جي نتيجي ۾ جنرل ضياءَ پاران امن جو نوبل انعام حاصل ڪرڻ جي خواهش ۽ ان لاءِ تيارين جو ذڪر به نهايت تفصيل سان ٿيل آهي. حنيف جي هن ناول ۾ ڪجهه اهڙا ننڍڙا ڪردار به آهن جن مان ڪي بي راهه مسافرن جيان پٽڪندا رهن ٿا ته ڪي بي ڏوهه ماريا وڃن ٿا. اهڙو ئي هڪ ڪردار ڪئمپ آفيس ۾ ملڪ جي قائد جو خفيه ڪئمرا لڳل پورٽريٽ ٺاهيندڙ اختر مسيح به آهي، جنهن جي تارا مسيح سان ته ڪا نسبت نظر نٿي اچي، پر هو پنهنجي زندگيءَ جي خوشگوار ترين ڏينهن تي هڪڙي بنا نمبر پليٽ واري گاڏيءَ جي هيٺيان اچي مارجي وڃي ٿو. سنگساريءَ جي سزا ٻڌايل هڪڙي انڌي قيدياڻي زينب به آهي، جنهن وٽ خبرون هوا، خوشبو ۽ پکين جي ٻولين معرفت پهچنديون آهن ۽ ناول جو هڪ اهم ڪردار ته اهو ڪانءُ به آهي، جيڪو ان مهل زينب پاران اڇليل اَن کائي رهيو هوندو آهي. جڏهن هڪ صوبيدار هن وٽ اها خبر کڻي ايندو آهي ته ڪيس هاڻ جيل بجاءِ لاهور جي شاهي قلعي جي ٽارچر سيل منتقل ڪيو ويندو. "ڪانون کي شعور ته نه هوندو پر انهن جو حافظو نوي سالن تائين رهي سگهندو آهي." ناول ۾ ڄاڻايل آهي ۽ اهو ئي ڪانو زينب جي ڏنل پاراتي کي ناول جي آخري صفحن تائين ساڻيدي رکندو ٿو اچي، جڏهن جنرل ضياءَ بهاولپور جي صحرا ۾ هوائي جي نظر ٿي ٿو وڃي.

جنرل ضياءَ ٿوڙي جو بي بي سي جي رپورٽر مارڪ ٽلي تي پنهنجي دؤر ۾ بندشون وڌيون، پر ان ئي ادلري جي هڪڙي ٻئي صحافي هن جا جيڪي بخيا اُڌيڙيا آهن، ان تي محمد حنيف کي سڄي دنيا ساراهي رهي آهي. ملٽري انٽيلجنشيا تي نهايت ئي دليريءَ سان قلم کڻندي حنيف هن ناول ۾ ڪيترين ئي چرڪائيندڙ ڳالهيون لکيون آهن. سندس هيءُ ناول بوڪر پرائيز لاءِ لانگ لسٽ به ٿي چڪو آهي ۽ ان جو ترجمو ٻين ٻولين ۾ پڻ ٿيڻ شروع ٿي چڪو آهي. ڪيڏو نه سنو ٿئي جو جنرل ضياءَ جي بربريت کي سڀ کان گهڻو ڀوڳيندڙ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ به ان جو ترجمو ٿئي!



# ناري جي ڪناري

• منوج ڪمار




سنڌيءَ ۾ جتي شاعريءَ جي ڪتابن جي يرمار لڳي پئي آهي، اُتي وري بين موضوعن تي لکڻين جي ايتري ئي اڻاٺ آهي. خاص طور تي آرڪيالاجي، تاريخ، اينٿرا پالاجي، معاشيات ۽ ماحوليات تي تہ ٻوهان ڪي ورلي ڪو اصلوڪو يا نئون ڪتاب پڙهڻ لاءِ ملندو. اهڙي ذڪر واريءَ صورتحال ۾ انهن موضوعن تي ڪنهن بہ ڪتاب جو اچڻ يقينًا خوش آئند ڳالهہ آهي، پر جيڪڏهن ڪو باقاعده ريسرچ ڪري ۽ فيلڊ ۾ وڃي انگ اکر گڏ ڪرڻ سان گڏ انهيءَ موضوع تي لکيل ٻين ڪتابن مان لاڀ حاصل ڪري ۽ وري سهڻي ٻوليءَ ۾ انساني پهلوءَ کي ذهن ۾ رکي ڪو ڪتاب آڻي، تہ پوءِ ان جي ڇا ڳالهہ ڪجي. اهڙو ڪارنامو اسان جي دوست نہ فقط هڪڙو ڀيرو پر هاڻ ٻيو ڀيرو بہ ڪري ڏيکاريو آهي. سرٽيفڪيٽن ۾ يعقوب، پر اسان لاءِ امر لغاري انگريزي ادب جو استاد آهي. انهيءَ سان گڏ هو ناول نگار ۽ ڪهاڻيڪار بہ آهي. سندس ناولٽ 'موکي' ڇپجي چڪو آهي ۽ سندس ڪهاڻين جو مجموعو ڇپائيءَ هيٺ آهي، پر سندس اصل عشق ماحوليات ۽ اينٿراپالاجي آهي. انهيءَ موضوع تي سندس پهرين هڪ ڪتاب "جتي سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو" ڇپجي چڪو آهي، جنهن ۾ هُن سنڌوءَ ۾ ڇوڙ لاءِ پاڻي نہ هئڻ سبب سمنڊ جو سنڌوءَ ۾ ڪاهي پوڻ ۽ انهيءَ نتيجي ۾ سنڌوءَ جي ڊيلٽا واري علائقي ۾ ماحوليات ۽ جيوت کي پيل نقصان جو احوال ڏنو آهي، پر انهيءَ سان گڏوگڏ هُن انهيءَ ماحولياتي تباهيءَ جي نتيجي ۾ ٿيل معاشي ۽ سماجي تبديلين ۽ هاڃن کي بہ قلم هيٺ آندو آهي. سندس تازو ڪتاب بہ انهيءَ سلسلي جي ڪڙي آهي. "ناري جي ڪناري" نالي سان ان ڪتاب ۾ قديم هاڪڙي ۽ سرسوتي دريائن مان نڪتل شاخ ناري جي ڪنارن تي وسندڙ قبيلن ۽ جهنگلي جيوت ۽ ٻوٽن جو احوال آهي. دراصل هي ڪتاب امر لغاريءَ جي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل مضمونن جو مجموعو آهي، جيڪي ناري جي حوالي سان هُن مختلف وقتن ۾ لکيا هئا. هن ڪتاب ۾ ڪُل سورنهن مضمون آهن، جيڪي ناري جي تاريخ، جاگرافي، اتي وسندڙ ماڻهون ۽ ٻي جيوت، ناري تي نهندڙ ڪينال ۽ لوڪ ادب جي باري ۾ آهن. نہ فقط ايترو پر هن ناري ۾ غلط حڪومتي پاليسين ۽ بااثر ماڻهن جي لالچ سبب ناري جي ماتريءَ کي پهتل ماحولياتي ۽ سماجي نقصان جو بہ ڪاٿو ڪيو

آهي. ڪتاب ۾ جتي ڪاڪي رحيم جهڙي منفرد ڪردار جو پروفائيل آهي، اُتي حُر تحريڪ جي حوالي سان تاريخي حوالا به آهن. امر هن علائقي ۾ ناهيل چوٽيارين ڍنڍ ۾ تيل گهپلن جو ذڪر ڪيو آهي ته انهيءَ جي نهڻ کان پوءِ تيل نقصان کي به پيش ڪيو آهي. هِن سموري علائقي جي پنهنجي مشاهداتي سفر جو قصو به بيان ڪيو آهي ته سندس مشاهدي ۾ آيل مختلف پکين ۽ جانورن جو به احوال ڏنو آهي. ڇاڪاڻ ته امر لغاري هڪ حساس ليکڪ آهي، تنهن ڪري سندس دل پنهنجي آبائي علائقي جي پٽن، پکين، وڻن، جانورن ۽ ماڻهن سان اڙيل آهي. هو رڙ ڪري اتي ٿو جڏهن هو پنهنجي اکين آڏو وڻن جو قتل عام ۽ پکين ۽ جانورن جي نسل ڪشي ٿيندي ڏسي ٿو. هو هِن ماحولياتي قتل عام تي خاموش نه وينو آهي. هو انهيءَ الميي کي رڪارڊ ڪري ٿو پر انهن ڪردارن کي وائکو به ڪري ٿو ۽ ان جي تلافيءَ لاءِ حل به ڏسي ٿو.

'ناري جي ڪناري' يقينًا پنهنجي موضوع جو هڪ بهترين ڪتاب آهي، جيڪو نه فقط پڙهندڙ آڏو مستند حقيقتون پيش ڪري ٿو پر انهن جي ضمير کي به جنجهوڙي ٿو. ڪتاب اڃا به بهتر ٿي سگهيو پئي، جيڪڏهن ليکڪ پيش ڪيل انگن اکرن جا احوال ڪتاب جي آخر ۾ ڏئي ها. ساڳيءَ طرح ڪتاب جي مضمونن ۾ ڪجهه ربط به هئڻ گهربو هو. يعني سڄي ڪتاب کي هڪ فريم ورڪ ۾ رٿابند ڪري، مختلف بابن ۾ ورهائڻ گهربو هو جيڪي هڪ ٻئي سان بيان ۽ مواد ۾ مربوط هجن ها.

ڪتاب ۾ تصويرون ننڍيون ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ آهن. جيڪڏهن اهي ڪجهه وڏيون ۽ رنگين هجن ها ته شايد پڙهندڙ ناري جي قدرتي حسن جا منظر وڌيڪ بهتر انداز سان پرکي سگهي ها.

اسان ستابي سنڌ جي انهيءَ اياڳي دور ۾ رهون پيا، جتي سنڌ جو پاڻي، سنڌ جي جيوت، سنڌ جا وڻ ٽڻ بلڪ سنڌ جو سڄو سماج تباهيءَ مان گذري رهيو آهي. اهڙيءَ صورتحال ۾ ماٺ ڪري ويهڻ نه فقط بي حسي آهي، پر جرم پڻ آهي. امر لغاري انهيءَ جرم ۾ شريڪ ٿيڻ کان انڪار ڪندي، پنهنجي فرض کي نڀايو آهي. سندس هيءَ ڪتاب نه فقط ماحوليات جي شعبي ۾ ڪتابن جي کوٽ کي پورو ڪرڻ جي هڪ سٺي ڪوشش آهي، پر انهيءَ سان گڏ سنڌ جي قدرتي حسن کي مستقبل لاءِ رڪارڊ ڪرڻ ۽ پڙهندڙ جو ڌيان ٿيندڙ تباهيءَ ڏانهن ڇڪائڻ ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪندو.



## بلوچستان ۾ ڇپيل پهريون سنڌي ڪتاب

• عابد مير

سنڌ، بلوچستان جا تهذيبي رشتا ايترا ته قديم ۽ مضبوط آهن، جو هڪ وڏي لساني فرق جي باوجود صدين کان وني اهي ڪمزور ٿيڻ بجاءِ وبتر مضبوط ٿي رهيا

آهن ۽ اڄ بہ سنڌي جيئن پاڻ کي بلوچن جو هڏ ڏوکي محسوس ڪن ٿا، تيئن ئي بلوچ سنڌين کي پنهنجو ئي سمجهن ٿا. جنهن جي سسئي لاءِ ڪيچ مڪران جو پرنس پنهون پنهنجو تخت ۽ تاج ڇڏي ويو هو.

تهذيبي لاڳاپن کي مضبوط ۽ ويجهو بڻائڻ ۾ ادب جي ڪردار کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. ادب ئي آهي، جيڪو قومن جي وچ ۾ رابطي جو مضبوط ۽ دائم ذريعو رهيو آهي. ڇاڪاڻ تہ قومون عوام سان هونديون آهن ۽ ادب براهِ راست عوام سان جڙيل هوندو آهي. تنهن ڪري بلوچستان مان نور خان محمد حسني جي ڪتاب "فارس جو مسافر" جي اشاعت کي انهيءَ پس منظر ۾ ئي ڏسڻ جي ضرورت آهي.

نور خان محمد حسنيءَ بلوچستان جي ادب جو هڪ معتبر نالو آهي. سندس ڪيترا ئي ڪتاب هن کان اڳ ڇپجي چڪا آهن. سندس هي سفرنامو آهي، جيڪو پهرين اردوءَ ۾ "فارس ڪا مسافر" جي نالي سان ڇپجي چڪو آهي. ٻارهن بابن تي مشتمل ايران جو هيءُ سفرنامو ايران ۽ ايرانين کي ڄاڻڻ ۾ وڏي مدد فراهم ڪري ٿو.

ڪتاب کي ڇاپيندڙ مُراد اڪيڊميءَ جو چيئرمين سيد فدا حسين شاه گيلاني ڪتاب جي شروع ۾ "سنڌ ۽ بلوچستان جا تهذيبي رشتا" نالي تعارف جي شروعات ئي انهيءَ ڳالهہ سان ڪري ٿو تہ: "نور خان محمد حسنيءَ جو ايران بابت سفرنامو "فارس جو مسافر" سنڌ واسين لاءِ ايران جي جاگرافيائي، سياسي ۽ معاشرتي ڪيفيت ۽ مشاهدن جا نوان دَرَ کولي ٿو ۽ خاص طور انهن پڙهندڙن لاءِ، جيڪي ايراني ثقافت بابت گهٽ ڄاڻ رکن ٿا، هيءُ ڪتاب هڪ اَملهہ سوکڙي مثل آهي."

جڏهن تہ "پنهنجي پاران" ۾ مصنف ترجمي بابت لکي ٿو: "..... ترجمي سان هر ملڪ جون قومي ٻوليون لاڀ حاصل ڪري نوان بين الاقوامي اُفق حاصل ڪنديون آهن ۽ هر هڪ ٻولي ٻي ٻوليءَ مان اثر پرائيندي پاڻ کي سگهارو بڻائيندي آهي."

پر حقيقت هيءَ آهي تہ هيءُ ڪتاب جيڪڏهن ڪٿي ڪمزور آهي تہ اُهو ٻوليءَ سبب ئي آهي. ٻوليءَ جي حوالي سان خاص ڪري مذڪر مؤنث جو ڪو خيال ناهي رکيو ويو جنهن مان ترجمي جي ڪمزوري ۽ مترجم جو ٻنهي ٻولين تي مڪمل عبور نہ هئڻ جو پتو پوي ٿو.

باوجود ان جي سنڌي ادب جي پڙهندڙن لاءِ هيءُ ڪتاب رڳو انهيءَ لاءِ بہ "يونيڪ" ٿي سگهي ٿو تہ نہ رڳو بلوچستان جو پر بلوچستان مان ئي شايع ٿيندڙ هيءُ پهريون سنڌي ڪتاب آهي، تنهن ڪري زبان واري معاملي ۾ ايتري رعايت هن ڪتاب جو حق آهي.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آس رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پَنَ به مختلف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نه آهي.

ڪوشش اها هوندي ته پَنَ جا سڀ ڪم ڪار سهڪاري ۽ رضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي ته ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي به ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو به مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو ورهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو ته ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو به لاڳاپو نه هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَس پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)